عوام جو آواز

روزانه

# هلال پاڪستان ڪراچي

مئگزين سيڪشن

جنوري ١٩٨٣

مئنيجنگ ايڊيٽر:

ناصر بروهي





انچارج:

فقير محمد لاشاري





هي اخبار شيخ سلطان ٽرسٽ پاران محمد هاشم ميمڻ، شيخ سلطان ٽرسٽ پريس مان پرنٽر وسيم احمد صابري ۽ ٽائيٽ ڇپائي، ڪورٽ ويو ايم اي جناح روڊ ڪراچي ۾ مان شايع ڪئي


## فهرست

### تاريخ



### ادب



### زراعت

## سائنس



## ٻار ٽرا





## سگھڙين سٽ



## فن







ڪتاب گهر ......

ڊائريڪٽوريٽ آف لائبريريز



# پنهنجي پاران

پنهنجن پڙهندڙن جي ٻيهر پورا ساٺ سال هلال مئگزين جو سفر جاري آهي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تاريخ ۽ ادب جي روشني وڌي پئي ۽ سجاڳيءَ جي ڏس ۾ ڪجهه نه ڪجهه ٿيئي پيو. ادب ۽ تاريخ جي مطالعي جي ميدان ۾ جيترو وڌو ن پيا، اوترو اڄ به وڌي پئي. اها مطالعي جي حقيقي شوق جي نشاني آهي، ۽ پڙهندڙن جي وسيع حلقن پاران اهڙو اظهار ليکڪن کان گهر نٿو ڪري ته تاريخ ۽ ادب تي قلم کڻن. ڳنڍ پيٽل انداز ڏاڍو تنگ ڪيو آهي. اسان جي محققن ماضيءَ کي ڳولڻ لاءِ جيڪي جاکوڙ ون ڪيون آهن، تن جي نتيجي ۾ تمام گهڻو مواد ڪچي مال جي صورت ۾ موجود آهي. ان کي يڪسوئيءَ سان چنڊي ڇاڻي پيش ڪرڻ جي ضرورت آهي. هين ماڻهن اسان جي تاريخ منجهان جيڪي نتيجا ڪڍيا آهن، اهي گهڻي ڀاڱي ٻلا ٽيندڙ، يا ڪٿي ڪٿي هروڀرو خوشفهمين ۾ وجهڻ اٽيندڙ آهن. ڪجهه ماڻهن ان نئين سائنسي رخ سان تاريخ جي چنڊ ڇاڻ شروع ڪئي آهي، پر انهن جي پٺڀرائي ڪندڙ ادارا ڪو نهن، ان ڪري ڪين هيو نه تڏهن پڙهندڙ پاران همٿائڻ گهري جي.

**نئون سال:** سڄي انساني تاريخ ۾ انسان ذات آئيندي ڏانهن واجهائيندي رهي آهي، ۽ وقت جو هڪڙو ايڪو جنهن کي سال چون ٿا، سو پاڻ به اوهان اڳهي ويا آهيون. آسن، اميد ن ۽ ڀيرو سي سان نئين سال ۾ داخل ٿيڻ وارا آهيون، ۽ ڏسڻو اهو آهي ته ان ايندڙ سال کي ڪهڙن سجاين ڪمن ۾ ٿا کپايون.

سدائين گڏ

(ادارو)



# سنڌ سيتا




سنڌ تي سنڌو نديءَ تان اهو نالو پيو آهي. سنسڪرت ٻوليءَ ۾ "سنڌو" معنيٰ سمنڊ يا وڏو درياءَ. اڳي ڪابل ندي ۽ گومتي وغيره سنڌو نديءَ جون ڀرتي ڪندڙ شاخون هونديون هيون، تنهن ڪري سنڌو رواجي ندين کان گهڻو وڏي هئي ۽ سمنڊ سان ڀيٽي ڪا و هئندي هئي. انهي ڪري آڳاٽن آرين اهو نالو رکيس.

هندوستان جي "امپريل گزيٽيئر آف انڊيا" جلد ٻهرين صفحي ٦٤ تي لفظ "سنڌوءَ" جي وضاحت ڪندي لکيو آهي ته: "لفظ سنڌو جو بنياد، سنسڪرت ٻولي جو لفظ "سنڌو" آهي جيڪو يوناني ٻوليءَ ۾ "سنٿوس" (Sinthos) ۽لاطيني زبان ۾ "سندوس" (Sindus) ڪوٺجي ٿو. اهو اتر الهندي هندستان جو عظيم درياهه آهي، جيڪو تبت کان نڪتي ٿو ۽ ڪشمير، اتر اولهه، سرحد صوبي ۽ پنجاب مان وهي ٿو، ۽ پوءِ آخري وهڪرو "سنڌ" مان وهندو ٢٣° ٥٨، اتر ۽ ٦٧° ٣٠، ڊگريون اوڀر طرف عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو.

سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي نيڪال جو ڪاٽو ٣ لک ٧٢ هزار ٧٠٠ سئو چورس ميل لڳايو ويو آهي ۽ انهيءَ جي ڪل ڊيگهه ١٨٠٠ ميلن کان مٿي آهي. سنڌوءَ جي ڪنارن تي يا ان کي ويجها اهميت وارا شهر هي آهن، جيڪي برطانوي علائقي ۾ ڏکڻ کان شروع ٿين ٿا: ڪراچي،ڪوٽڙي، حيدرآباد، سيوهڻ، سکر، روهڙي، مٺن ڪوٽ، ديرا غازي خان، ديرا اسماعيل خان، ميانوالي، ڪالا باغ، خوشال ڳڙهه ۽ انڪ."

ڀيرومل مهر چند آڏواڻي، پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ" ۾ لفظ سنڌو جي وضاحت ڪندي لکي ٿو: "هندستان جي امپريل گزيٽيئر، بينفي صاحب واري سنسڪرت ڊڪشنري، پروفيسر آپٽي واري سنسڪرت ڊڪشنري ۽ ٻين ڪيترن ڪتابن موجب "سنڌو" جو ڌاتو يا بنياد آهي سنسڪرت لفظ "سنڌ" (Syand) معنيٰ وهڻ.

انهي سبب "سنڌو" جي بنيادي معنيٰ آهي "اها ندي جا سدائين ٻيٺي وهي!" پروفيسر مئڪس ملر جي خيال موجب "سنڌو" جو ڌاتو (بنياد) آهي. "سنڌ" معنيٰ رکي وڃڻ يا بچاءَ ڪرڻ. سنڌو ندي جن هندن مان وهي ٿي، تن هندن جي رهاڪن جو ڌارين جي ڪاهن ۽ جهنگلي مرن جي حملن کان بچاءُ ڪري ٿي. پٺي ڌاتو نهي اچن ٿا، پر ٻهرين معنيٰ وڌيڪ عام آهي.

رگ ويد واري زماني ۾ آڳاٽا آريه لوڪ سنڌو نديءَ ۽ ان جي ڀرتي ڪندڙ شاخن جا ڪنارا ڇڏي جي سهنج ڪري والاري ويٺا هئا، تنهن ڪري آڳاٽن ايرانين سنڌي هندن جي رهاڪن کي ڳڻي "سنڌو" سڏيو، پر اچار ڦيرائي ڪيائون "هندو" جو ايراني لوڪ ع-م طرح "س" کي ڦيرائي "هه" لفظ جي معنيٰ ٿي، "سنڌو ندي جي ڪناري تي رهندڙ."

قديم ايراني لوڪ سنڌوماٿر (پنجاب ۽ سنڌ) کان پري ڪونه ويا، تنهنڪري جيڪو ملڪ ڏٺائون ته، آريه لوڪ والاري ويٺا هئا، تنهن کي هندستان- هندستان (هندو+ آستان) سڏيائون. مطلب ته "هندستان" لفظ جي اصل معنيٰ هئي "سنڌو نديءَ وارو ملڪ" قديم ايرانين وٽان قديم يونانين کي هندستان جي سڌ پئي. سڪندر اعظم سان جيڪي تاريخ نويس آيا، تن سنڌو ماٿري ۾ رهندڙن کي سڏيو "سنڌو" (هندو)، پر آچار ڦيرائي ڪيائون "انڊو- انڊوئي"، (Indoi)، نديءَ کي سڏيائون "انڊوس" (Indos) ۽ سڄي ملڪ کي سڏيائون "انڊيڪ" (Indica) ۽ "انڊيڪوس". پوءِ لاطيني ٻولي ڳالهائيندڙن "انڊوس" جو آچار ڦيرائي ڪيو "انڊس" (Indus) ۽ هندستان کي "انڊيا" (India) سڏيائون.

انهن هڪڙو ئي سنسڪرت لفظ "سنڌو" جا آچار لاطيني ٻولي ۾ ڦري "انڊس" ۽ "انڊيا" ٿيا آهن. ٻنهي لفظن ۾ چئبو ته "سنڌ" لفظ جي اصل معنيٰ هئي "سنڌو ندي جي ماٿر" جنهن ۾ سڄو پنجاب اچي ٿي ويو. "سنڌو" (هندو) لفظ جي اصل معنيٰ هئي: "سنڌو ندي جي ڪناري تي رهندڙ" ۽ نه "ڪارو" يا "چور"، جيئن ڪي غلط طرح سمجهن ٿا ۽ "هندستان" لفظ جي اصل معنيٰ هئي، "سنڌونديءَ وارو ملڪ."

خود سنسڪرت ساهت ۾

”سنڌو“ لفظ جي ڪيترن هنڌ معنيٰ آهي ”سنڌو نديءَ وارو ملڪ“، ۽ ”سنڌو“ يا ”سنڌو“ جي معنيٰ آهي ”سنڌو ماٿر جا رهاڪو“. آڳاٽا آريه لوڪ پوءِ اتر هندستان کان وڌي ڏکڻ هندستان ڏي ويا، ۽ آتي به وڃي ويهڪون وڌائون، ته اهو سڄو ملڪ ڪشمير جي ستئين پاڱي کان وٺي ڪيپ (ڪامورن) تائين ”هندستان“ سڏجڻ ۾ آيو.

آڳاٽن عربن کي ”هند“ (هندستان) جي سڌ قديم ايرانين وٽان پيئي هئي. سن ١١-٧١٢ع ۾ عربن سنڌ ۽ ملتان پنهنجي قبضي ۾ ڪيا، ته معلوم ٿين ته ”سنڌ“ جو علائقو ڌار آهي ۽ ”هند“ سڄي هندستان جو نالو آهي انهي وقت کان وٺي ”سنڌ“ ۽ ”هند“ جي فرق جو پتو پين، پر ڪن پارسي تاريخ نويسن پوءِ به ”سنڌ ۽ هند“ نالا گڏي پئي ڄاڻايا. عيسوي سترهين ارڙهين صدي ۾ ڪن يورپي لوڪن، پولين ۽ تاريخ جون ڪوڙنائون بنيه آونڌي نموني پئي ڪيون ۽ بيهودا هل پئي اڏريائون، ته ڪن پارسي تاريخ نويسن به اهي هل سچا سمجهي پنهنجن ڪتابن ۾ ڄاڻايو ته سنڌ ۽ هند حضرت نوح جي اولاد جا نالا آهن پوءِ وڌيڪ ڪوڙنائن مان ثابت ٿيو ته اهي اجايون ڳالهيون هيون. سچيتا جو سچ پين گهٽڻ کان اڳ، سنڌو ماٿر ۾ اپريو هو، سا ڳالهه به هتي سنڌ ۾ ئي ڄاڻائجي ٿي، ته سنڌ جي اهميت سمجهڻ سولي ٿئي.“

انسائيڪلو پيڊيا امريڪانا، جلد-١٥، ص ٨٠ تي وضاحت ڪندي هنطرح لکيو آهي:-

”لفظ سنسڪرت ٻوليءَ مان ورتو ويو آهي، اها هندستان جي اتر اولهه ۾ هڪ اهم ندي آهي ۽ اها دنيا جي وڏين ندين مان هڪ آهي. اها اٽڪل اوڻهه سئو (١٩٠٠) ميل ڊگهي آهي ۽ ٽي لک ست هزار چورس ميلن کان وڌيڪ ايراضيءَ کي پاڻي پهچائي ٿي. اها هماليه جبل جي اتر ۾ تبت کان نڪري ٿي، اٽڪل هڪ سئو ميل اتر اولهه طرف ستاهين برهمپترا جي سنڌ کان ڦٽي ٿي، جيڪو ڪئلاش جي جبلن واري موڙ جي اتر طرف سامونڊي سطح کان ارڙهن سئو فٽ مٿي آهي. اها سنڌ ويڪري جي ستئين پاڱي ۾ اهم هماليه جبلن جي قطار واري اترين چوٽي مان گڏوگڏ اتر الهندو رخ وٺي ٿي ۽ وڃيو ڪشمير واري علائقي ۾ داخل ٿئي ٿي. لداخ مان لنگهي، انهيءَ جي گادي واري شهر جي هيٺيان ليهه کان اها زنڪسر پهچي ٿي، پريان دراس، انهيءَ کانپوءِ اها بلتستان ۾ داخل ٿئي ٿي. هتي اها ساڄي پاسي گلگت، قراقرم جي برفاني ميدان تائين پهچي ٿي، وڏي ۾ وڏي پرتي ڪنڊڙ شاخ جيڪا انهيءَ مان هماليه جبل وارن پرڳڻن ۾ ملي ٿي، ۽ انڊس يا سنڌ جو نالو ماڻي ٿي.“

## سنڌ جون طبعي حالتون آب هوا

سنڌ جي آب هوا علائقائي لحاظ کان مختلف پئي رهي آهي، سنڌ جي ڏاکڻين پاڱي ۾ اها گهميل آهي، ته اترئين پاڱي جي خشڪ آهي.

تاريخ تمدن سنڌ جو مؤلف سنڌ جي آب هوا جو احوال هن طرح لکي ٿو ته، ”سر جان مارشل توڙي سر آرسٽين جهڙن ماهرن جو چوڻ آهي ته پنج هزار ورهيه ق - م، موئن جي دڙي واري تهذيب جي زماني ۾ سنڌ ۾ پندرهن انچن کان وٺي ويهن انچن تائين مينهن پوندو هو. سنڌ ۽ گيڊروشيا (مڪران) ۽ ڊرنگيانيا (سيستان) ۾ وڏا ٻيلا هئا، جن ۾ هاٿي، گينڊا، باندر، چيتا ۽ قسمين قسمين پکي رهندا هئا. ڏکڻ الهندي وارين هوائون اونهاري ۾ چوماسو آڻينديون هيون ۽ سياري ۾ اتر قطب جون هوائون وچ ايشيا واري ميدان کان مينهن آڻينديون هيون، سنڌ توڙي سنڌس بلوچستان وارا پاڱ گهڻو زرخيز هئا. انهن جانورن جي وجود ڪري، جن جون تصويرون موئن جي دڙي ۽ هڙپا جي نڪتل مهرن ۾ ڏنل آهن. اسين چئي سگهون ٿا ته هن ملڪ جي آب هوا گرم هئي.

## جاگرافيائي حدون

”سنڌو نديءَ جو ميدان اٽڪ، اراولي جبل ۽ کيرٿر جبل جي وچ ۾ آهي. پنجاب جون پنج نديون مهراڻ مان گڏجن ٿيون، جا عربي سمنڊ ۾ وڃي پوي ٿي. پنجاب جي پنجن نديس کانسواءِ سرسوتي ۽ هاڪڙو به سنڌ مان وهنديون هيون، جي هينئر سڪيل ويون آهن. عيسوي ستين صدي، ۾ عربن جي ڪاهه تائين پنجاب، سيستان (نيمروز)، سراوان (آرچوسيا)، جهالاوان (ڪوهيار)، مڪران (گيدروشيا) دشت نديءَ تائين، اپرندي ۾ اراولي جبل تائين سمورا علائقا سنڌ مان لاڳو هئا. هن ملڪ جون حدون اپرندي ۾ جمنا ندي کان، الهندي ۾ هيلمند نديءَ تائين، اتر ۾ ڪشمير کان. ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ تائين هيون. هينئر فقط سنڌو نديءَ جون ڏاکڻيون حصو سنڌ سڏجي ٿو.

ماهوار نئين زندگي - سنڌ نمبر - جون - جولاءِ ١٩٧٠ع،

سنڌ جي طبعي بيهڪ ۽ حدون وغيره ڄاڻائيندي لکيو آهي ته:
”سنڌ، ۳۵-۲۳ ۽ ۳۰-۲۸ اتر ويڪرائي ڦاڪن، ۽ ۱۰-۱۷ ۽ ۴۲-۶۶ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن جي وچ اولهه پاڪستان جي اوڀر ڏکڻ ۾، سنڌو نديءَ جي هيٺين ماٿريءَ ۾ ويڙهيل وارو ڀاڱو آهي.

سنڌ جون حدون اتر ۾ پنجاب ۽ بلوچستان جا صوبا، اوڀر ۾ راجپوتانا جو ريگستان، ڏکڻ ۾ ڪڇ جو رڻ ۽ عربي سمنڊ، ۽ اولهه ۾ صوبي بلوچستان جي لسٻيلي ۽ قلات جا علائقا آهن. ٻگيڙ اٽڪل ۵۵ هزار چورس ميل ۽ آدمشماري هڪ ڪروڙ ڏهه لک اٿس.“

تاريخ تمدن سنڌ جي مؤلف وڌيڪ وضاحت ڪندي بيان ڪيو آهي ته:
”سنڌ جي اوڀرندي طرف راجپوتانا جو وارياسو رڻ پٽ آهي، جت ڪوهن ۾ پاڻي ڪونه ٿو ملي، تنهن ڪري هن صحرا کي ”ماروسٿل“ يعني موت جو هنڌ ڪوٺين ٿا. الهندي ۾ کيرٿر جبلن جون قطارون ديوارن وانگر هن صوبي کي ايران جي مٿاهين پٽ کان ڌار ڪن ٿيون. سامونڊي ڪنارو هڪ سؤ اسي (۱۸۰) ميلن ۾ آهي. هتان رستو لسٻيلي کان لنگهي مڪران ڏانهن وڃي ٿو. مڪران جو ڪنارو هن وقت ويران آهي. سڪندر مقدوني کي هتان لنگهندي ڪيتري تڪليف پهتي هئي. هن رستي کان فاتح عربن سنڌ تي ڪاهه ڪري سنڌين کي محڪوم بنايو هو. سندن ڪاميابي جو وڏو سبب هي هو جو مڪران جي بلوچن سندن مدد ڪئي هئي. مڪران جي ميد ۽ ڪورن (Kora) سڪندر جي مخالفت ڪئي هئي.

سنڌ جي اتر ۾ جت سليمان جبلن جون شاخون ختم ٿين ٿيون ۽ بگٽي ۽ مري ٽڪريون سڏجن ٿيون. اتي ابر سنڌ کان ڪڇي جو ٽڪنڊو ميدان شروع ٿئي ٿو، کيرٿر ۽ وچ براهوئي جبل سنڌ جي الهنديءَ ۾ آهن. هي ميدان ۱۳۱ هزار چورس ميلن ۾ آهي. سنڌ آبادي جو مدار ندين، سولا، ڍوريري پهڙي ۽ چتر برساتي ندين تي آهي. اونهاري ۾ پرڏهه هوائون ۽ گرم مٽيءَ جا طوفان لڳن ٿا ۽ سياري ۾ سرد هوائون لڳن ٿيون. هتان سولا ۽ بولان جا دڙا شروع ٿين ٿا. جتان مٿين، يورپ ۽ وچ ايشيا جي توراني قومن وقت بوقت سنڌ تي ڪاهون ڪيون. هن رستي کان همايون ايران ڏانهن ويو ۽ ۱۷۴۰ع ڌاري نادر شاهه سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ ۱۸۳۸ع ۾ انهيءَ رستي افغان ويڙهه وقت انگريزي لشڪر ڪابل ويندي لنگهيو هو.

اڳ ٿر آباد هو، انهيءَ ڪري مهاڀارت جي زماني کان پوءِ سهراڻ جي شاخ، هاڪڙو عمرڪوٽ ۽ ڏر مان لنگهي، ننگرپارڪر وٽ سمنڊ ۾ چوڙ ڪندي هئي. ڪپتان ريڪس، جنهن ڪڇ جي تاريخ لکي آهي، تنهن جي بيان موجب پاري ننگر، هاڪڙي تي بندر هو. رڻ واهه ۽ پراڻ جو بيان نقشي سميت ميجر ايڇ. آر. هيگ، ”انڊس ڊيلٽا ڪنٽري“ ۾ ڏنو آهي.

اڄ ڪلهه ٿرين جو گذران مينهن تي آهي. هتي جي آبهوا گرم آهي. ۱۸۳۱ع ڌاري اليگزينڊر برنس جي لنگهڻ وقت ٿر ۾ ڳوٺن جو تعداد چار سؤ هو. ڪوهستان وارو ڀاڱو جابلو آهي. کيرٿر جون چوٽيون سمنڊ جي مٿاڇري کان (۵) پنج هزار فوٽ مٿي آهن.

سڪندر مقدوني سنڌو نديءَ جي ٽر واري ڊيلٽا جي تحقيقات ڪرڻ لاءِ ارسطو بيولس کي روانو ڪيو هو، جنهن يوناني ماهر ٿر جي ڊيلٽا تي هڪ هزار ويران شهر ۽ ڳوٺن جا آثار ڳولي ڏنا هئا. سندس چوڻ هو ته ڪنهن زماني ۾ اهي ويران شهر مردم خيز هئا. استرابو ڪانئس روشني ورتي آهي.

سومرن جي صاحبيءَ واري زماني ۾ ٿر جو ڊيلٽا وارو ڀاڱو آباد هو. مثلاً سومرن جو پهريون تختگاهه ٿري پراڻ جي الهندي ڪپ تي هو. يعني تن ڏينهن ۾ پراڻ موجود هو. پراڻ جي الهندي واري شاخ سڪڻ کانپوءِ سومرن گنگرو واهه تي ٿٽون شهر ”طور“ تعمير ڪرايو هو. گنگرو، رڻ جي شاخ هو. رڻ ڪڇ ۾ چوڙ ڪندو هو. تن ڏينهن ۾ چاچڪان جو حصو ديرڪ گهڻو آباد هو. ”طاهري“ جي بيان موجب ديرڪ پرڳڻو ٿرپارڪر ۽ ونگا بزار جي وچ ۾ هو.

سنڌو، سنڌ مان ۳ سئو ميل وچان سيڌ وانگي وهي ٿو. سندس وجود جي ڪري هيءَ خوش نصيب ماٿري، زرعي ملڪ آهي ۽ هتي جا اسي سيڪڙو رهاڪو مصر جي قبطين وانگر هاري آهن. جيڪي ڪچين ڪوٺڙين ۽ جهوپڙين ۾ گذران ڪن ٿا.

سن ۱۹۵۲-۵۱ع جي رپورٽ موجب سنڌ ۾ چانورن جي آبت پنج لک ويهه هزار ٽن ۽ ڪڻڪ جي ابت ٽي لک پنجٽيهه هزار ٽن هئي. سنڌ جي جهوني انهاس مان پتو پوي ٿو ته ڪپهه جي پيداوار ڪري دلبر ديس، ديسان ديس مشهور هو. مٿين رپورٽ موجب هن وقت اٺ لک پنجاهه هزار ڳنڍڙيون ڪپهه جي ابت آهي- ست لک ستر هزار

ٻڪرين ۾ ڀيلا آهن. زرعي پيداوار جي لحاظ کان سنڌ بهتر واري آهي. سڄي سنڌين جي خوراڪ آهي. ساليانو ڏهه هزار ٽن ساموندي مڇي ٻاهرين ملڪن ڏانهن وڃي ٿي ۽ هڪ لک پنج هزار من سنڌو نديءَ ۽ ڍنڍن مان مڇي مري ٿي. سنڌ جي آمدني ٩ ڪروڙ ٣٠ لک روپيه سالياني آهي.

## سنڌ جو تاريخي پس منظر

سنڌ جو لکيل تاريخي احوال انهيءَ تڏهن کان ملي ٿو، جڏهن آريا هتي آباد هئا. اهو احوال هندن جي ويدن، پراڻن، سوترن ۽ منترن، پارسين جي "زنداوستا" پڌمت جي ڌرمي دفترن ۽ ڪتبن، پالي ٻولي جي پراڻن حوالن ۽ گڏيل هندستان توڙي اولهه جي ٻين جهونن دفترن مان نڪتو آهي.

جناب ولي محمد طاهرزادو، نئين زندگي، جون - جولاءِ ١٩٧٠ع واري پرچي ۾ ڇپيل پنهنجي مضمون "سنڌ جي سياسي تاريخ" ۾ لکي ٿو:

"سنڌ جي باقاعدي تاريخ مسلمانن جي اچڻ کانپوءِ لکي ويئي، جنهن جو پهريون ڪتاب "چچنامو" آهي، ۽ پوءِ "تاريخ معصومي" ۽ "مقالات الشعراءَ" جهڙا قيمتي دفتر آهن، جن ۾ گهٽ ۾ گهٽ راءِ گهراڻي کان وٺي، محمد بن قاسم جي آمد واري وقت جو، مسلم دور وارو سربستو احوال اسان وٽ مهيا ٿي ويو آهي. ان کانپوءِ، هي بيشڪ وڏي عجب ۾ وجهندڙ ڳالهه چئبي جو مسلمانن جي لکيل تاريخ واري دور کانپوءِ سومرن، سمن، ترخانن، ۽ ارغونن جي دورن جي ڪا به مرتب تاريخ اسان وٽ موجود ڪانه آهي، جيتوڻيڪ انهن جا تفصيلي احوال اسان وٽ مختلف وسيلن سان موجود آهن. سومرن ۽ سمن، ترخانن ۽ ارغونن جو دور، جنهن انهيءَ معلوم آهي، سنڌي علم ادب ۽ شعر جو وڏو تاريخي ۽ بنيادي دور آهي، جنهن ۾ هتي وڏا عالم ۽ تعليمي ماهر، شاعر ۽ سگهڙ ٿي گذريا آهن."

"چچنامي" جي احوال مطابق، "اروڙ" جو شهر هند ۽ سنڌ جو قديم تختگاهه آهي. انهي ۾ "راءِ سيهرس بن ساهسي راءِ" نالي هڪ راجا رهندو هو، ان جي ڏينهن ۾ سنڌ جون حدون اوڀر کان ڪشمير تائين، الهندي کان مڪران تائين ڏکڻ کان سمنڊ جي ڪناري ۽ ديبل تائين، اتر کان ڪردن جي جبل ۽ ڪيڪانان تائين پکڙيل هيون.

معاويه بن ابي سفيان جي خلافت هجري چاليهين سال ۾ قائم ٿي. تاريخ جي مصنفن روايت ڪئي آهي ته جڏهن معاويه خلافت جي مسند تي ويٺو تڏهن عبدالله بن سوار کي چار هزار سوار ڏيئي سنڌ ولايت تي مقرر ڪري، انهي ملڪ جي حڪومت سندس حوالي ڪيائين: وڌيڪ چيائينس ته: "سنڌ ۾ هڪ جبل آهي، جنهنکي ڪيڪانان چون ٿا، اتي جا گهوڙا قداور ۽ موزون شڪل شباهت وارا آهن؛ توکان اڳ اتي جون غنيمتون پهتل آهن. ماڻهو غدار آهن جيڪي انهي جبل جي پناهه سبب سرڪشي ۽ شوخي ڪندا رهندا آهن."

عربن جي فتح کان اڳ سنڌ ملڪ جون حدون تمام ڪشاديون هيون. راءِ گهراڻي جي هندو راجائن جي دور ۾ سنڌ جون اوڀرندي واريون حدون ڪشمير ۽ قنوج تائين پکڙيل هيون. الهندي واريون حدون مڪران ۽ سيستان تائين پکڙيل هيون. سنڌ جي اتر طرف قندار هو ۽ سليمان جبل سنڌو ساهيو ايئو، ۽ ڏکڻ طرف گجرات ۽ سورت بندر جون حدون پڻ سنڌ ملڪ ۾ سمايل هيون.

انهي مها سنڌ سڄي جو تختگاهه الور (اروڙ) هو. راجا الور ۾ براجمان هو ۽ ان جي ڪمان هيٺ چار وڏا قلعا هوندا هئا، جن ۾ مهاراجا طرفان مقرر ٿيل حاڪم رهندا هئا ۽ آسپاس جي ملڪ تي حڪم هلائيندا هئا. اهي چار قلعا، برهمڻ آباد، سيوستان، آچ (اسڪلنده) ۽ ملتان ۾ هئا.

عربن کان پوءِ جڏهن دهلي مان سنڌ گڏيل هئي، تڏهن به سنڌ ملتان صوبي جو هڪ حصو هئي ۽ ملتان جي گورنر جي هٿ هيٺ سنڌ جا نائب لٽي ۽ بکر ۾ نگراني ڪندا هئا. سنڌ ملڪ ڪل ڇهن پرڳڻن ۾ ورهايل هو ۽ هر هڪ پرڳڻي کي "سرڪار" ڪوٺيو ويندو هو. هر سرڪار ۾ "محل" يا "تعلقا" هوندا هئا. ملا ابوالفضل، آئين اڪبري ۾ هيٺيون سرڪاريون بيان ڪيون آهن:-

١- سرڪار بکر، جنهن ۾ ٻارهن محل هئا؛ ٢- سرڪار سيوستان، جنهن ۾ نو محل هئا؛ ٣- سرڪار نصرپور، جنهن ۾ ست محل هئا؛ ٤- سرڪار چاچڪان، جنهن ۾ ٻارهن محل هئا؛ ٥- سرڪار چڪر هالا جنهن ۾ اٺ محل هئا؛ ٦- سرڪار ٺٽو، جنهن ۾ اڙهن محل هئا.

پروفيسر محبوب علي چنا، ماهوار نئين زندگي جي "سنڌ نمبر" ١٩٧٠ع واري پرچي ۾ ڇپيل پنهنجي مضمون، "سنڌ جا قديم تخت گاهه" ۾ لکي ٿو ته، سنڌ سڄوريءَ جا قديم تختگاهه هي هئا، جن جا نالا قدامت موجب ڏنا ويا آهن:-

ملتان، الور، سيوستان، برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ، منصوره، بکر، محمد طور،

عمر ڪوٽ، ساموئي ۽ ٺٽو. ۽ ڪڏهن ٺٽي جي عظمت ڪانهو ڪلهوڙن جي دور کان وٺيَ نظر ڪبي ته اسانکي هي شهر تختگاهه معلوم ٿيندا: خدا آباد دادوءَ واري، خدا آباد هالن واري، حيدر آباد ۽ ڪراچي.

جناب غلام محمد گرامي صاحب، ٽه ماهي مهراڻ جلد ۱۹، نمبر ۳ ۾ سنڌ جو مختصر تعارف ڏيندي لکي ٿو:-

"انگريزن جي دور ۾ دهلي ۽ بمبئي کي "هندستان جا دروازا" سڏيو ويندو هو. انهن جا آثار دهليءَ ۾ ,India Gate. ۽ بمبئي ۾ 'Gate Way of India انگريزن ٺهرايا هئا. پر جيڪڏهن اصل تاريخي ۽ قديمي تهذيبي حقيقت کي ڏسجي ۽ پرکجي ته پوءِ انهن جوڻ ۾ ڪوبه وزن ناهي، ته هن نئين ڪتاب جو جهوني ۾ جهونو دروازو اسان جي سنڌ آهي پر افسوس اهو آهي ته ان قديم ۽ بخاري حقيقت متعلق اسان وٽ ڪوبه تاريخي يادگار ڪونه آهي.

اصل ۾ سنڌ، هاڻوڪي محدود ۽ چند ضلعن تي مشتمل سنڌ نه هئي. اها تاريخي ۽ تهذيبي "مها سنڌ" هئي، جيڪا وسيع ۽ زرخيز صوبن ۽ علائقن تي مشتمل هڪ مستقل مملڪت هئي، جنهن ۾ هاڻوڪو سارو پنجاب، مشرقي پنجاب سوڌو، سارو ڪشمير، افغانستان جو سرحدي علائقو، بلوچستان لسٻيلو ۽ مڪران، ڪڇ ۽ راجپوتانا جو سرحد وارو علائقو، اچي ٿي ويا. محقق چون ٿا ته مسيح کان اٽڪل ۲۵ صديون اڳ، آريه لوڪ، وچ ايشيا جي ويران ميدانن مان لهي، گوشي پا گئي، ايران جي رستي ان عظيم سنڌ جي حدن ۾ داخل ٿيا هئا جنهنکي "سپت سنڌو" (ست نديون) به ڪوٺيندا هئا. جنهن ۾ هاڻوڪي پنجاب جون پنج نديون، موجوده سنڌو درياءَ ۽ ستين سرسوتي ندي وهندا هئا. سرسوتي اڳتي هلي سڪي وئي.

تاريخ شاهد آهي ته انهن نديـن جي ڪنارن تي ئي اوائلي زماني ۾ آرين اچي ديرا وڌا ۽ گهڻو پوءِ سنڌيه ديس ۽ اتر هندستان ڏانهن پکڙجي ويا. پادري هيرس جي سند موجب سنڌو درياءَ کي "سنڌ" نالو آرين کان به گهڻو اڳ دراوڙن ڏنو هو جن جي ٻوليءَ ۾ سند يا سندوءَ جو مطلب هو درياهه. آرين ان کي ڦيرائي "سنڌ" يا "سنڌو" ڪيو ان تصرف وچان، جنهن سموري آبادي سان اهو درياهه لنگهيو ٿي تنهن تي نالو پئجي ويو "سنڌ".

اڳتي هلي ايراني واپارين ۽ سياحن "سنڌ" جو اچار ڪيو "هند"، جنهن مان هاڻوڪو هندستان ٺهيو آهي. ان کانپوءِ رومي سياحن ۽ جنگي ماڻهن ان کي ڦيرائي ڪيو "انڊ"، اهو "انڊ" به اڳتي هلي ٿيو "انڊيا". اهو نالو به ديسي آهي ۽ نه پرديسي، جيئن عام ماڻهو سمجهن ٿا.

هندستان تي ڀارت جو نالو سرڪاري طرح سان ورهاڱي کانپوءِ پيو.





# سڪندر ۽ پورس منهان منهن

سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر

رابن لين فاڪس - سنڌيڪار : دستگير ڀٽي

سڪندر اعظم ٽئڪسيلا ۽ پنڊي (پوٺوهار) تي قبضو ڄمائڻ کانپوءِ پنجاب ڏانهن وڌڻ لڳو. کيس اهي خبرون ملي چڪيون هيون ته پنجاب جي ننڍين ننڍين رياستن جا راجا هڪ ٻئي سان ڪونه ٺهن. اهي ڳالهه سندس دل وڻان هئي. انهن راجائن جي اندروني جهيڙن جي باهه تي وڏيڪ تيل وجهڻ ۾ هن وسان ڪين گهٽايو. جهلم نديءَ پريان ڏکڻ اڀرندي علائقي تي راجا پورس جو راڄ هو. پنڊيءَ جو حاڪم راجا امڀيءَ جيڪو سڪندر جو نالو ٻڌندي ئي اچي پيش پيو هو تنهن پنهنجي پاڙيسري راجا پورس بابت کيس سربستو احوال ڏئي ڇڏيو. هن سڪندر کي چيو، ”راجا پورس وٽ وڏي فوج ۽ تمام گهڻا هاٿي آهن. اهو راجا اوهانکي ڏکيو پنجي سگهي ٿو.“ سڪندر جو دستور هو ته جيڪو به راجا لڙائيءَ کانسواءِ ڏانهنس دوستيءَ جو هٿ وڌائيندو هو، تنهن کان حڪومت نه کسيندو هو. راجا امڀيءَ کي هن نه رڳو شاهي تخت ۽ تاج بخشيو پر هڪ هزار اشرفيون، سون ۽ چانديءَ جو سامان، ايران مان هٿ ڪيل پوشاڪون ۽ ٽيهه زبردست گهوڙا به سوکڙيءَ ۾ ڏنائين جنهن تان سندس هڪ مقدونوي سٿيءَ کي ڏاڍي مٺيان لڳي.

سڪندر ٽئڪسيلا مان پڻ پنج هزار مقامي ماڻهو پنهنجي فوج ۾ ڀرتي ڪيا هئا ۽ مئي جي شروعات ۾ هو اڳتي وڌيو. ان کان اڳ سوات ۽ پڻ جابلو علائقن تي قبضي مهل هن کي مقامي جابلو گوريلن خلاف ڏکي ۽ ڊگهي جنگ لڙڻي پئي هئي. سوات ڇڏڻ کان پهرين هن اتي پنهنجون مقدوني فوجي پڻڪون ۽ بچاءَ لاءِ قلعا ٺهرائڻ ٺاهيا. پورس جي فتح کي اڃا ٽي مهينا ئي مس گذريا ته اتان جي مقامي قبيلن، سڪندر طرفان مقرر ٿيل ڏارئين حاڪم خلاف هٿيار کنيا ۽ نيٺ کيس ماري پورو ڪيائون. ٽئڪسيلا ۾ به هن مقدوني فوجين جا اڏا ۽ پنهنجن اهاهج ٿيل ساٿين جا گهر ۽ وستيون ٺهرايون. اهڙيءَ ريت جيڪي يوناني باشندا ايران ۽ هندستان ۾ رهجي ويا هئا تن اڳتي هلي انهن نون علائقن ۾ اڏاوت ۽ رهڻي جي جوڙجڪ جو يوناني سرشتو عمل ۾ آندو ۽ پڻ صدين تائين ايران ۽ هندستان ۾ يوناني طرز وارا قلعا، ديوارون ۽ انهن جا نشان قائم رهيا. اتر پنجاب جي پڻ علائقن کان سواءِ خود ٽئڪسيلا ۾ به ٽن سئو سالن تائين يونانين جو ٺاهيل اهو عبادت گاهه قائم رهيو جنهن ۾ باهه جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. ان گرجا جا ٿنڀا يوناني طرز تي ٺهيل هئا ۽ عبادت گاهه جي مٿان بيهي سمورو ٽئڪسيلا شهر ڏسي سگهبو هو. سڪندر کان هڪ صدي پوءِ بئڪٽريا (يونان) جي ڪجهه پين بادشاهن ۽ انهن کانپوءِ خانه بدوش سٿين پڻ هن علائقي تي ڪاهون ڪيون ۽ يوناني تهذيب کي قائم رکندا آيا. مٿي ذڪر ڪيل گرجا به گهڻو ڪري بئڪٽرين يا سٿين ٺهرايو. سڪندر البت راولپنڊيءَ ويجهو يونانين جي بابا آدم ”زوس“ جو يادگار ٺهرايو هو جنهن جو نالو نشان به ڪو نه ٿو ملي.

راولپنڊيءَ کان جهلم تائين مفاصلو نه رڳو گهٽ ۾ سولو سڌو پڻ هو. سڪندر اڳ ۾ ئي پنهنجو هڪڙو قاصد راجا پورس ڏانهن روانو ڪيو ۽ کيس نياپو موڪليائين ته، ”سڪندر سان نديءَ واري محاذ تي اچي مل ۽ محصول ڏيڻ لاءِ تيار ٿي.“ پورس کيس جواب اماڻيو، ”مان توسان ملندس ضرور پر لڙائيءَ جي ميدان ۾ ۽ محصول منهنجون فوجون توکي لڙائيءَ ۾ اچي ڏينديون، جو ته سون وٽ ڏيڻ لاءِ اهو ئي محصول آهي.“ هڪ سئو ڏهن ميلن جو پنڌ ڪري سڪندر جهلم نديءَ جي ان ڏڪ وٽ اچي پهتو جتي اڄ ڪلهه هرنپور شهر آهي ۽ جتان سڪندر کان چوڏهن سئو ميل پوءِ محمود غزنوي پڻ لنگهيو. هينئر اتي برطانيه واري دور جي ٺهيل ريلوائي پل موجود آهي. سڪندر جي ساٿين، دوربينون لڳائڻ کانسواءِ ٽن ميلن جي مفاصلي تان ئي، جهلم نديءَ جي ڏاکڻي حصي ۾ بيٺل پورس جي سپاهه کي سڃاڻي ورتو. ان ۾ ٽيهه هزار پيادل، پنج هزار گهوڙيسوار ۽ ٻه سئو هاٿي شامل هئا. جيتوڻيڪ يوناني ليکڪ پورس جي فوجي طاقت کي وڌائي

لکيو آهي ته هڪڙي ڳالهه جنهن سان جنهن سکهجي ڏني ته ونس سڪندر جي پيٽ ۾ لشڪر کهڻ هو. پورس جا هاٿي ننهه سخت نها پيڻ هئا ۽ کين رکيو اشاري جي دير هئي ته دشمن تي چڙهت ڪن. نديءَ جي ٻن ميلن واري پيٽ جي هڪ پاسي سڪندر جا خيما کوڙيل ته ٻئي پاسي پورس سالس مقابلي لاءِ تيار بيٺو هو جون. جو مهينو هو ۽ نديءَ ۾ چاڙهه ايندو پئي ويو. سڪندر پنهنجن هاٿين کي پيڙهن ڏريعي ٻرڻين کپ ڏنين اڪارٿ لاءِ کهاٽ گهڙيا جو ته پالسيءَ جو ولڊڪ چاڙهه هن لاءِ مصيبت ٿي رهيو هو ۽ ٻي ڳالهه ته اهو ڪم سولو نه هو جو پيڙهن ۾ هاٿي ڏسي پورس جو لشڪر تير وسائڻ شروع ڪري سگهيو ٿي. راجا پورس ڦاندي ۾ هو، جو ته سندس حالت بچاءَ واري هئي ۽ اهڙي سلسي حالت ۾ رکيو سڪندر ٿي پنهنجي انڪل ۽ حرفت سان کيس مٺاري ميداني سگهيو. بعد ۾ جيڪا جهلم واري لڙائي لڳي، تنهن جو لمو سوين سال پوءِ جڏهن نيپولين بوناپارٽ کي پڙهي پڌايو ويو ته سندس وات مان سڪندر جي ڪاريگريءَ جي زبردست واڪاڻ نڪتي.

سڪندر اعظم جي فوجن جا تنبو ڏسڻ شرط راجا پورس پنهنجي لشڪر سان ڪجهه جٿا نديءَ جي مٿين حصي ڏانهن موڪلا ۽ پاڻ هيٺين پاسي باقي لشڪر ولي مسيدوني تنبن کي سنهن سنهن ٿي بيٺو ته جيئن سڪندر کي ندي پار ڪرڻ جو وجهه نه ملي سگهي. "نديءَ جي ڪپ سان لڳولڳ راجا پورس جي هاٿين جو هلاچو ۽ رڙ پئي ٻني جنهنڪري ڪن ٿي ڏڏ" سڪندر سمجهي ويو ته هي هن تيزيءَ سان وهندڙ نديءَ کي پار ڪرڻ ۽ پنهنجا گهوڙا ۽ فوج پرپان بچائڻ جي ڪوشش سو ڪئي ته کيس ڦاندو نه ٿيندو جو ته گهوڙا، پورس جي مهريل هاٿين کي ڏسي، تهڻ شروع ڪندا ۽ پاڻيءَ جي وهڪري ۾ ٽپ ڏيڻ کان به نه ڪيپائيندا. هلي هن پنهنجو دماغ لڙائڻ ۽ انڪلون رٿڻ شروع ڪيون. نورا ڏينهن سانت سيٽ ۾ گذري ويا ۽ راجا پورس کي سمجهه ۾ ٿي نه آيو ته سڪندر سالس ويڙهه ڪرڻ لاءِ آيو آهي يا سامي ٿڻ لاءِ! جڏهن سڪندر اڳراڻي نه ٿو ڪري، ته پوءِ پورس کي ڪهڙو لاچار هو ته مٿس حملو ڪري! ڪجهه ڏينهن ۾ پوندڙ سانوڻ جي مينهن سڪندر اعظم جي ڪم کي وڌيڪ سولو ڪري ڇڏيو. هلي هن ڇا ڪيو جو پيڙهن ۽ سپاهين ذريعي روزانو ڪجهه سپاهي نديءَ ڏانهن موڪلي ڇڏيندو هو ته جيئن پورس سمجهي ته جاڻ مٿس حملو ٿيو پر سپاهين کي تاڪيد ڪيائين ته نديءَ ۾ اترو اڳتي نه وڃن جو راجا پورس جي تيرن جو بک بڻجي وڃن. انهن فوجي جٿن کي سڪندر گهڻو ڪري، رات جي اونداهه ۾ پيڙهن وسيلي نديءَ جي پيٽ ۾ موڪليندو هو. اهي جٿا، پنهنجي سرواڻ جي هدايتن موجب درياهه اندر پهچي اهڙو ته هل مچائيندا هئا جو سندن آواز سرٺين ڪپ تي کوڙيل پورس جي تنبن تائين پهچندو هو ۽ راجا پورس پنهنجي فوج کي تنبن مان ڪڍي، درياهه جو ڪپ اچي جهليندو هو. پر هفتن تائين سڪندر جا فوجي، اها راند رچائي پورس جي فوجن جي ننڊ حرام ڪندا رهيا ۽ هوڏانهن سڪندر پاڻ نديءَ جو ڪپ وٺي، ڪنهن اهڙي جاءِ جي ڳولها ۾ رڌل رهيو جتان نديءَ جو پيٽ ويڪرو نه هجي ۽ پرپان پهچڻ ۾ کيس دير نه لڳي. پهچي ٽڪرين جي الهندي پاسي، لوڻ جي ڪلين هٿان سنگل ديو ملائي وٽ جهلم ندي فقط اڌ ميل ڪن ويڪري هئي ۽ اها ڏاڍي تيزيءَ سان وهندڙ هئي. سڪندر کي اهو ڪس سولو ڏسڻ ۾ آيو جو ته ڪناري تي اترا ته گهاٽا وڻ هئا جو هو ٻنا ڪنهن رنڊڪ جي پنهنجي چال ۾ سوگهارو ٿي سگهيو ٿي. جيتوڻيڪ اهو هنڌ سندس فوجي ڇانوڻي کان سترهن ميلن جي مفاصلي تي هو، هن پنهنجي لشڪر ۾ اِن اهي الواهه اڏاڻي ڇڏيائين ته ساوڻ جي برساتين ۽ نديءَ جي تيز وهڪري سبب جهلم کي پار ڪرڻ ڏکيو ڪم ٿي پيو آهي تنهنڪري ايندڙ سرءَ جي موسم ۾ جنگ جوٽبي. مسيدوني فوجن پراهي ڦرڦوٽ پئي ته کليل آسمان هيٺان ڇهه ست مهينا ڪٽڻ گهري سگهيا جيتوڻيڪ ڪاڌي پيتي لاءِ سڪندر هر هنڌان سال سيڙي گڏ ڪيو هو. سال جو گودام به هن اهڙو ته ظاهر ظهور ٺهرايو جو راجا پورس جا محافظ سولائيءَ سان اکين ڏسي ٿي سگهيا. پورس جڏهن ڏٺو ته، "سار سڪندر وٽ ته ڪئين مهينن جو راشن آهي." تنهنڪري پنيلجي ويو ۽ پاڻاڻين ته هو اڃا به ڊيگهه ڪندو ۽ جيسين پاڻي نه لٿو تيسين لڙائي ڪونه ڇيڙيندو. دشمن کي نفسياتي مار ڏيڻ جو هي طريقو سڪندر اعظم دجله نديءَ لڳ گاڪميلا واري لڙائيءَ ۾ به ڪاميابيءَ سان ڪتب آڻي چڪو هو. پوءِ هفتا گذري ويا ۽ راجا پورس سونجهاري ۾ پئجي ويو. پنجاب جي گهاٽي اونداهيءَ واري خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لاءِ

سڪندر روز رات جو فوجن هٿان گوڙ ڪرائي، پورس جو ننڊ ئي خراب ڪري ڇڏيو. اوندهہ سبب رڳو آواز ڪي اڳتي وڌندي ٻڌي راجا پورس هاٿين ۽ فوج کي تنبن مان ڪڍي، نديءَ جي ڪپ تي آڻي بيهاريندو هو ۽ جوابي حملي لاءِ تياريون ڪندو هو. پر جڏهن خبر پوندي هئس تہ يوناني فوج ٿهي ئي ڪونہ تہ سخت حيران ۽ وائڙو ٿي ويندو هو. جيئن ئي مقدوني فوجي رڙ ڪندا هئا، ”علا لا لا لائي.“ پورس پنهنجن هاٿين ۽ سپاهہ کي اڳيرو ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندو هو. اهو چڱو جو هاٿي، انهن ڪلاڪن جي ننڊ مان ڄاڳي ٿا وڃن نہ تہ هيترا ڏينهن آسري ۾ بيٺل جانور جي چتو ئي پوي ها تہ سندس ئي لشڪر ۾ پاڪر ڪٽو مچي وڃي ها. باقي پورس جا ساٿهو ويچارا سوڪي پيا هئا. نيٺ ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ راجا پورس ۽ سندس محافظ سمجهي ويا تہ اهي رڳو بکهڙ واربون داڻهون آهن تنهنڪري هنن فيصلو ڪيو تہ اڳتي سڪندر جي شرارتن تي هران پران پٺ نہ ٻتوڙيندا. وڏي ڳالهہ تہ هنن سڪندر جي فوجن وٽ ڪاڏي ٻتي جي مال جو ايڏو وڏو ذخيرو ڏٺو هو جو کين پڪ ٿي تہ مقدوني سانوڻ جي مند ۾ نديءَ جي ڇال ماريندڙ ڇولين سبب اڳڀرائي نہ ڪري سگهندا. نيٺ مطمئن ٿي پورس جي فوجن وڃي پنهنجا تنبو وسايا ۽ آرام سان راتيون گذارڻ شروع ڪيائون.

سڪندر ماٺ ڪري ويهي رهي ها تہ اها ٻي ڳالهہ هئي. هرنپور ۾ کوڙيل سندس فوجي تنبن کان سترهن ميل مٿيرو منگل ديو لڳ کيس سندس دل گهريو رستو هٿ اچي ويو هو ۽ نديءَ جي ڪپ سان گهاٽا وڻ هئڻ سبب اهو هيڪاري کيس وڻيو جو پورس جي ماڻهن کان اک بچائي هو ڪجهہ فوجن سوڌو پريان اڪري ٽپي سگهيو. هن موٽي اچي ڪجهہ ساٿي پاڻ سان کنيا ۽ رات جي اوندهہ ۾ اتان ندي ٽپي ويو. پورس جي فوجن کي پيٽ ئي ڪانہ پئي ۽ جيسين ڪو وڃي کين خبر ڏئي ها تيسين ظاهر آهي تہ سڪندر اڪري ويٺو هو. شاهي حملي واري رات هرنپور ۾ مکيہ فوجي ٽڪاڻي تي سڄ پارائي سڪندر، راجا پورس تي اهو اثر وڌو تہ حملہ آور هاٿي دائمي طرح اتي ئي ترسيل آهن. سڪندر جو وفادار ڪمانڊر ڪريٽيرس اتي فوجي اڳواڻي ڪري رهيو هو ۽ کيس هدايتون مليل هيون تہ هاٿين جي حملي وارين پنهنجي صورتن ۾ ان کي ڪيئن منهن ڏيڻو آهي.

”جيڪڏهن پورس ڊوڙي وڃي سڪندر جو اڳ جهلي تہ ڪريٽيرس يڪدم ندي پار ڪري، سامهون لڳل هندي فوج جي ڪئمپن تي حملو ڪري ڇڏيندو.“ راجا پورس کي جڏهن سڪندر جي پار پوڻ جي پروڙ پئي تہ هو سمورا هاٿي وٺي اوڏانهن روانو ٿي چڪو هو ۽ پٺي پاسي ڪريٽيرس پنهنجي فوج وٺي جڏهن ندي پار ڪري اتي پهتو تہ رڳو پورس جي ماڻهن سان کيس ويڙهہ ڪرڻي پئي. جيڪڏهن راجا پورس اتي ڪجهہ هاٿي بہ ڇڏي وڃي ها تہ مقدوني فوج سولائيءَ سان جهلم ندي کي پار نہ ڪري سگهي ها، ڇو تہ هاٿين کي ڏسي سندن واهون بتال ٿي وينديون هيون. منگل ديو لڳ سڪندر پهچي چڪو هو ۽ هرنپور تي ڪريٽيرس ڪاهہ ڪئي. وچ واري سترنهن ميلن جي علائقي ۾ پنج ڇهہ هزار فوج ٽن پاڙيتو ڪمانڊرن جي اڳواڻيءَ هيٺ پيڙين وسيلي اڳتي وڌڻ لڳي. انهيءَ فوج ۾ تير انداز، تلوار باز ۽ ڍالن وارا سوار شامل هئا. جتي پورس ڪمزور هو، اتي گهوڙيسوارن حملو ڪيو. انهن شاهي برگيڊن کي رڳو اهو ڪم سونپيل هو تہ اهي تير وسائيندا رهن. جڏهن تہ ٻين تير انداز ۽ تلوار بازن کان ئي مارو ڪندا پئي آيا. سڪندر اعظم پاڻ سان گڏ گهٽو ڪري چونڊ سپاهي، ذهين عملدار ۽ برگيڊيئر کنيا هئا جن ۾ ٽوليميءَ جي چوڻ موجب ٽوليمي پاڻ بہ هو ۽ پنهنجي سرواڻ سڪندر سان گڏ جنگ ۾ جنبيل رهيو. رات جي پٺ ۾ سمورا جنگي دستا، پيڙين ۽ ٻيڙين ذريعي نديءَ جي زوردار وهڪري کي چيريندا اڳتي وڌڻ لڳا. سڪندر جنهن رات ندي اڪريو، انجي پٺي ڏينهن سنجهند مهل، هو واپس موٽي رسد جو سمورو انتظام ڪري وڏو ڦيرو ڪاٽي اچي منگل ديو جي گهاٽي ٻيلي ۾ لڪو. هيٺر کيس ٻارهن هزار سپاهي ۽ پنج هزار گهوڙا سڀ نديءَ جي پريان پهچائڻا هئا. هو اڃا اهي سانباها ڪري رهيو هو تہ زبردست طوفان ۽ ڪنوڻ سان مينهن شروع ٿي ويو. وچ سڄي رات وراڪا ڏنا ۽ سڪندر مينهن بند ٿيڻ لاءِ واجهائيندو رهيو. نيٺ پرہ ڦٽيءَ کان ٿورو اڳ ڌاپر ٿي ۽ سڪندر پنهنجو ڪم شروع ڪيو. ڪٿي اونداهي نہ هئڻ سبب راجا پورس جي جاسوس جيئن کيس ڏسي ورتو ۽ سڌي ڊوڙ پاتائون راجا ڏانهن. سترهن ميلن جو مفاصلو پورو ڪري موٽڻ تائين ڏيڍ ڪلاڪ ٿي لڳو ايتري دير ۾ سڪندر پنهنجي فوج جو گهڻو حصو اڪاري ويو. جڏهن سڄ پنهنجو

موجهه رو پکيڙيو تڏهن سڪندر اهو ڏسي وائڙو ٿي ويو ته هو اجا تائين نديءَ جي وچ ۾ هو. ٻيو هيئن جو نديءَ ۾ زبردست چاڙهه ۽ اونداهيءَ سبب هن کي اها خبر ئي نه پئي ته نديءَ جي پٽ ۾ هڪڙو پٽ به لڪل هو ۽ غلطيءَ وچان هن پنهنجي لشڪر کي ٻئين ڪناري بدران انهيءَ پٽ تي ڪٺي ڪڍ ڪيو هو! هاڻي ته وڌيڪ ايترو وقت به نه هو ته پيهر ٻيڙيون درياهه ۾ لاهي، لشڪر کي ڪناري پهڙو ڪري سگهي. سڪندر ڏاڍي قوت ۽ حاضر دماغيءَ کان ڪم وٺندي پنهنجي فوج لاءِ هڪ مثال قائم ڪيو. هن جا ڪيو جو پنهنجي گهوڙي "بوسيفالا" تي چڙهي نديءَ جي زوردار وهڪري ۾ ٽپي پيو جيتوڻيڪ پاڻي سندس ڳلهن تائين هو! بوسيفالا کيس درياهه کان اڪرڻ لڳو ۽ پنهنجي اڳواڻ جي همت ڏسي، مقدوني لشڪر به ساڳي واٽ ورتي ۽ پنج ئي هزار گهوڙا پاڻيءَ ۾ لاٿا ويا. پيادا فوجي به جن جي ڇاتين سان لوهي ڍالون ٻڌل هيون ترندا ۽ لڙهندا لهندا پار پوندا رهيا ۽ گهڻا اجا پاڻيءَ منجهه ئي هئا.

هاڻي سڪندر ڏکي منزل ڪاڙهي چڪو هو. ڪناري پهڙو ٿيڻ شرط هو پنج هزار گهوڙيسوار وٺي اڳڀرو ٿيو. هن وڏي دليريءَ سان رٿابندي ڪئي. هوڏانهن راجا پورس به پنهنجا سڀ کان تکڙا گهوڙيسوار ۽ هٿيارن سان ڀريل گهوڙي گاڏيون اماڻي چڪو هو ته جيئن مقدوني فوجين جي ڪناري لهڻ کان اڳ ۾ ئي پهچي وڃن ۽ کين درياهه منجهه ئي ماري پورو ڪن پر انهيءَ ڪم ۾ ناڪامي سندس هارائڻ جو مکيه ڪارڻ بڻجي وئي. سڪندر جو لشڪر اڳ ۾ ئي ڪناري تي پهچي چڪو هو ۽ جيئن ئي پورس جا گهوڙيسوار ۽ گهوڙي گاڏيون سامهون آيا، سڪندر جي فوجن جي تيرن جو کاڄ بڻجندا ويا. جيڪڏهن راجا پورس پنهنجو سمورو لشڪر، هن ئي سوڌو وٺي اچي ها ته ان ۾ کيس دير لڳي ها ۽ ايتري دير ۾ سڪندر جا پيادا فوجي به درياهه اڪري چڪا هجن ها ۽ پنهنجي بادشاهه سان گڏ ويڙهه ۾ شريڪ ٿي وڃن ها. ٽولمي، جنهن جي دعويٰ آهي ته هو انهيءَ معرڪي مهل موجود هو، لکيو آهي ته راجا پورس جيڪو لشڪر اماڻيو تنهن ۾ ٻه هزار گهوڙا ۽ هڪ سئو ويهه گهوڙي گاڏيون هيون ۽ پنج هزار يوناني جنگجو گهوڙيسوارن آڏو اهي دٻ نه جهلي سگهيا. هڪ هڪ گهوڙي گاڏيءَ کي چار گهوڙا ڇڪي رهيا هئا. پر رات وارين مينهن سبب جيڪا گپ ٿي پئي هئي تنهن انهن جو سفر ڏاڍو ڏکيو ڪري وڌو. ڪن جو چوڻ آهي ته انهيءَ لشڪر جي اڳواڻي راجا پورس جو پٽ ڪري رهيو هو ۽ ڪي چون ٿا ته اڳواڻ پورس جو ڀاءُ هو جيڪو پڻ مقدوني فوجن جي تلوارن جو بک بڻجي مارجي ويو ۽ صحيح سياڻپ نه ڏئي سگهي. انهيءَ ڀرپور ويڙهه ۾ فتح ڪائڻ ۽ سڪندر جي گهوڙيسوارن ۽ يارهن هزار پيادن هٿيار بندن جا حوصلا وڌي ويا. هاڻي سڪندر راجا پورس ڏانهن وڌڻ لڳو جيڪو کانئس ڪيترن ميلن جي مفاصلي تي باقي فوج وٺيو بيٺو هو.

جيتوڻيڪ پورس جي حالت تمام سٺي نه هئي پر هو بنهه نااميد به ڪونه ٿيو. ڏينهن ٺهڻ شروع ٿيو هو ۽ پورس کي ٻن طرفن سنهن ڏيڻو هو. هڪ طرف ڪرنٽيرس ندي پار ڪري حملو ڪرڻ جي تاڙ ۾ هو، ته ٻئي پاسي سڪندر اڳ ۾ ئي ندي اڪري مقابلي لاءِ موڪليل پورس جي لشڪر کي ساري ماري پورو ڪري، خود پورس ڏانهن وڌي رهيو هو. هن فيصلو ڪيو ته ڀرپور سڪندر اعظم سان آمهون سامهون ٿيندو ۽ هو پاڻ سان فوج وٺي سڪندر جو رستو روڪڻ لاءِ سٽي وڌيو. هن جا ڪيو جو ڪجهه هاٿي ۽ لشڪر اتي ئي ڇڏيائين ته جيئن ڪرنٽيرس سامهون کان ندي پار ڪري حملو ڪرڻ لاءِ وڌي ته ساڻس مقابلو ڪن ۽ اڌ لشڪر وٺي پاڻ سڪندر سان مهاڏو ٿيڻ لاءِ وڌيو. پنهنجي فوج کي ٽن حصن ۾ ورهائي، راجا پورس فوجي رٿابنديءَ جي اها خطرناڪ غلطي ڪئي جنهن اڳتي هلي، کيس سڪندر اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

پورس جي گهوڙيسوار فوج جو چڱو حصو اڳ ۾ ئي مارجي چڪو هو ۽ سڪندر سان روبرو جنگ ۾ هڪڙي يوناني جي عيوض ٽي هندي گهوڙيسوار ٿي مئا. سڪندر جي تاريخ نويسن لکيو آهي:

"پورس جا ماڻهو به تلوارون ۽ هڪڙي ڍال کڻي ٿا وڙهن. سندن گهوڙن جي جسم تي يوناني گهوڙن وانگر بچاءُ لاءِ ڪا شئي ٻڌل نه هئي. گهوڙن جي سنهن ۽ نڪ تي چمڙي سان سيل پوڙا چڙهيل هوندا هئا ۽ انهن جا لغام لوهه يا برانز سان ٺهيل هئا. شاهوڪار ماڻهن جي گهوڙن جا لغام هاٿي ڏند (عاج) سان جڙيل هئا. ربن سان ٻڌل اهي لغام چنبيارا هئا ۽ ربن کي چڪ ڏيڻ

سان گهوڙو پنهنجي مالڪ جي اشاري کي سمجهي، ان رخ ڏانهن هلڻ لڳندو هو.“

يوناني تاريخ نويسن جو چوڻ آهي ته ڪنٽيرس سان مقابلي لاءِ چونڊيل فوج کان پوءِ به پورس پاڻ سان ٻه هزار پيادا وٺي ويڙهه لاءِ آيو هو. سڪندر جي پيادن تي انهن زبردست وار ڪيا، جتي پورس جو هڪ پيادو ڏسي منو، اتي سڪندر جي پنجن ماڻهن جو سر ڇني ويو. سڪندر جي گهٽي پاڳي پيادل فوج اڃا پيا ته ندي اڪرڻ ۾ رڌل هئي يا وري ڪنٽيرس جي اڳواڻيءَ ۾ چڙهيل هئي. اڃا به سنڌس ست بٽالينس پويان هيون. هندستاني فوج جا تيرانداز به وڏي ڪاريگري ۽ ڪمال وارا هئا:

”سنڌن ڪمان ماڻهوءَ جي قد جيڏي هئي. تير اڇلائڻ مهل ڪمان کي پٽ تي ٻيهاري هو پنهنجي کاٻي لت جي زور سان ڪمان جي تارکي پوئتي ڇڪي تير ڇڏيندا هئا. سنڌن تير چار فوٽ ڊگها هئا جيڪي ڪيتري به مضبوط ڍال سان لنگهي پار ٿي ويندا هئا. پنهنجي کاٻي هٿ ۾ هو چمڙي سان ڍڪيل ڊگهي ۽ سوڙهي ڍال کڻي هلندا هئا.

ٻيا تلوار باز هئا جن جون ترارون ساڍا چار فوٽ ڊگهيون هيون. هو ٻنهي هٿن سان ترار هلندا هئا ته جيئن زورائتو ۽ اثرائتو ڌڪ لڳي سگهي. ترار هٿن سان نڪري وڃڻ واري حالت ۾ هو، هٿن ۽ ڪن سان وڙهڻ کان لهرائيندا هئا. سڪندر جي ڍال بردار فوج جي ڀيٽ ۾ پورس وٽ ماڻهو تمام ٿورا هئا. سڪندر سان مقابلي مهل درياهه جو ڪپ ڇڏي پورس جڏهن وارياسي ميدان ۾ پهتو ته هن پنهنجي لشڪر جي ورهاست سٺي نموني ڪئي. پيادن کان پنجاهه سئو فوٽ اڳيان هاٿي هئا جن سان هر هڪ جي پٺيءَ تي چار فوجي ويٺل هئا. اهي هاٿي هڪڙي مضبوط ديوار ٺاهي اڳيان وڌي رهيا هئا. ٽوليمي جو چوڻ هو ته هاٿي ٻه سئو هئا، اعتبار جوڳو نٿو لڳي ڇاڪاڻ ته جنهن نموني اهي وڌي رهيا هئا ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ٻه سئو هاٿي، ٻن کان ٽن ميلن تائين ڊگهي ديوار ٺهي پئي سگهيا. پيادن کي هاٿين پويان هلڻ جو حڪم هو ۽ گهوڙي سوار ۽ گهوڙي گاڏين وارا هاٿين جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي کان وڌندا رهيا. نغارن وارا سريلي وڄت ۾ جنگ جو ڍنڍورو ڏيندا پئي آيا ۽ اها موسيقي هاٿين کي وڌيڪ مست ڪندي پئي رهي. ”هٿيار بند ماڻهن جي هڪڙي ڊگهي ديوار ۾ اهي هاٿي گنبذ وانگر ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا.“ راجا پورس سڀني کان پڌرو نظر پئي آيو. هو هڪڙي شاندار Cuirass ۽ سوني هندستاني جبو پهريل هو؛ سنڌس وارن کي مٿي تي گنڍ لڳل هئي جيڪو انوقت جو رواج هو ۽ مشيدونين کي سنڌس قد ستن فوٽن کان به وڌيڪ ڏسڻ ۾ آيو.

هوڏانهن سڪندر پڻ پهر فوجي جوڙجڪ ڪري رهيو هو. سنڌس پيادا گهٽي پاڳي مارجي ويا هئا ۽ ٿورا دستا هئڻ ڪري کيس وڏي ذهانت واري رٿابندي کان ڪم وٺڻو پيو. هن اهو فيصلو ڪيو ته هاٿين جي قطار ۾ ڪاهي پاڻ کي جوکي ۾ وجهڻ بدران کاٻي پاسي کان ايندڙ گهوڙيسوارن تي حملو ڪيو وڃي. سڪندر خود تير هلائيندڙن جي اڳواڻي ڪئي ۽ هفنسٽن ۽ پرڊيڪاس کي چيائين ته اهي ٻه پلٽڻون وٺي انهيءَ رخ تي حملو ڪري ڇڏين. باقي بچيل ٻن پلٽڻن کي سامهون پيهڻ جو حڪم ڏنائين جنهنجي اڳواڻي ڪوئنس ڪري رهيو هو، جيڪو سڪندر جو وڏي اعتماد وارو سپهه سالار هو. ڪوئنس سنڌس حڪمن تي سختيءَ سان عمل ڪرائيندڙ هو. جڏهن سڪندر گهوڙيسوار ۽ تيرانداز وٺي هندستاني فوج جي کاٻي پاسي تي وار ڪرڻ لاءِ وڌيو ته هن وري ساڄي پاسي تي پوئين پاسي کان حملو ڪرڻ جي سٽ سٽي. اهو جوکم وارو فيصلو هو ڇاڪاڻ ته پورس جو سڄو ڌيان کاٻي طرف سڪندر اعظم ۽ انجي لشڪر تي هوندو پيا هو سموري طاقت سڪندر بادشاهه کي مارڻ لاءِ کاٻي طرف ڪتب آڻيندو. پويان ساڄي طرف آئون سنڌس فوج ۾ ڦاڪوڙو وجهي سگهندس. هن ڏورو صبر ڪيو ۽ جڏهن پورس واقعي سڪندر ڏانهن سنهن ڪيو ته ڪوئنس پويان گهيرو ڪري هندستاني فوج تي زبردست وار ڪيا ۽ ڍال وارن سپاهين کي هاٿين جي سنهن ۾ ڏيئي ڇڏيائين. راجا پورس جو سڄو ڌيان سڪندر ڏانهن هو ۽ هن پنهنجو پورو زور سڪندر خلاف ويڙهه ۾ لڳائي ڇڏيو. سنڌس ذهن ۾ ڪوئنس جو خيال ني نه هو جنهن پويان ڦري ساڄي پاسي حملا ڪئي ۽ هندستاني لشڪر ۾ ڦاڪوڙو وجهي ڇڏيو. پورس جا سپاهي منجهي پيا ۽ مونجهاري ۾ خود پنهنجن ئي هاٿين هيڏان ڇڙجي مرڻ لڳا. مٿان ڪوئنس جي تير هلائيندڙن جي پلٽڻ سنڌن حوصلا خطا ڪيا. انهيءَ مونجهاري ۾ پورس جا پوئتي هٽندڙ گهوڙيسوار، سڪندر جي پيادل فوج جو پڪ ڏيندا ويا. ڍال وارن ٽن هزار فوجين،

پنهنجن ترارن سان هاٿين جون سنڍون ۽ چنگهون وڍڻ شروع ڪري ڇڏيون. سڪندر ڪين اڳ ۾ هاٿين جي ڪمزورين کان واقف ڪري ڇڏيو هو. سونڍ ۽ چنگهه وڍجڻ سبب پنجاه هاٿي ته ٺوري دير ۾ بيڪار ٿي ويهي پيا. پيا هاٿي اهڙا ڇتا ۽ مست ٿيا جو پيچ پچان ۾ ڪين پنهنجي ۽ پرائي جو اونو ٿي نه رهيو. يونانين لکيو آهي ته "ڪيترا هاٿين جنهن نموني سپاهين کي سونڍن ۾ کڻي پٽ سان ڏئي هنيو، انهيءَ نظاري کي ڏسي اسانجا ڏيل ڏسي ڏڪيا. جڏهن هاٿي ٻوڙي ٻوڙي ٿڪا ۽ سندن مٿيون سنجهي پيون ته پوءِ هڪ هڪ وک پوئتي کڻڻ لڳا. جن هاٿين جي سونڊ سلامت هئي تن ميهموٽ وڄائي آپ ڏسي ڀڄڻو. جڏهن ڪو هاٿي سيٽي بند ڏئو ڪري ته پنهنجي سونڊ کي زمين تي لاڙي، وڏي دپاءَ سان پنهنجي ڪلين سان هوا ڏئو ڪيڏي."

هوڏانهن ڪرنٽرس پڻ لشڪر سوڌو ندي پار ڪري رهيو هو ۽ نديءَ جي مٿين حصي کان پاڙيتو فوج به ميدان ڏانهن وڌڻ لڳي. هاٿين ۾ ٽاڪوڙو پنجي وڃڻ ڪري، پورس جي لشڪر ۾ مايوسي پيدا ٿي ۽ راجا پورس پجاڙيءَ تائين هٿيار ڦٽا ڪرڻ لاءِ تيار ڏسڻ ۾ نه آيو. هو پاڻ وڏي بهادريءَ سان ويڙهه ۾ شامل هو ۽ رکيو ان وقت پنهنجي هاٿيءَ کي پوئتي هٽڻ لاءِ اشارو ڪيائين جڏهن هڪڙو تير سندس ساڄي ڪلهي ۾ اچي کپيو.

سڪندراعظم، هنجي طاقت ۽ سورهيائيءَ کي ڏسيو ۽ حڪم ڏنائين ته پورس کي مارڻ بدران ڪيس بچايو وڃي. هن يڪدم راجا امڀيءَ کي روانو ته وڃي پورس کي سنهنجو نياپو ڏيڻي مون ڏانهن وٺي آءُ. جڏهن راجا پورس پنهنجي پراڻي ويري راجا امڀيءَ کي ايندي ڏٺو ته هاٿيءَ جي واڳ ورائي تلوار سان مٿس حملو ڪيائين پر امڀي پنهنجو سر بچائي وڃڻ ۾ ڪامياب ويو. سڪندر هاڻي راجا پورس جي لشڪر سان هڪڙيل سندس ئي هڪڙي قيديءَ کي اماليو ته وڃي راجا سان ڳالهائي. انهيءَ قيديءَ هٿان سڪندر جو سنهو پڄڻ ڪانپوءِ راجا پورس ڳالهه ٻولهه تي راضي ٿيو ۽ هاٿيءَ تان لهڻ لڳو. ان مهل راجا ڏاڍو اڃايل هو. سندس هاٿيءَ بابت تاريخ نويس لکيو آهي، "اهو سيني هاٿين کان وڏي ڊيل ڊول وارو هو ۽ پنهنجي مالڪ جي وڏي هوشياريءَ ۽ ذهانت سان پرگهور ٿي لڌائين. جڏهن پورس پاڻ وڙهي رهيو هو ته هاٿي نه حملو ڪندڙن تي جلهون ٿي ڪيون ۽ جنهن مهل ڏٺائين ته تير لڳڻ سبب سندس بادشاهه ڦٽجي پيو آهي تڏهن آهستي آهستي پنهنجا اڳيان گوڏا پٽ تي کوڙي پنهنجي سونڊ ورائي، ان سان پنهنجي مالڪ جي بت مان تير ڪڍي ڦٽو ڪيائين."

جڏهن راجا پورس سڪندر سان منهان منهن ٿيڻ لاءِ وڌيو ته سڪندر پاڻ به ڪجهه ساڻين سوڌو اڳڀرو هلي اچي پنهنجي شاهي دشمن سان مليو. انهيءَ واقعي کان ڪئين صديون پوءِ فارسيءَ ۾ ڪنهن هيءَ داستاني نظم لکي: "سڪندرا منهنجا شاهي مهمان، اسان پنهي جي ماڻهن کي هن لڙائيءَ پچي پور ڪري وڌو آهي. انساني سيجالو جهنگلي جانورن جو کاڄ ٿي ويو آهي. گهوڙا پنهنجن ڌڻين سان گهوڙن کي لتاڙي رهيا آهن. پر اسين ٻئي سورما آهيون، ڏاڍا سورهيه ۽ جوان جماڻ ... شاهي خاندان ۽ وڏي عقل وارا، پوءِ ماڻهن جو ڪوس ڇو پيا ڪريون؟ سپاهيءَ جي پجاڙي رکيو ڪوس ڇو آهي؟ باميڏي جهيڙي فساد کانپوءِ سندس جيئڻ به ڪهڙو؟"

جڏهن راجا پورس ويجهو آيو ته سڪندر ڏٺو ته هو وڏي قد وارو ۽ سنهو هو. هڪڙو ترجمو ڪندڙ، جيڪو پنهي جي ٻولي سمجهندو هو، تنهن کي موڪلي سڪندر، راجا پورس کان پڇا ڪئي ته ساڻس ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي. "بادشاهه جهڙو" هن ورائيو ۽ سڪندر جي دل کٽي ورتائين. سڪندر نه رکيو ڪيس پنهنجو تخت موٽائي ڏنو پر اڳتي جيڪي به هزار وستيون ۽ ست قبيلا پنهنجي قبضي ۾ آندائين تن کي به راجا پورس جي حڪومت جو حصو بڻائي ڇڏيائين.

**شڪست جو ايڏو وڏو انعام** - سڪندر اهو ان ڪري به ضروري سمجهيو ته پنجاب جي ڪمزور ۽ طاقتور بادشاهن وچ ۾ سياسي توازن قائم ٿي سگهي.

**پر هندستاني تاريخي ماهر، انهيءَ ڳالهه کي مڃڻ لاءِ بنهه تيار ناهن. انهن جو دليل اهي ته راجا پورس کي ايترو اعزاز، سڪندر اعظم ائين ڪي نه ڏنو هوندو. پورس ڪيس جهلم واري جنگ ۾ ماري ڇڏيو هوندو ۽ پورس جي شڪست وارو قصو اولهه جي تاريخ نويسن جو گهڙيل آهي.**

بهرطور هن لڙائي ۾ سڪندر کي پنهنجو سڀ کان پيارو ۽

وفادار دوست وڃائي ويو، سندس گهوڙو "بوسيفالا". سڪندر جڏهن ندي اڪري آيو هو ۽ پورس جا گهوڙيسوار کيس روڪڻ لاءِ وڌيا هئا، تڏهن ان ويڙهه ۾ بوسيفالا کي ڏاڍيون ضربون لڳيون هيون ۽ ڪجهه ڪلاڪن اندر ئي اهو مري ويو. ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته گهوڙو ڦٽيو نه هو. هن جو چوڻ هو ته گهڻو پوڙهو ٿي وڃڻ سبب بوسيفالا جي عمر پوري ٿي وئي هئي. سڪندر کي گهوڙو مرڻ جو ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ انکي وڏي شان سان دفنائي ته سگهيو ٿي. هن جهلم نديءَ جي پنهي ڪپن تي ٻه نوان شهر ٻڌا جن سان هڪڙي جو نالو پنهنجي گهوڙي جي ياد ۾ بوسيفالا رکيائين ۽ ٻئي جو نڪائيا يعني فتح جو شهر. گهوڙي کي باقاعدي دفنايو ويو ۽ دفنائڻ کان اڳ جنازي جو جلوس سڪندر جي اڳواڻيءَ ۾ گهوڙي جي قبر تائين پهتو هليو. صدين جي سيلابن ۾ اهو هنڌ لڙهي ويو ۽ اڄ انجا پار پتا به ملڻ مشڪل آهن.

بوسيفالا جو ناماچار آسانيءَ سان ختم ٿيڻ جوڳو نه هو. سڪندر جي پونيرن بلخ کان وٺي مصر تائين انهيءَ گهوڙي جا گيت ڳاتا آهن. سڪندر کانپوءِ سيليوڪس جي حاڪم پنهنجن چانديءَ جي سڪن تي انهيءَ گهوڙي جي چترڪاري ڪرائي. ٽوليميءَ جي جڏهن مصر ۾ بادشاهي هئي ته ان دور جا به ٽانو ۽ تختيون هٿ آيون آهن جن تي سڱن واري بوسيفالا جا نقش چٽيل آهن. ڪجهه تاريخ ويسن بعد ۾ لکيو ته انوئيءَ گهوڙي کي پنهنجا سڱ نه هئا پر انکي سون سان ٺهيل سڱ پارايا ويا هئا. انهيءَ گهوڙي کي هر دور جي ڏند ڪٿائن ۾ مان ڏنو ويو. اڍائي سئو سالن کانپوءِ روم اندر جوليئس سيزر جو بوتو لڳايو ويو ۽ ان ۾ جنهن گهوڙي تي کيس ويٺل ڏيکاريو ويو ته انجا سهانڊا به بوسيفالا جهڙا هئا. انهيءَ کان به هڪ هزار سال پوءِ جڏهن مارڪوپولو، سفر ڪندي بلخ پهتو ته بدخشان جي حاڪمن جي ڪهاڻين کيس موهي وڌو. هنن کيس ٻڌايو ته

وٽن بوسيفالا جي نسل جو گهوڙو هو جنهن کي سٿي تي هڪ سڱ به هو. شاهي خاندان جي اندروني ويڙهه ۾ اهو گهوڙو به مارجي ويو ۽ ان کانپوءِ سندس نسل ئي ختم ٿي ويو. جهلم واري جنگ جو هيرو بوسيفالا صديون تائين سڪندر جي نالي سان گڏ قصن ۽ ڪهاڻين ۾ جيئرو رهيو.

بهرحال، جهلم فتح ڪرڻ ۽ بوسيفالا جي نالي شهر ٻڌڻ کانپوءِ، سڪندر اعظم سورج ديوتا جي نالي ٻل چاڙهيو. هيئنر هن جنهن ديوتا لاءِ ٻل چاڙهيو هو تنهن سان سندس ارادن جي به پروڙ پئجي سگهي ٿي: هن اڀرندي ڏانهن ڪاهه ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. اڀرندو، جتان سورج ديوتا اڀري ٿو. ماڻهن کيس ٻڌايو ته هندستان ۾ اونهاري جو مينهن ڪيئن وسندو آهي. هندستان جي خزانن ۽ سونين مهرن بابت ٻڌي سندس لشڪر جي وات ۾ پاڻي ٿي آيو.

(هلندڙ)

"جيڪو ماڻهو پئسي خاطر شادي ڪري ٿو، ان کي گهٽ ۾ گهٽ اها خبر آهي ته هن شادي ڇو ڪئي" (گابريل لائوب)



# اڳي ايئن هياس

**فضل احمد بچاڻي**

## يادداشتن جي اڻ ڇپيل ڪتاب تان ٽڪرا

... ١٩٤٤ع ڌاري ٻي مهاڀاري لڙائي هلندي سنڌ جو گورنر سر هگ ڊو ٽنڊي الهيار آيو، تہ هن وڏي ايراضي جي ٽنڊي شهر جا ڀاڳ جاڳي پيا. شهر جي آدمشماري ڪل پنج هزار ۽ ڏهن جهڙيون جايون هڪڙو پرائمري اسڪول ۽ هڪڙي اسپتال يا هڪڙو ميونسپل باغ ۽ هڪڙو انجنيئرنگ بنگلو باقي ٺيو خير. وڏي ڳالهہ هيءَ هئي جو گورنر ڪو ديسي ماڻهو نہ هو بلڪ انگريز صاحب بهادر هو، هئي انگريزي لباس پائيندڙن ۽ ولائتي بود باش رکندڙن کي ڏسي بہ اکيون سڪيون هيون، هي تہ اصل انگريز هو. پلا پڻسي شهر کي جي هار سينگار ڏيا تن جو ڪهڙو بيان ڪجي. حيدرآباد کان ميرپورخاص تائين پڪو پڪو رستو اڳ ئي تيار هو. اسڪول جي عمارت برابر اڳ ئي شان واري هئي ان موقعي تي ان کي نئون جوڀن مليو ويو ۽ هي جا اڄ اسسٽنٽ ڪمشنر جي آفيس ڏسو ٿا سا اڳ اسپتال هئي پر ٽئي حصا ڪجي ۽ هڪ حصو بہ جهڙو تهڙو پڪو تنهن کي چند ڏينهن ۾ (ڇڻ رات وڇ ۾) هڪ عاليشان بلڊنگ بڻايو ويو، جو گورنر صاحب بهادر کي ان جو بہ معائنو ڪرڻو هو، تڏهين صاحب لوڪن جي اچڻ تي ڳاڙهي حلواڻ جي ڪپڙي جو ڪارپيٽ وڇائڻ فرض اولين هو. سو سون ڏٺو تہ هٺوڪي نصرپور ناڪي ڪانوٽي اسپتال تائين وڇايو هنائون، پيا بہ شهر کي گهٽائي رنگ رچي ڇڏيائون.

سچ پڇو تہ شهر سان گڏ ڀاڳ سون گناهگار جو بہ کليو جو صاحب کي ”وار فنڊ“ جو جيڪو نذرانو پيش ڪرڻو هو تنهن جي ٿيلهي هنجي هٿ ۾ ڏيڻ جي رسم مونکي ادا ڪرڻي هئي. سو سون لاءِ نوان ڪپڙا ٺها. ايلپاڪي جو ڪوٽ ۽ مخمل جي ٽوپي ٺهي ۽ نئون چاڪي وارو بوٽ ورتو ويو. ڪيترا ڏينهن ريهرسل ڪرائي وئي تہ صاحب کي ڪيئن هٿ ملائبو ڪيئن ٿيلهي ڏبي ۽ سوالن جا جواب ڪيئن پيش ڪبا، وغيره. گورنر صاحب اسڪول ۾ هيڊ ماستر [illegible] ڪرسيءَ تي اچي ويٺو، [illegible] ان وقت جي دستور موجب ڇوڪرن ڪورس جي صورت ۾ گيت پيش ڪيو ۽ زريءَ جو هار وڌو پوءِ سون اٺي اها نونن سان پريل زربفت جي ٿيلهي پيش ڪئي. هن هٿ ملايو تنهن جي ڪرسي تہ مونکي گرمائي ڇڏيو پر اڃا پيو پر تڏهن آيس جڏهن هن مونکان سنڌي ٻوليءَ ۾ سوال ڪيا. ڏهن يارهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي پياري ٻوليءَ بابت ڪنهن قسم جي ڪمتري يا برتري جي احساس کان عاري هوس پر انگريز حاڪم جي برتريءَ جو دلين تي جو ڌاڪو هو سو هن جي واتان پنهنجي مٺڙي ٻولي ٻڌي سرهوڻ قدرتي ڳالهہ هئي. پوءِ ڏٺم تہ صاحب پين ديسي شخصيتن سان بہ سنڌيءَ ۾ ئي ڳالهايو تہ هو بہ ئي ٽڙيا ۽ گد گد ٿيا. ٻوليءَ سان عشق ۽ عقيدت ڪا ازلي فطرت آهي. اهڙا ايڏو شعور ڇاڻ نہ هئم تہ هن ديس ۾ جيڪو بہ بديسي آيو ٿي تنهن پهريون ڪم هتي ٻولي سکڻ جو ئي ڪيو ۽ تڏهن ٻوليءَ سان تعصب ڪونہ هو. وري تڏهين جي ماڻهن جي سادگي ڏسو جو جتي مونکي ڏسندا چوندا پيلي هي ڇوڪر بہ ڀاڳن وارو آهي گورنر سان ــ سو بہ انگريز گورنر سان ــ هٿ بہ ملايو اٿس ۽ ڳالهايو بہ اٿس. هڪڙو اشراف حاجي گل حسن سونارو تہ مونکي جتي ملندو وڏي اچي منهنجو هٿ وٺي چمندو ۽ اکين تي رکندو تہ يار هي هٿ گوري گورنر سان مليل آهي ـ! ڪهڙا نہ سادا ماڻهو هئا منهنجي ديس جا ـ! والد صاحب پنهنجي حيثيت جي حساب سان گورنر سان توڙ تائين گڏ ئي هليو تہ مونکي بہ ساڳي قربت جو اعزاز مليو، مون سڀ رنگ ڏٺا جن جو تفصيل لکڻ ڪو ضروري ڪونهي پر هڪڙو واقعو اهڙو بہ ٿيو جنهن ۾ وڏو سبق آهي. آءٌ اهو واقعو چٽو ياد نہ رکي سگهيو هوس پر سائين محترم ولي محمد طاهر زادي، جو ان وقت اسڪول ۾ ماستر ۽ اسڪائوٽ جو انچارج هو (هن وقت سنڌي ادبي بورڊ ۾ آهي) مونکي ورجائي پڙهايو تہ ياد

ڪري ڇڏيم.

ٻيو هينئن جو اسڪول واري تقريب دوران گورنر صاحب پنهنجو ٽوپلو لاهي رکيو ته مختيارڪار (حبيب الله خان) ڏاڍي نئڙت سان اهو کڻي پنهنجي هٿ ۾ جهليو، تنهن بعد ڪليڪٽر (هاڻي ڊپٽي ڪمشنر سڏيون) به پنهنجو ٽوپلو لاهي هن جي هٿ ۾ ڏنو هن اهو به ولي ڇڻ اکين تي رکيو تنهن بعد هڪ ٻي آفيسر به هن کي ساڳي خدمت جو اعزاز بخشيو. هاڻي مختيارڪار صاحب اهي ٽي ٽوپلا ڏاڍي عقيدت ۽ احترام سان کنيو ويو جو شايد قرآن پاڪ به ايتري ادب سان نه کنيو هجيس. جڏهن گورنر اسڪول جي معائني لاءِ ٿيو ته ٽوپلي لاءِ هٿ وڌايائين، ميان حبيب الله انهن سان هڪ ٽوپلو هن کي پيش ڪيو جو گورنر به ٻنان ڏسڻ جي ڪٺي مٿي تي رکيو جڏهن ته سندس نه پر ڪليڪٽر (الاڊارام مير چنداڻي) جو هو ڪليڪٽر کي به تڪڙ ۾ گورنر وارو ٽوپلو هٿ ۾ ڏنو ويو، ٽوپلو ڏسي هو دهلجي ويو ته هي ته گورنر صاحب بهادر جو ٽوپلو! هاڻي مسئلو هي ٿيو ته، پنهنجو ٽوپلو گورنر جي مٿي تان ڪيئن لهرائجي؟ گورنر جو ٽوپلو وري پاڻ ڪيئن پائيو؟ ستان گورنر ائين سمجهي ته مٿس مذاق ڪري ڪيس پنهنجي ڏسي "نوڪر" جو ٽوپلو پارايو ويو آهي؟ گورنر ٽوپلو پايو پيو هلي ته ڪليڪٽر ٻنان ٽوپلي مٿي اگهاڙو ڪيئن هلي؟ گورنر جو ٽوپلو پنهنجي مٿي تي وري ڪيئن رکيو؟ ڇا گورنر کي خود سندس غلطي جو احساس ڏيارڻ سان هو ڪاوڙ ڪو نه ٿيندو؟ ۽ اها ڳالهه هن جي ڪرڙ جو

سبب نه ٿيندي؟ ڪيترا نه سوال هئا! ڪن پل ۾ ذري ڳالهه وڏي ڳالهه ٿي پئي! مختيارڪار جو ته ساهه ٿي سڪي ويو هو پر ڪليڪٽر جي بدحواسي ڏسڻ وٽان هئي! دور غلامي جون اهي نزاڪتون نئين نسل کي عجيب لڳنديون پر انهن صاحبن کي عجب نه ٿيندو جن اهو اوچ نيچ وارو سمون ڏٺو آهي.

بس حالت اها ٿي جو گورنر ڏاڍي بي نيازي سان ڪليڪٽر وارو ٽوپلو پايو اسڪول جو معائنو ڪندو هليو ۽ ڪليڪٽر صاحب سندس ٽوپلو هٿ ۾ کنيو مٿي اگهاڙو ساهه منجهيل ڪڏهن هن کي ڪوني وانگر پيو ڏسي ته ڪڏهن مختيارڪار تي پلي، وانگر اکيون پيو ڦوٽاري... قصو ڊگهو ٿي ويو، اتي نٽ به وري انگريز ٿي ڪم آيو. ڪليڪٽر ڪجهه هوش کان ڪم وٺي گورنر جي اي. ڊي. سي کي معاملو سمجهايو (جو پڻ انگريز هو) جنهن گورنر کي آهستگي سان ڪجهه سمجهايو، گورنر ٿورو مرڪيو ۽ ڪليڪٽر وارو ٽوپلو مٿي تان لاهي ڏنائين - ائين ٽوپلا بدليا ۽ عزت رهجي آئي سڀ خير ٿي ويو! ڏسجي پيو ته اعليٰ ادنيٰ بالا دست ۽ زيردست وارو رنگ اڄ به اهوئي آهي پر شايد اڳي کان وڌيڪ الوسناڪ. تنهن ڪانسواءِ ٽوپي پٽڪي جي عزت ڪو عزت وارو ئي سمجهندو پر هتي ڳالهه حاڪم ۽ محڪوم جي هئي...

... ... ...

... برابر دنيا ڏاڍي ترقي ڪري وئي آهي ۽ وڃي ٿي جنهن تائين رسي آهي ۽ اسين نه ڏاڍي ترقي ڪري ويا آهيون ۽ جنهن کان ڪو ٻيروني هٿ هوندا سين پر ٿنين پيڙهيءَ جا جوان يقين

ڪندا ته هن شهر ۾ هڪ ڏاڍو سهڻو جانورن جو باغ (Zoo) به هو. اهو باغ موجوده ڪيپٽل سنيما جي مقطعه دار سيٺ قيمت راءِ ڪشميريءَ جي بنگلي ۾ هو ۽ سنيما سان شامل بلڊنگ واري عاليشان باغ ۾ ٺهيل هو، پڃرن جون چوديوارون پڪين سرن سان ٺهيل ۽ چارپون ۽ ڇيڻون به سڀ سنڌائتيون ڊزائنن سان انهن ۾ جڙيل جن جهڙا نشان اڄ به اوهانکي حيدرآباد جي مکياڻي ۽ کياني بلڊنگن ۾ ملندا. وڏا حيوان رکڻ سيٺ اي وس کان به ٻاهر هو ۽ حڪومت جي اجازت به نه هئي، باقي سڀيا جانور پولڙن هرڻن توڙي سيهڙن سوڌا انهن ۾ موجود هئا، شام جو مقرر وقت تي باغ جو در کلندو هو ۽ ماڻهو کي اڪيلا ڪي ٻارڙن کي ساڻ ڪري توڙي هندن جون زالون اچي باغ جو سير به ڪندا ۽ جانورن کي به ڏسندا، توڙي اتي هڪ آدم قد وڏي شاهي مورتي هڪ اڌ اگهاڙي عورت جي هڪ شاندار فوهاري جي وچ ۾ لڳل هئي. ڪي شوقين وري اتي بيهي ڏسندا ... آهه ده وا سان چوندس ته هيدرآباد واري اچرڪي جانورن جي باغ ۾ اهي بندوبست اها صفائي سٿرائي ۽ جانورن جي اها رکيا اصل ڪانهي جا هن هوندي اهل شهر ٿنڊي الهيار جي هن ننڍي باغ ۾ هئي... اهو مکي قيمت راءِ ڪشميري ڏاڍو سهڻو، ڏاڍي نزاڪت ۽ شان وارو ۽ ڏاڍي منيا ۽ سرهادا وارو اشراف هندو سيٺ هو، سچ پڇو ته مهڙو صفائي سٿرائي وارو ماڻهو مون ڪڏهن نه ڏٺو. توڙي انهيءَ "پراڻي ساڻي" ۾ سائين تي هڪ باقاعده پرنٽنگ پريس تي هتي مرهم نگر ۾ جنهن مان هڪ اخبار

"ننڍو الهيلار گزٽ" جي نالي سان ۽ هڪ رسالو "خوبصورت دنيا" باقاعدي نڪرندا هئا. پريس جو نالو هو "سري ڪرشنا پرنٽنگ پريس" ۽ مالڪ هوس ڀڳوانداس. آءٌ ان پريس ۾ ويندو هوس ۽ پنهنجي نالي جي هڪ ننڍي ڇپائي هئم، ساڍن ٽن روپين ۾ ڏهه ڪاپيون ڇپجي مليون هئم سو به نالو انگريزي ٽوڙي سنڌي پنهي ٻولين ۾ ڇپيل تاري ۽ ڪجهه جي وٺن سميت! هي جو اڄڪلهه جتي ڪٿي نيون سائن بورڊ ڏسو ٿا، سو سڀ پهرين هن پريس جي در تي ڏٺو هو. يعني هڪ ڪاٺ جي پيٽي ان جي پنهي پاسن رنگين شيشا ۽ انهن تي هڪ طرف سنڌي ۽ هڪ طرف انگريزيءَ ۾ پريس جو نالو ۽ اندر بلب ٻرندڙ... ورهاڱو ٿيو ۽ هندو ويا ته پريس بند ٿي وئي پوءِ 1952ع ۾ حاجي محمد صادق ميمڻ مرحوم "الهلال" جي نالي سان ۽ رئيس گل حسن خان لنڊ مرحوم "تاج پاڪستان" نالي سان پريسون لڳايون ۽ هڪ ٻن مان وارن هفتيوار ڇپجي سائيز اخبارون ڪڍيون ۽ هي جو محترم عبدالڪريم سعدي صاحب هن وقت هلال پاڪستان ۾ آهي سو پهرين تاج پاڪستان ۽ پوءِ الهلال جو ايڊيٽر ٿيو ۽ سچ پڇو ته اخبارون ٽوڙي پريسون هليون به هن اشراف جي دم قدم سان، هي صاحب هتان اٿيو ته سندس ڪو بدل اڄ تائين پيدا نه ٿي سگهيو... ۽ جو اڄ تصويري ميمڻ ۽ پاتولي ڀائٽين ۾ سياسي نزاع هليو ته هي اخبارون ڏينهن، ٻن ۽ سرونس جو ڪم ڏين لڳيون، هڪڙانهن ٻن ٽولين اخبار "اعلان" ڪڍي هوڙانهن

الهلال سينو ساهي بيٺي، وچ ۾ مرحوم محمد عرس صوفيءَ جي ليٿو اخبار انجيڪشن به نڪري آئي. اخبارن جي ته سرڪيوليشن واه جي وڏي (هڪ آنو قيمت هئي) ۽ سائين ڪي به واه جو رونشو ٿي آيو اشرافن جي ڏاڙهي پٽ ٿي، ڪانگ ڪي لڙ ۾ مزو، نيٺ هيئن ٿيو جو انهن ڪيرن جو ته ڪجهه ڪونه بگڙيو پر هتي صحافت جي سرموتي ڌوبي هميشه لاءِ ڪاوڙجي وئي جا اڃا نه سرتي آهي، تڏهن هڪ ڪارسرپٽ به ساڏي نالي اخبار ڪڍندو هو........ خيرهي هڪ دڪدانڪ وارتا آهي پڌ جي نه پڌائش جي، هالي جو جيئن پوءِ تيئن ترقي ڪندا نا ويجهون ته هن وقت هتي نه ڪا اخبار آهي نه ڪو نشر اشاعت جو سلسلو نه ڪي اهي قربانيون ڪهڙيون، نه اهي سياسي، سماجي، علمي، ادبي سرگرميون، مطلب ته ڪجهه مڙني زياده ترقي ڪري ويا آهيون.........اڳي هتي ڪيترا ڪتاب گهر هئا، لائبريريون هيون ۽ بوڪ اسٽال هئا هاڻي فقط ڪاريءَ وار ڪڪ آهن!

... ... ...

...... ڀلا جي ڪو ڀنگي جمعدار پساليشاهي ويهي عطر ۽ سينٽ جو ڪاروبار ڪري ته اوهين ڇا چوندا؟ اهوني نه ته، ڇا ڀنگي ڇا عطر؟ برابر ڪوڙوني ڪونه ٿو لڳي پر سائين هتي سنهنجي شهر ۾ ڪولڙ ڀنگي پنهنجي ڪرت ڇڏي ڪوڙو خان عطر فروش بڻجي ويو ۽ ڏاڍي شان مان سان سرڻ ڪهڙيءَ تائين اهوني ڪاروبار ڪندو رهيو. همراه جو نڪ نقشو ۽ قد بت اڳ ٿي برابر شان وارو هو سٺان جو نازڪ نفيس سٺن قميص ۽ ان تي زريءَ جي

صدري پاتي سٺي ٿي اوچي طري وارو سلمل جو ڪلف ڏنل پٽڪو پڌي شاهي لڳن ڪٿي هلندو هو ته اڻ واقف ڪي سچ پچ ڪو وڏو چوڌري صاحب يا گهٽ ۾ گهٽ رٽائرڊ صوبيدار ته ضرور پئبو هو. ڪهڙي گنديءَ جي لفاست ۽ صفائي به هن جي هڪ مثال هئي، تهڙوني وري گفتگو ۽ ميل ملاقات ۾ ڏاڍو نيازمند نهٺو ۽ نمرتا وارو اهڙو جو پهرين ملاقات ۾ اوپڻو ماڻهوءَ ڪسي پنهنجي منڊ ۾ منڍي ڇڏيندو. انهيءَ ٿي خوش خلقي ۽ ميٺاج واري زبان ٽوڙي صفائي سٺاني سبب عطر ۽ سينٽ جو ڌنڌو به جام هلندو هوس، شئي به عمدي ۽ نج رکندو هو ۽ ڳالهه به کري ڪندو جنهن سبب سڀني جو يار هو. سائين سٺن شاه راشدي جي اسپتال جي سامهون هن جو دائمي ڏيرو هو جتي عطر ۽ سينٽ جي خوشبوءِ به واسو ڪريو بيٺي هوندي هئي ته هن جي چشڪيدار گفتگو سبب پاڙي جي دوڪاندارن جا منهن به پيا ٽهڪندا هئا، نه هنس زال نه ٻار، شام ٿيندي ته عطر جي پيٽي پنهنجي حجام پاڙي واري ڪوٺڙيءَ ۾ رکي وري وهنجي سهنجي لاٽ ٿي لڳن ڪٿي شهر جي سير تي نڪرندو ۽ ڪلندو ڪلائيندو رات جو موٽي ايندو...

... ... ...

ورهاڱي کان اڳ هتي هندن ۽ مسلمانن ۾ جا ميٺ محبت، پائيندي ۽ سهڪار هو سو سچ پچ مثال هو، ڌرمن ڌرم جو هيڏو ويڇو هوندي به هنن ۾ جو پاڻيڻو هو سو هاڻي ڏيٺي پاڻ ۾ به ڪونهي. اسانجي پاڙي واري مسجد ۽ هنن جو ولو ٽڪاڻو "جڏ شري هنس نرواڻ" وارو ايترا هڪ ٻئي ۾ ويجها آهن جو وچان جا سوڙهي گهٽي آهي

تنهن سان به ننڍا ٻار به هڪ گڏو گڏ نه هلي سگهن ها سانجهي ٿيندي ته هيڏانهن نماز جون تياريون ته هوڏانهن ٻوڇا ٻاٽ ۽ ٻوارٽنا جون، هنن جا آواز مسجد ۾ ۽ اسانجا آواز نڪرلي ۾ صاف پيا پڌبا ـ پر مجال آهي جو ڪڏهن ڪو نزاع ڪڙو ٿيو هجي، جي ڪا ذري پرزي ٿي ته به هڪدم وڏا اچي وچ ۾ پوندا ۽ معاملو جٿ اٿين لٿو مٿي ٿي نبري ويندو جو جٿ هوني ڪونه... هندو ڳالهون مسجدونان لنگهنديون ته هڪدم روا مٿن تي ڪري نٿڙي ٻرڏم ضرور ڪنديون ۽ جي محرم ۾ ڪو تابوت، علم يا ذوالجناح لنگهيو ته به ايڏي تعظيم ڪنديون جهڙي جيڪر پنهنجي ڪنهن ديوتا جي ڪن... انهيءَ ئي نڪرلي جو وڏو پانو هر سال محرم ۾ ننڍيون ننڍيون خوبصورت رنگ برنگي جهنڊيون ٺاهي سائين حيدر شاه مرحوم واري پڙ ۾ علم جي قدمن ۾ اچي کوڙي ڇڏيندو ۽ ڪيترو وقت هٿ ٻڌيو سر نوڙايو علم جي آڏو بيٺو هوندو هو. اهو هن جو هر سال جو نيم هو ۽ ان جي خاص اجازت مليل هئس...

پاڪستان جي تحريڪ سچي اٿ ورهايل ننڍي کنڊ ۾ ته ١٩٢٠ع ڌاري آهستي پکڙي پر هن شهر جي ان پرسڪون ماحول تي انجا اثرات گهڻو دير سان پهتا جڏهن پاڪستان ٺهڻ جا چٽا امڪان ظاهر ٿي بيٺا تڏهن هتي پنهنجي جاتين هڪ ٻي کي شڪ شبهي جي اک سان ڏسڻ شروع ڪيو، جو ڪاٿ ته ١٩٣٥ع تائين ته هندو مسلم اتحاد جون ئي ڪوششون هلنديون رهيون، تنهن بعد ئي هتي جن سنگهه ۽ آريه سماج جي تحريڪن منهن ڪڍيو، جن سنگهه جو مکاني اڳواڻ ڊاڪٽر روچيرام هو ۽ آريه سماج وارن جو پڳڙومل نارائڻداس، سيٺ واڌومل ڪنير (ڪن وڏا هئڻ سبب ڪنير سڏيندا هئس) ۽ پانو جيرامداس به وڏا هندو اڳواڻ هئا...گانڌيءَ جيءَ جا حامي ”هندو مسلم ايڪتا زنده باد“ سڀاش چندر بوس جا حامي ”انقلاب زنده باد“ ڪانگريس جا حمايتي ”جئه ڀارت“ ۽ پاڪستان جا حامي ”پاڪستان زنده باد“ جا نعرا هڻندا وتندا هئا، طرح طرح جي جوت سي جلي، هتي مشهور گانڌي چونڪ ۾ (جو اڄ تائين گانڌي چونڪ ئي مشهور آهي) وڏا جلسا ٿيندا ڏٺاسين، ڪڏهن سروجني نائڊو ته ڪڏهن ليڊي بسنت، ڪڏهن جي. ايم. سيد ته ڪڏهن پير الاهي بخش مرحوم، تقريرن جي جوش جوهان ۽ نعرن سان آسمان سر تي کڻي ٿيندا هئا......

...ٻڌندا هئاسين ته جناح صاحب مسلم ليگ وارن کي چتائي ڇڏيو هو ته سنڌ نه ملي ته پاڪستان نه ملندو...... گڏيل هندوستان جون مرڪزي اسيمبلي جون چونڊون ڊسمبر ١٩٤٥ع ۾ ۽ صوبائي اسيمبلين جون ١٩٤٦ع جي بهار ۾ ٿيون تن دوران جي رنگ ڏٺاسين سي اڃا نه وسريا آهن نه وسرندا... پنڊت نهرو انهيءَ سلسلي ۾ هتي آيو هو جنهن جو ذڪر گذريل مهيني ۾ ڪيو اٿم. هتي جناب يوسف هارون مسلم ليگ طرفان ۽ جناب پير علي محمد راشدي آزاد اميدوار طور جا اليڪشن لڙي تنهن جو ڌڌڪو ۽ دهمان اهڙو ئي هو جهڙو ٻن ست هاٿين جي ويڙهه ۾ ٿيندو آهي، مسلم ليگي اميدوار جي حمايت ۾ ته علي ڳڙهه جا شاگرد به هتي چمبڙن تائين ڪاهي آيا هئا، اتي اڄ جو لڪا پتي سيٺ مائون چمبڙاني هوٽل ڪندو هو ۽ هي اچڪن شيرواني وارا ڇوڪرا اتي ويٺا اردو شعر پڙهائيندا هئا ۽ اشراڪ سيٺ محض قومي ۽ اسلامي جذبي تحت هنن کي پيو ملت ۾ چانهه پياريندو هو......

ڪيتريون ڳالهيون آهن ڪيتريون لکجن ڪيتريون نه لکي سگهجن......جهونڙا چون ٿا ان وقت ۾ يوسف هارون جا اٺ لک رپيا ۽ راشدي صاحب جهڙي اڪير منش جا به لک ڏيڍ ان اليڪشن ۾ خرچ ٿيا ـ!... فسادن ۾ هتي ماحول نه بگڙيو، هندو ته هتان ڏاڍي آرام ۽ سهنج سان واسطيدارن کان موڪلاڻي موڪلائي روانا ٿيا، البت مهاجرن جي پهچڻ وارا لڏ ۽ برابر افسوسناڪ هئا ۽ هتي هنن جي بهترين ۽ مثالي پذيرائي ٿي، مڪاني ماڻهن کين کڻي (اڄ تائين به) انصار نه سڏيو اٿن پر ايندڙ سان جو مٺو سلوڪ ڪيائون تنهن جا هي مهاجر پاڻ خود اڄ به قائل آهن...هي انقلاب هو يه تاريخ جو هڪ انوکو انقلاب! ڀلا ڪنهن کي خبر هئي ته صدين کان قائم ڏٻل هڪ سهڻو تهذيبي، تمدني ۽ لساني وايومنڊل هيئن جهٽ پٽ ۾ زير زبر ٿي ويندو؟ سنڌوءَ وارا گنگا جمنا جي پٽن ڏانهن ۽ گنگا جمنا وارا سنڌوءَ جي ميدانن ڏانهن ڊوڙون وجهندا؟ ڪي نظرياتي سرحدون قائم ٿينديون ۽ ڪي جيتاني سرحدون ميٽجڻ لڳنديون!...

مهاتما گانڌيءَ جو هتي مسلمانن ۾ به گهڻو احترام هو، هو هيتري سياسي هلچل جي باوجود هن هستيءَ کي گهٽ وڌ نه ڳالهائيندا هئا ... هي ڳالهه به ياد رکڻ جهڙي آهي ته هندو

هن سهري اڪثريت ۾ هئا تڏهن به مسلمان هر ميدان ۾ هنن تي هميشه غالب رهيا، ميونسپالٽي جو پريزيڊنٽ هندو هوندو هو ۽ وائيس پريزيڊنٽ مسلمان ۽ هلندي هلندي توڙي سياسي بالادستي وري به جيتري وائيس پريزيڊنٽ جي هوندي هئي ٿهلڙي پريزيڊنٽ جي نه هئي، البت واپار ۾ مسلمان انهي ۾ لوڻ برابر به نه هئا... هڪ ڀيري ڪٿو ڪوس جو هڪ اهڙو واقعو ٿيو جو هندن سڄا سارا ٿي ڏيڻهن هٿ ٺاڙ ڪئي ته مسلمانن ۾ جي " آٽي ون ۽ چاڙهيون ڏٽ ڏهاڙي سوسرا " جي دائمي تصوير هوندا هئا سي سورڳو دال ماني لاءِ حيران ٿي ويا، نه اٽو ملي نه لوڻ نه گيهه نه چانور چلهه ڪيئن ٻري؟ انهيءَ واقعي جو ڪرتا ڌرتا منهنجو چاچو مرحوم خانصاحب حاجي محمد هو، هن وري به آٽ ميڻ جي بدران پنهنجا ماڻهو ۽ پنهنجون گڏيون ۽ اٺن جون قطارون ٽنڊي آدم ۽ نصرپور موڪلي اتان گيهه جيترو سمنڊو

سامان گهرائي هتي (موجوده ڪمرشل بئنڪ وٽ) مسلمانن ۾ مفت ورهائڻ شروع ڪيو ته هوڏانهن به آخر واپاري هئا، اها سياسي ۽ اقتصادي شڪست کاڌائون ته هٿ ٺاڙ ختم ڪري ڇڏيائون... هندن جي لڏي وڃڻ بعد اهو تجارتي خال خوجن ۽ ڪاٺياواڙين ۽ پين هڪدم پر ڪري ڇڏيو...

... هندستان جي نامور ڪئني جادوگر هاسانند جا هتي ڪمال ڏٺا سين. ڀڳت ڪنور رام، ڀڳت جاڙا رام ۽ پين ڪيترن ڳائڻن جون هتي ڀڳت منڊليون ڏٺيونسين، ڪي ڳائيندي چونڪ ۾ ڪي راما پير ميدان تي، توڙي هر دلعزيز ڳائڻي ماستي جوڻي به هتي ور ور ڪيو ۽ راڳ جي محفل ڪئي، هوءَ چتن ڪونار جي پٽ جي شاديءَ تي ڪوٺائي وئي هئي... اهي ڪي ماڻهو ملڪ ملير جا هئا... شاه ۽ سچل ته هوئن ئي اسانڪان وڏيڪ هنن جا ديوتا هئا ... توڙي سياسي هلچل ۾ هتي آريه سماج ۽ جن سنگهه وارن

برابر ڦٽ ڪيون ڪيون، جوش ڏيارڻ وارا نعرا هڻندا ۽ نقلي تلوارون ڦيرائيندا وتندا هئا ۽ برابر جو جواب به ملند هون ۽ ڪڏهين غالب نه آيا پس سياسي ڦير جي ڦيري ۾ هئا سو ته اوس ڏٺو هو... هتي هڪڙو پيرسين نالي سينڌو چيڙ چيڙان ۽ اشتعال انگيزي ۾ سڀني کان ڪجهه وڌيڪ اڳرائي ڪندو ۽ ستي ڏيکاريندو هو سو هڪ ڀيري سونهاري نالي هڪڙي شيدي جي ور چڙهي ويو. هن ڀاهوڙي جو رواجي ڌڪ ٺوڪائي ڪيس ته همراه جي سڄي پيرسيني هوا ٿي وئي ۽ ڀڄي جند ڇڏايائين، اصل نالو چيڙ هوس پر هاڻي سڀني هٿ ڪري پاڻ تي پيرسين نالو رکي ڳائيندي چونڪ ۾ هڪ آريه سماج منڊلي ڪولي هندو جوانن کي تلوار بازي جي مشق پيو ڪرائيندو هو پر سونهاري شيدي وارو ڀاهوڙي جو ڌڪ به ڪڏهين نه وساريائين... خير پوءِ شوق ۾ سڀني پنڊتن کان آزاد ٿي ويا سين...

---

ڏليل ۽ منطق هيٺئين طبقي وارن ماڻهن جي شيءِ آهي. معزز ۽ سگهارا ماڻهو ان کانسواءِ به ڪم هلائي سگهن ٿا." (گابريل لائوب)



# شاعري:



## نقشا ته ڪوڙ سي




منهنجي عجيب عشق جا نقشا ته ڪوڙ سي!
اندن ڪي چنو ته ڳاج جي ڳج ڳج پڏي وڻن،
طوفان تيز ۽ تـه چـا، بـرسات ۽ پـريا،
ڪنهن ڪيت، آه، چاه ڪرامت ڪري ڪيا،
"ڏڪ ڏڪ" جي تار، تال تي هرڪو ڪهڙي ڪني،
اڄ عشق، عقل ٻـاٺ ۽ "استـاد" پرچندا،

سهڻن ۽ سونـهن، سونهن ۽ سونا ته ڪوڙ سي!
پوڙن منجهان نه وچ جـا تجلا ته ڪوڙ سي.
هـي پانت پانت ڏات جـا ڏيئا ته ڪوڙ سي.
هي واڪ، ويڙ، وقت تـي ايڪا ته ڪوڙ سي!
تـڙپـي، لـڇـي تباه ٿيا لمحا ته ڪوڙ سي.
جذبن ۽ جوش، هـوش جا جاوا ته ڪوڙ سي!

## دهڪا ته ڪو پڏي!

ڪنهن دردمند دل جا دهڪا تـه ڪو پڏي!
لازم نه آهي ڪنهنجي هرڪوڪ ڪوڪنائي،
سنئي ٻڪـي سڄـڻ ۽ سهـٺـي سا سيـر ۽،
عاشق جو لاش تڙپي، پنڪو نه ٿا ڪريو جي،
اوٺـر نـه ڏي اڻاري سوسر، ستان ڏسڙن ڏـڙ،
وه جـو وٺـو هٿن ۽، قـاتل اجـل اکين ۽،
بي واڳ، دؤر، دڳ تي، سنسار جي سواري،

پڪا نه تو سٺي جي، واڪا تـه ڪو پڏي!
ڪٽ ڪٽ، ڪڏهن ڪڏهن ڪاڪا ته ڪو پڏي.
ڪاچي، ڪچي ڏي سونهن جا سهڪا ته ڪو پڏي!
وهوا ته ڪجهه ڪريو جو وهوا ته ڪو پڏي!
ڏـي هيـر قول چيري چرڪا تـه ڪو پڏي!
سقراط جـا سچيتا گفتـا تـه ڪـو پـڏي.
"بي ڪره بخاري" فتوي تـه ڪو پڏي.

## پرچا ته ڪو پڙهي!

منهنجي سچيت سڪ جا پرچا ته ڪو پڙهي!
سونکي ڏيو سنڌيڙو، "سون" ۽ رکيو ٿي چاهي،
هي نقش سمجهو پنهنجا، هي رنگ سمجهو پنهنجا،
عنوان: جـان جانان، مضمون: گيت، گانـا،
سڀڪو سڄون ڏسيو ڏـو معنيٰ سڏي سلي،
چا لئي صليب ۽ آ عيسيٰ ڪـي ڪو سٺي،
هن جي حسين جادو، ڪهو ڪهيو، ڪهنيو ڪهٺو ۽،

ديدن جا ٻيت، دل جا دوها ته ڪو پڙهي!
ڪنهنجا جوان جيئرا جذبا ته ڪو پڙهي!
هي عڪس آرسيءَ ۽ پنهنجا ته ڪو پڙهي!
اونهو اڃي اندر جا الڪا تـه ڪو پڙهي!
هٺ هٺ حوال دل جا حاشا تـه ڪو پڙهي!
چا لطف ڪشمڪش ۽ سوسيٰ ته ڪو پڙهي!
استاد جي لڇڻ ۽ "چرچا" ته ڪو پڙهي!

---

## هيڏي حيرت جوڳي دنيا

**ناظم حڪمت**
**سنڌيڪار: ذوالفقار قاضي**

هيڏي حيرت جوڳي هيءَ دنيا!
هتي ماڻهو مرن ٿا ته
خيراتون ۽ مانيون ڏين
۽ جيئري ته هو بکايل آهن-

شهرن ۾ بيمار ماڻهو
بکايل بکهڙن جيان

پنڪي پنڪي ٽڪجن پيا
پانڊا ڪنڪ سان
ٻٽ ڪان چت تائين
پريا پيا آهن
۽
اهي تالن سان
بند ٿيا آهن

سشينون - ريشم جـو رستو اٿي
سکهن نيون
ڌرتيءَ ڪان سورج تائين
۽ ماڻهو ويچارا

انگ اگهاڙا آهن
پيرين اگهاڙا آهن.

هيڏي حيرت جوڳي هيءَ دنيا!
هتي- مچيون ڪافي ٻي سکهن
نيون
۽ ٻالڪ ويچارا ڪيـر نه پسي
ڪين سگهن
لفظن سان ڍؤ ڪرايو وڃي ٿو
انهن کي
۽ سؤر سدائيـن ست رچيون پيا
کائين



## غزل
تاجل بيوس

ڪيت ڪليل جو ڳوڙهو ناهي،
ڦاهيءَ وارو ڦوڙهو ناهي.

ڪيئن اچي ڪو دل وندرائي!
منهنجو گهر منهوڙو ناهي.

توتي موتي ڳالهه ختم آ،
ڪوبه نڪي جو ڪوڙو ناهي.

تنهنجي منهنجي وچ نڪتل،
ليڪو آهي، لوڙهو ناهي.

ويڙهي ويجهي، ملي نه سگهجي،
اهڙو ڪوبه وڇوڙو ناهي.

سپڪنهن جا سڌ پڌندو آهي،
شوم ٻلي چڻ، ڀوڙو ناهي.

صبح جو نڪتل شام ورائتو،
عشق اڃا ٿرو ڀوڙهو ناهي.

چڻ چو تنهنجي چاڙهي ۾ ڪو،
”وس“ کان ٻوءِ ولوڙو ناهي!

تنهنجي ليکي نڪجي هوندو،
جيون آ، ڪو گهوڙو ناهي.

تازو تازو شعر لکيو تم،
آليءَ جو روڙو ناهي.

چو اڄ تنهنجي ڪيت ۾ ”بيوس“
سڌرن جو ڪو اوڙو ناهي.

## غزل
اطهر منگي

توکي ڪهڙي پرک ته ماڻهو، ڪيئن حياتي گهاري ٿو!
آونده جي، نبڪالي لئه ڪيئن، لاٽ لهوءَ جي، ٻاري ٿو!

هونءَ ته جڳ ۾، هرڪو ماڻهو، جيئڻ لئه، جيئي ٿو پر،
اهڙو ڪو، ڪو، ماڻهو آ، جو، ڏک جا ڏونگر، ڏاري ٿو!

اهڙي رت اچي جو، گهر گهر، ڳوڙهن ڦٽن ۽ گل ٿڙن،
رات جو ماريل، ماڻهو ماڻهو، صبح جو ناڻءَ هڪاري ٿو!

بند گهٽين جو، سفر ناهي، منزل تي پهچائيندو،
روشنين جو راهي، پل پل، پنهنجي تند، تنواري ٿو!

تنهنجو، روپ سروپ انوکو، تنهنجي نيڻن ۾، نيراڻ،
تنهنجو، خوشبو خوشبو لهجو، اندر چنڊي، آجاري ٿو!

چپ چورڻ جي موسم جي نه، مناسب آ نه، من جو ماڻهو،
اکين جي ته، اشارن سان، سارا عڪس، اُڪاري ٿو!

ساه تي جڏهين، سوڙهه وڌي، ۽ من کي اوکي، پوسٽ ٿئي،
اطهر جاني، احساسن ۾، نوان رنگ، اُڀاري ٿو!

صفيم راهوجا
دادو

## ڳاٽ ــ لاٽ

سوچن جا
سپ سلسلا
بند ٿي،
جهڪا آهن
ڳيرو
ڳاٽ ڪٽو
لاٽ جلايو
رات ڪٽايو!

## غزل
عابد مظهر

ٻري ٻري ڪان سک جو ڪو ترورو آهي
جو منهنجي نظر کان اوجهل ڪڏهن ٿيو ناهي

همت ڪبو ۽ وڃايو نه حوصلو جلدي
ڏکن ڀڃيان ٿي ايندو سک جهو آهي ڏاهي

اڃو ته ماڳ رسڻ جي ڪري وٺون ڪوشش
ڪٿي جو ڪم آ ٻلي ڀيو ڀڃيان ڀڃيان ٻاهي

اوهان ته سونکي وساري ڇڏيو خدا جو قسم
توهانجو ناءُ ڪڏهن ٻي ته وسريو ناهي

رکڻ چاهيون ٿا تو سان ڪو نه ڪو اهين ناتو
جي دوستي نه سهي دشمني رکون چاهي

اسان ته سنڌ جي سڌ تي سپيئي ڀتاسين
رهيو جو ٻونتي سڄ اڄ سو ڪوڙهيو آهي.

# سورٺا

ستار

١- سانت هوا جهڙي، تارن ڪيئي اپ جون،
مون کي من موڙي، پرين پوئين رات جو-

٢- سرير سي سارون، ويٺي ويٺي واءُ ۾،
سارن جون ميارون، پهتيون رات پرهه جون-

٣- جهڙين جالي جيءَ، رهي قرب قريب جو،
پرين اوڏو ٿيءُ، گهوري دوري دوست جي-

٤- مون هن هرڪي ڇو نه، ڇهري تنهن جي ڪي ڏسي،
ڳولي پسندو ڪونه، تو جهڙو جڳ جهان ۾-

٥- پايل جي جهنڪار، اهتي مون کي واءُ سان،
منجهي ڪان ٿي سار، ڏاڍي سنهن جي من ڪي.

٦- آئين ڪي آئين، واهيو واءُ هڳاءُ سان،
ڳلي اچي لائين، تو ڪاڻ اڪنڊي من ڪي.

٧- واهيو آهي واءُ، ڪوليو وهنجي وار،
آيو مون کي ساءُ، ويٺي واءُ هڳاءُ جو.

# ديس جو گيت

عبدالحليم جوش

چنڊ ۾ جيئن چانڊاڻ ٿئي ٿي
گل ۾ جيئن سرهاڻ ٿئي ٿي
ڪڪرن ۾ آلاڻ ٿئي ٿي
ماڻهوءَ ۾ تيئن چاڻ ٿئي ٿي

سا ئي چاڻ صداقت آهي
سا ئي چاڻ محبت آهي
ڪمزورن جي قوت آهي
آزاديءَ جي نعمت آهي

سا نعمت ايمان به آهي
قدرت جو احسان به آهي
انسانن جو مان به آهي
پنهنجي ديس جو شان به آهي

آزادي الفت جو نالو
محنت جي عظمت جو نالو
هيڻن جي خدمت جو نالو
مشڪل ۾ همت جو نالو

جذبو جيسين من ۾ آهي
هلچل جيسين تن ۾ آهي
قسمت پنهنجي هٿن ۾ آهي
جنت ديس جي بن ۾ آهي
عزم و عمل جا ڏيا جلايون
ديس کي دنيا ۾ چمڪايون.

# وائي

لونگ شيخ

پهڪي پئي پڪرال الو ميان
ڳايو ڳايو هاڻ همرچو
اڄ پئي اهڙي ڳاج ٿئي جڻ پونءِ ايندا پونچال الو ميان
ڳايو ڳايو هاڻ همرچو
ڪيئن م ترايون تار ڪندو ڪهڙي مينهن مجال الو ميان
ڳايو ڳايو هاڻ همرچو
ڪڏجي سرتيون ڳيچ ڳائينديون نر ۾ وڄندا ٿال الو ميان
ڳايو ڳايو هاڻ همرچو
ڪينءَ مان ڪنپ لٿنديون لاڏيون لويون اوڍي لال الو ميان
ڳايو ڳايو هاڻ همرچو
پيوڙي پولڪا پهري جيڏيون اوريندون احوال الو ميان
ڳايو ڳايو هاڻ همرچو

# آزاد نظم

منظور ڪهڙو

منهنجو چاهه، چمن سان ناهه،
منهنجو پيار، گلن سان ناهه،
منهنجو ذوق، سرن سان ناهه،
پڪ ڄاڻ،
مان بدذوق به ناهيان!!!
منهنجو عشق، آ انسانن سان،
انگ اگهاڙن،
پيٽ بکايل،
روڊ تي رولو ٻارن سان!
مان چاهيان ٿو ڏسڻ،
انگ اگهاڙن،
پيٽ بکايل،
روڊ تي رلندڙ ٻارن کي،
ٿهڪ ڏيندي،
اسڪول ويندي —

## نظم
### قربان سنديلو

ڦٽني جون هوائون، نٽڏيون منڌيون،
نہ غالب ڏٺيون ۽ نہ ڪوئٽي ڏٺيون.

---

هي مڪليءَ منارا ۽ قبرون ڪئيون،
هي ڪينجهر ڪنارا ۽ چوليون سٺيون،
نہ غالب ڏٺيون ۽ نہ ڪوئٽي ڏٺيون.

---

ٻهرا ٻهار تي، ڪهاڙيون لٽيون،
نازڪ گلن سان، آهن جي جٺيون،
نہ غالب ڏٺيون ۽ نہ ڪوئٽي ڏٺيون.

## فلسطين جو اولاد
### خادم ٽالپر

هڪ معصوم ننڍڙيءَ پارڙيءَ
ماءُ جي ڳريل لاش کي.
معصوم حسرتن ۽ پيار سان.
ڏسندي، ڏڪندي چيو
امان! مونکي بک لڳي آ،
ڏاڍي گهڻي اڃ لڳي آ،
پنهنجي ڪرم ڪود ۾،
مونکي سمهاري ڇڏ پيار ”
...     ...     ...
ٽيستائين ڪو ڪتو
لاش کي چڪ وجهي
هٿ تي کولڻ لڳو.
...     ...     ...
معصومڙيءَ روئڻ لڳي.
هٿ تي لتاڙڻ لڳي.
دانهون ڪري ڦٿڪڻ لڳي،
سندس هڪ هڪ پڪار ۾
ظلم ڏاڍ ڪوڙ ڪان،
ڪئين ڪروڙين نفرتون
باه جي ڇيري مثل
چوطرف ڀڙڪڻ لڳيون
معصومڙي جي ڪيهہ ۾
ڪيئن عزم اولاد جا
انسان جي اولاد لئہ
ٻرڻ لڳا.

## غزل
### اياز گل

دل دل جو عذاب چاهي ٿو
من ڏاڍو خراب چاهي ٿو

من جو هرهڪ عمل ٻڌائي ٿو
مون کي هو بي حساب چاهي ٿو

پيار جي موٽ، پيار ڏي ٿون ٿي
هرڪو جذبو جواب چاهي ٿو

پياس آهي وري لڳي ڪنهجڻ
ذهن ڪوئون سراب چاهي ٿو

پنهنجي جيون- ڪتاب ۾ هرڪو
ڪوئي رنگين باب چاهي ٿو

مون کي لائي گناهہ جي رستي
هو ماڻهو ثواب چاهي ٿو

ڪير هٿ ٿو وڌائي ڪنڊن ڏي
دوست! هرڪو گلاب چاهي ٿو.

## آزاد نظم
### راهي چنا

دل ”بيروت“ جيان ٻيو
ٻاٽ اونداهي،
کهٽيءَ کهٽيءَ ۾ ٻارن جا
ڪڪڙٽ،
رستن تي رت جا ريلا،
مائرن جون خالي جهوليون
ماسهون ڦٿڪن پيا
انهن جا لخت جگر
ٽهڪن- امن- دشمن گن جا
ڪڙڪا،
۽ ماڻهون پڳڙن جيان پيا پچن
۽ هت ”امن“ جا ٺيڪيدار،
بند ڪمرن ۾ ڳالهيون ٻما،
امن ۽ سلامتيءَ جا رستا.
گول ”بدن“ جهڙين ميزن
سڙن
شراب جي نشي ۾ اونڌا ٿيل
سيورن جا هٿ خون سان
رڱيل
وات ۾ سڙل مرونءَ جي ڪپ
دل ”بيروت“ جيان ٻيو ٻوڙ
ٻاٽ اونداهي
کهٽيءَ کهٽيءَ ۾ ٻارن جا
ڪڪڙٽ
رستن تي رت جا ريلا،
چچريل- چيڀاڙيل وجود!
پنهن جي بقا جي واسطي
وڙهندا رهن لهو جي آخري
ڦڙي تائين.
زندگي تائين روشني تائين.



سجاد سنڌي

## غــزل

ســچ ڪــاري ميٺان ، ڪو لڪي سگــهندو.
بهادر ـ بــزدل اگهان ، ڪو جهڪي سگهندو.

روڙا ڪيڏاني ، چــو نـــم انڪانجن اڳ؛
مانــڌاڻ اڇــڻ وارو، ڪو روڪي ســگهندو.

ڪانٽر جـــو ڪڏهــن چـــا، رهيـو نانءُ آهي؛
جڳ ۾ نـــي جوڙو ، رڳــو جرڪي سگهندو.

ســـدا سچ سامهون، ڪوڙ ڪـــي پــلا چا؛
ڦوت ڪهڙي آهـــي ، جـــو بڪي سگهندو.

جنهن جـــذبو آهـــي، انسان پـــي اڏول آ؛
همت هـــارڻ وارو، آخـــر ڊرڪي سگهندو.

پيانيءَ ڪـــي پـــڪ، وڃهندو وچـــي جو؛
مور مـــالـــي مقصد ، ســـو نڪي سگهندو.

سچي رات سک جـــي، سڪايل نـــي سمهندو؛
بڪايل جي هوندو، تـــڏهن ڪرڪي سگهندو.

هنـــي ويندا ڏک جـــا، بـــادل جـــڏهن پي؛
ڪومايل وچي ڪو، تڏهن سـرڪي سگهندو.

انور شاھ

## آزاد نظم

چم چم ......
وئيشا ناچ،
ڪري پئي،
هوسي نظرون،
خوب تڪن ڏيون
مانگر سچ جيئن
گيڙڪائڻ خاطر
چم چم ......
وئيشا ناچ
ڪري پئي،
نوٽن جي برسات وسي پئي!
نوٽ وئيشا جي،
پيرن ۾
تڏجن، چهجن!
ائين لڳي ٿو،
پورهيت، جون آسون اميدون،
چهجن، چٿجن ٿيون !!

## واڻـــي

عبدالرحمان پيرزادو

ڪڪر ڪـــارونيـــار ٿيا
تـــي پئـــي منـــد ملهـــار
تڏهن تون ياد آئين.
پـــر ڏـــر بـــادل وسيـــا
گـــلـــن لاتـــي گـــلـــزار
تڏهن تون ياد آئين.
ســـچ ڪـــنـــي نڪتـــي
چـــوڙيـــا ڏڻ ڏنـــار
تڏهن تون ياد آئين.
سنهون موڙيون، شـــام ڏـــي
چـــڙن لاتـــي چـــونـــگار
تڏهن تون ياد آئين.
"شاھ" سنڌي ڪنهن بيت جي
پـــڏم جڏهـــن جهـــونـــگار
تڏهن تون ياد آئين.

وسيم سومرو

## وايون

تو ڪـــان رســـي رات ،
برتـــو مـــن برپات سان !
جيون جي جذبات ڪي،
کهور ڪري وئي گهات،
برتـــو مـــن برپات سان !
نيڻن جي برسات ڪـــي،
ڪندو نـه ڪڪر برسات،
بر تـــو من برپات سان !
هن چپ جي حالات ڪي،
ڪو، چنگ ڏيندو ڏات،
برتـــو مـــن برپات سان !

از ـ شبير "بيدار" پنو

## (بيروت جي پناهگاهن مـــان)

ڏور او ڏاڍو ڏور
ساگر جي هن پار او سائين !
گولين جي آواز اچي ـ
ء سون کي ٿو ائين لڳي
جڻ منهنجو ڏيهه جڻ پروڻ ٿئي
هت کهر کهر ۾
گهوٽ سري!
ماءُ رڙي!
جڻ منهنجو پاءُ!
ورٽي رات مري ـــ
۽ اڄ پئي پار ڪيدي ـــ
هت اڱڻ اڱڻ تي
ڪونپل جهڙو پار پيارو
سنگينن ساڻ مري ـ
رت بوندون بوندون
ٿي هيٺ ڪري ـ
جڻ منهنجو پهڙو!
منهنجي آڌو!
موت جي ڏو ور چڙهي
۽ منهنجو اندر اڪ ٿئي ـ

## اسد جمال پلي

# غزل

چو تو دور گذاريـن سائين ،
معذوريـن کـي ماريـن سائين .

—*—

ڪنڊون جيءَ وريون هن جاني ،
قول ڪڏهن تو پاريـن سائين .

—*—

تنهنجو ساٿي، تنهنجي مـن ۾ ،
ڪنهن لئـه دور ٻڪارين سائين .

—*—

الزامـن جـو چيهه نـه آهي ،
ڇو تـو پيٺا ڪاريـن سائين .

—*—

عشق جـا وعـدا پڙهندا ناهـن ،
ڪنهن جي راهـه نهاريـن سائين -

—*—

منهنجو تـن مـن بسمل آهـي ،
ڪنهن لئـه باهيون ٻاريـن سائين -

—*—

سيـر ۾ سالـي ٿيندو ساهـڙ ،
ڇـو تـو ٻـار اڪارين سائيـن-

—*—

جوش ۾ اڳ نـي آهـه جمال ،
وهتـر وار تـو واريـن سائيـن -

—*—

## ناز سهتو

# غزل

چوڌس ڪلاجي ڪانو جا ڪوٽ،
ڪنهن جي اڏيا، اسان ڍاهي ڇڏيا.
سچ جـا ساٿـي، سارا سوجهار ،
پنهنجا ٻهه پڙ ڪي، ڪيت جي گڏيا.
ڪيت امن جـا جڳ سچي لئـه ،
ٻڙا ڀوڳي، سنڌوا ڪويءَ لکيا.
ڌرتي سر تي آهي اسانجي سائين،
نينهن تنهنجا، ڪڏهن نه ڊڪيا ڇپيا.
ٻورهيت ٻگهر ريج ڏنـي تـو ،
لال لهوءَ جا ڪين ليڪا لٿيا -
ٻک بندوق جي گولي سيني ۾ ،
ڪويءَ ٻوءِ به ڪيت پريت جا لکيا.

## سائينداد ساند

# وائـي

خودڪي ڍاهي، توکي ڏ ميان،
مان تو چاهيان .
منهنجو ٽي وچ، تنهنجو آهيان،
مان تو چاهيان .
تنهنجيءَ هنج ۾، تارا لاهيان،
مان تو چاهيان .
تنهنجو ويري: تنهن تي ڪاهيان،
مان تو چاهيان .
سونهن سدائين، ٻيـو ساراهيان،
مان تو چاهيان .

## وزير منگي

# غـزل

ٻونٽي رهـجي ويـو آهيان
سارو وکرجـي ويــو آهيان

مـــايـوس نراس آمن سان
آءٌ تـــه جکڙجي ويو آهيان

جيجل چورو چئو ڪري ونـي
نهنگر نيپاڳـو سڌجي ويو آهيان

جيڪو سچن درد ڏيجي تـــو
آن ســـان رونجي ٻيو آهيان

تنهنجي ڪومـــل ڳيتـن ۾ آءٌ
چريو لـــڪجي ويــو آهيان

سڀ جـو قـدم منزل تـي آ
ٻنٽي رڪجـــي ويـو آهيان.

توکي سڏ جيون جـــو آهي
اهو ٻـول چئي ويـو آهيان.

جڏهن ملين تو تـــون ٻـر
تـڏهن سمجهي ويـو آهيان.

اڳ هئس خوشبوءِ جـــو ڪهر
ٻر هاڻي آجـڙجي ويو آهيان.

دل ۾ رکندڙ ٻـيـڙانـن سان
سچـــو ٻيڙهجي ويـــو آهيان

ڪنهن سڳنـڌ ڪـل جـــان،
آءٌ ٻـــه پنجي ويـــو آهيان

سهٽي ســـوچ لاءِ وزيـــر!
سپـــنو ٺجي ويـــو آهيان.



# گارشيا مارڪوئيز

## نوبل انعام ۱۹۸۲ع حاصل ڪيل اديب جو انٽرويو



ڪهاڻيون دنيا جي ٽيهه ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن. عالمي راءِ عامہ جي گهڻائي جو مطالبو هو تہ ڪنهن ٻئي جي بدران ادب جو نوبل انعام گارشيا کي ملڻ گهرجي. عام طرح سان سڄي دنيا جي ادبي حلقن ۾ نوبل انعام جي چونڊ وقت ٽرڙلو متل هوندو آهي. ان چونڊ تي رڳو نوبل ادب انعام ڪميٽي تي سوچ ويچار ۾ رڌل نہ هوندي





گارشيا مارڪوئيز

صبح جو سوير ننڍي سوئيڊن کان ٽيليفون ٿيو. گارشيا مارڪوئيس جي اکين ۾ اڃا ننڊ جا خمار هئا. ٻرنين ٻاسي کان ڪنهن کي چوندي ٻڌائين: "تو ادب ۾ نوبل انعام حاصل ڪري ورتو آهي."

هن سمجهيو ڪوئي ٺوڪ ٺٺول ٿيو ڪري، پر ٽيليفون واري چيو "انعام حاصل ڪرڻ لاءِ هن مهيني جي پڇاڙي ۾ انعام وٺڻ لاءِ توکي سوئيڊن اچڻو پوندو."

باقي شڪ شبها ان مهل ختم ٿي ويس، جڏهن صحافين جي فوج اچي سندس در ورتو. صحافي، ميڪسيڪو سٽي ۾ سندس گهر جو دروازو کڙڪائڻ لڳا. شهرت کان ٻري ڀڄندڙ هن ليکڪ کي ڪل اچي وئي.

"مون لاءِ خوشي جي وڏي ڳالهہ اها آهي، تہ نوبل انعام وري ڪڏهن نہ ملي سگهندو."

گارشيا مارڪوئيس، ڪولمبيا جو ٻهريون ۽ لاطيني آمريڪا جو چوٿون ماڻهو آهي، جنهن نوبل انعام حاصل ڪري، ادب جي ڪرانتي حلقي ۾ شامل ٿيو آهي. سوئيڊش اڪيڊمي، ناول لکندڙ ۽ مختصر افسانن جي خالق گارشيا مارڪوئيس کي انعام ڏيڻ واسطي هن جي ٻارهن افسانن جي چونڊ ڪئي. ۵۴ سالن جي مصنف گارشيا مارڪوئيس جو ناول "هڪ لانپ جا سئو سال" ڏاڍو مقبول ٿيو. ۱۹۶۷ع ۾ پهريون ڀيرو اهو ڪتاب شايع ٿيو، ۽ ٿن ڪنڊن ۾ گهٽي ۾ گهٽ وڪامجڻ وارو ڪتاب هو. هن جا ٻيا ڪتاب، نثر ۾ منظر نگاري، لطيف سماجي رهڻي، حقيقت ۽ تصور جي جادوگري جو ميلاپ اهڙا ڪنڊ آهن، جن هن عظيم اديب جي شهرت کي وڌائي ڇڏيو. ميڪسيڪو ۾ هڪ اديب ڪارلوس فيونٽس جي راءِ ۾ "مارڪوئيس سروانٽيس کان پوءِ اسپيني ٻوليءَ جي وڏي خدمت ڪئي آهي. هن اسان جي ٻولي ۽ ادب کي نئين حياتي ڏني آهي."

گارشيا مارڪوئيس جون



آهي، ۽ لاطيني آمريڪا، يورپ ۽ آمريڪا جا لکيا پڙهيل لکيل ماڻهو بہ مدد ڪندا آهن. مصنف جي وطن، مالوف ڪولمبيا ۾ هن جي شيدائن آسمان مٿي تي کڻي ڏنو تہ "گابو" کي نوبل انعام مليو آهي. هن سندس ڏيهہ واسي ان "عرف" سان سڏيندا آهن ميڪسيڪو سٽي جتي هي عظيم اديب رهيل آهي، اتان جي ٽيليويزن اسٽيشن ڏينهن جا ڏينهن، هن جي حياتي جي حالتن ۽ تخليق تي تبصرا ڪيا. فرانس ۾، جتي ۱۹۵۰ع واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري گارشيا مارڪوئيس صحافي جي حيثيت سان ڪجهہ سال

گذاريا هئا. اتان جو صدر متران هن عظيم ليکڪ جو زبردست مداح آهي. متران چيو ته ”مان پنهنجي دل جي گهراين مان دنيا جي هن عظيم مصنف ناول نگار کي سلام ڪريان ٿو، جنهن بني نوع انسان جي خيالن جي ترجماني ڪئي آهي“.

گارشيا مارڪوئيس، پاڻ به هن عزت افزائي تي فخر محسوس ڪري ٿو. نيوز ويڪ جي عيوضي جوزف هريس کي انٽرويو ڏيندي هن ڏاڍي خوشيءَ وچان چيو: ”مان ان حقيقت کي مڃان ٿو، گذريل ڏهن سالن ۾، مون اهڙي فرحت واري شام ڪڏهن نه گذاري آهي.“

ادب جي دنيا ۾ گارشيا جي لکڻ واري انداز کي ارجنٽائنا جي جادوئي حقيقت پسندي“ ڪوٺيو ويندو آهي. هن ٽيڪنڪ کي سڀ کان اڳ ارجنٽائنا جي ۸۳ سالن واري اديب جارج لوئي بورجيس پنهنجي داستان گوئي واري ڪهاڻين ۾ آندو هو. بور جين کي گذريل ڪيترن ئي سالن کان نوبل انعام جو حقدار سمجهيو ويئي ٿو. پر گارشيا مارڪوس ”جادوئي حقيقت پسندي“ جي فن کي هڪ وک اڳتي کڻي ويو آهي، ۽ ان ۾ لاطيني آمريڪي تاريخ جي زماني جي ظلم، ڏاڍ ۽ واقعن جو واڌارو ڪيو ويو آهي. آمريڪا ۽ يورپ جي گهڻن جديد ليکڪن جي ابتڙ گارشيا مارڪوئيس رهبانيت واري انداز ۾ ذهن جو مشاهدو نه ٿو ڪري- پر پنهنجي لکڻين ۾ سياست ۽ معاشري جي سڀني ڳالهين کي کڻي. مشاهدي ۽ چنڊ ڇاڻ جي چار ۾ قاسائي وجهي ٿو. جڏهن هو، وهم جي پارائي رفتار سان هڪ ئي انداز ۾ گذرندڙ وقت جي ڪڍ لڳيٿو،

۽ ڏسي ٿو، ته ڊپ ۽ هراس سبباڻ لکيا هارين جون ننڍون حرام آهن، تڏهن هي عظيم ليکڪ جهرندڙ معاشري ۾ مهذب ماڻهن جي اڻ حسي تي واويلا ڪري ٿو. هن جي خيالي ڪائنات ۾ آخري سوپ قسمت جي ٿئي ٿي، جو ته ڪوبه ماڻهو قسمت جي انڪلن ۽ ڏاڍ کان جند نه ٿو ڇڏائي سگهي. هن جي هڪڙي آمريڪي مترجم گريگوري رباسنا جو چوڻ آهي: ”گارشيا مارڪوئيس جي ڪنهن به افساني جي پڄاڻي، خوشيءَ واري نه ٿي ٿئي، پر حياتيءَ جي عڪاسي ڪندي، هو طنز، مزاح ۽ اڻ ڳڻين خوشين جا گل پنهنجي جهول ۾ گڏ ڪري ٿو وڃي.

گارشيا مارڪوئيس جون تخليقون عجيب چٽاڻ ۽ ڏوراهن نتيجن واريون آهن. انهن گهڻن سبب هن مصنف کي رانلڊي به گهڻي سلندي آهي. ڪجهه فلم ڪمپنين به گارشيا کي وڏيون آڇون ڪيون آهن. پر هن انهن کي قبولڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن کانئس سوال ڪيو ويو ته توهان پنهنجي ڪتاب ”هيڪلائي جا هڪ سئو سال“ کي فلمائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ته هن ورانيو.

”هيءَ اهڙو ڪتاب آهي، جنهن کي مان ادبي تخليق سمجهان ٿو.

منهنجي پڙهندڙن انهيءَ ڪتاب جي ڪردارن جو پنهنجي ذهن ۾ مخصوص تاثر پيدا ڪري ڇڏيو آهي. اسڪرين تي انهن ڪردارن کي اهڙي طرح پيش ڪيو ويندو، جو پڙهندڙن جي تصور کان بنهه نرالا هوندا. مان چاهيان ٿو، ته منهنجا پڙهندڙ انهن ڪردارن جي ڊؤل کي پنهنجي ذهن ۾ تخليق ڪن ۽ اها ئي ڳالهه هن ڪتاب جو خاص گڻ آهي، جنهن ڪري ان ۾ پوري حقيقت پسندي جو عنصر پيدا ٿي پيو آهي.“

گارشيا ماڪوئيس جي سوپ سبب ماڻهن جو ڌيان انهن لاطيني آمريڪا جي ليکڪن ڏانهن به ڇڪجي ويو آهي، جن جي تخليقن تي سياسي ڇاپ لڳل آهي. تازو غير ملڪي ناشرن، جن ليکڪن جي ڪتابن ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي آهي. انهن ۾ ”ماريو ورگاس، پيرو جو ”الموسا“ ۽ ارجنٽائن جو ”سينوپيوڪ“ شامل آهن. جيئن نوبل انعام حاصل ڪندڙ هن عظيم ليکڪ چيو آهي:

”منهنجو خيال آهي ته جنهن وقت مون کي نوبل انعام جو حقدار قرار ڏنو ويو هو. ان وقت ڏکڻ آمريڪا جي گذيل ادب کي نظر ۾ رکيو آهي ۽ مون کي انعام ڏني پين اديبن جي همت افزائي ڪئي آهي.“

انهن پيو لڳي ته سوئيڊن جي اڪيڊمي ڏکڻ آمريڪا جي اديبن ۾ گهڻ پاسائي سياسي شعور جي ساراهه ڪئي آهي. معروف قلمڪارن جي پٺ ۾ گارشيا مارڪوس کي انهي ڪري چونڊيو آهي جو هو غريبن ۽ هيٺن جو زبردست ترجمان آهي.“

گارشيا مارڪوس هڪ ڊگهي عرصي کان سياست جي بنيادي مقصدن جي پرچار ڪندو رهيو آهي. اها اهڙي ڳالهه آهي. جنهن سبب هن کي بڪ هئي، ته نوبل انعام واري چونڊ ڪاميٽي کيس نظر انداز ڪري ڇڏيندي. گذريل پن ڏهاڪن کان هو ڪيوبا جي انقلاب جو نه رڳو طرفدار رهيو، پر ان جي

حق ۾ زبردست پرچار به ڪندو رهيو آهي. هو صدر فيڊل ڪاسترو جو دل گهريو دوست آهي. گارشيا مارڪوس لاطيني آمريڪا ۾ ساڄي ڌر جي فوجي حڪومتن جي خلاف به کليءَ طرح تنقيد ڪندو رهيو آهي. ۱۹۷۵ع ۾ هن سچي جي آڌر قسم کنيو هيو، "جيستائين چليءَ جو ظالم حاڪم جنرل آگسٽو پنوچي اقتدار تان لهي نٿو وڃي، مان ناول لکڻ ڇڏي ڏيندس." ان کانپوءِ گارشيا ان وقت پنهنجو قسم ٽوڙيو، جڏهن گذريل سال هن جو ڪتاب "واقعا" شايع ٿيو هيو. جڏهن کانئس قسم ٽوڙڻ بابت پڇا ڪئي وئي، ته هن چيو:

"جڏهن مون قسم کنيو هو، ته ان وقت منهنجي خيال ۾ پنوچي ايڏي ڊگهي عرصي تائين اقتدار ۾ نه رهندو، جيترو هو رهيو آهي. جڏهن هن پنوچي جي آمريت ڊگهي ٿي وئي، ته مون محسوس ڪيو، ته قسم کڻي مون غلطي ڪئي آهي. ۽ منهنجي ان فيصلي سبب منهنجي بدران خود هن کي فائدو ٿي رهيو آهي. مون سوچيو، ته لکڻ جو جيڪو سياسي ملهه آهي، اهو نه لکڻ ۾ ڪونهي. سياسي لحاظ کان پيهر لکڻ ڀلو فيصلو آهي."

مصنف جي هاڻوڪي جلاوطنيءَ جو سبب به عملي سياست ۾ حصو وٺڻ آهي. جڏهن هن کان پڇيو ويو، ته ڇا جلاوطن ٿي زندگيءَ گذارڻ جو سندس لکڻين تي اثر پيو آهي؟ ته هن جواب ڏنو:

"منهنجيون لکڻيون ارتقا ۾ رهيون آهن. پر منهنجو خيال آهي، ته ان ترقيءَ جو سبب منهنجي جلاوطني ڪونهي. هڪ لحاظ کان، ته مان هميشه کان جلاوطنيءَ جي زندگي گذاريندو آيو آهيان. مان ۲۵ سالن تائين ڪولمبيا ۾ نه رهيس، پر مان پاڻ کي سياسي جلاوطن نٿو سمجهان. توهان ادبي جلاوطن چئي سگهو ٿا. مان موضوعن ۽ حقيقتن جي ڳولا ۾ هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي گهمندو رهندو آهيان، پر لاطيني آمريڪا جون حقيقتون ڄاڻڻ منهنجي لاءِ فطري ڳالهه آهي. جلاوطنيءَ مون کي ٻين ملڪن کي سمجهڻ جو موقعو ڏنو آهي ۽ اهڙي طرح منهنجي تخليقن کي ترقي حاصل ٿي آهي."

عملي سياست ۾ حصو وٺڻ سبب مارچ ۱۹۸۱ع ۾ گارشيا مارڪوس ڪولمبيا مان ڀڄي ٿي ميڪسيڪو پهتو. کيس ڊپ هو ته ڪولمبيا جي سيڪيورٽي فورس کيس گرفتار ڪرڻ چاهي ٿي. هن الزام لڳايو هيو، ته ماڻهو ڪوڙا ڪاغذ تيار ڪري منهنجو تعلق کاٻي ڌر جي گوريلا تحريڪ سان قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. جڏهن هن کان سوال ڪيو ويو، ته ڇهه مهينا اڳ ميڪسيڪو جي اخبارن اها رپورٽ ڏني هئي ته توکي قتل ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏنيون ويون آهن. ڇا اهو سچ آهي؟ ته هن جواب ڏنو:

"ڪولمبيا ۾ منهنجي حياتي خطري ۾ پئجي وئي هئي. سو ميڪسيڪو جي حڪومت سلامتي جو انتظام ڪري ڇڏيو. مون انهن جا ٿورا مڃيا. حفاظتي ڪوشش ڪرڻ کان سواءِ منهنجو جيئرو رهڻ اوکو ٿي ويو هو. مان جتي به ويندو هوس، ڇهه سپاهي منهنجي پهري تي هوندا هئا. خوش قسمتيءَ سان انهن ئي ڏينهن ۾ ڪولمبيا ۾ سرڪار بدلجي وئي هئي. پوءِ مون ميڪسيڪو جي حڪومت کي ٻڌائي ڇڏيو، ته هاڻي مون کي پهريدار سپاهين جي ضرورت ڪونه رهي آهي."

پر هاڻي ڪولمبيا جي نئين صدر بيلساريو بيٽانڪر جي جمهوري اپيلن کان متاثر ٿي گارشيا مارڪوس اهو چوڻ شروع ڪيو آهي، ته هو ايندڙ بهار ۾ موٽي وڃڻ جو پروگرام ٺاهي رهيو آهي. جڏهن کانئس پڇيو ويو، ته سچ پچ تون واپس وڃڻ جو پروگرام ٺاهي رهيو آهين، ته هن چيو:

"ڪولمبيا ۾ نئين حڪومت اهڙيون حالتون پيدا ڪري رهي آهي، جيئن مان واپس وڃي سگهان. حڪومت، جمهوري روشندانن کي کولڻ چاهي ٿي. اها ڳالهه ڏاڍي سٺي آهي، اها به ڪجهه ماڻهو، ته حيران ٿي ويا آهن. انهن ۾ مان پاڻ به شامل آهيان. مون ڪولمبيا ۾ هڪ اخبار جاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. مان ايندڙ مارچ اپريل ۾ ڪنهن به وقت اوڏانهن موٽي ويندس ۽ اميد آهي ته ايندڙ سال نومبر ۾ اخبار شايع ٿيڻ شروع ٿي ويندي."

گارشيا مارڪوس پنهنجي سياسي نظرين جو ايترو پرچار ڪونه ڪيو، جيترو عملي سياست ۾ حصو ورتو آهي. ادب ۾ هن ڪيترائي انعام حاصل ڪيا آهن. نوبل انعام ملڻ کانپوءِ هن کي ميڪسيڪو جو "ايزٽيڪ ايگل ايوارڊ" به مليو آهي، جيڪو هن ملڪ ۾ ڪنهن پرڏيهي کي ملڻ وارو سڀ کان وڏو انعام آهي.

گارشيا مارڪوس کي انعامن ۾ جيڪي پئسا ملندا آهن، انهن جو وڏو حصو هو سياسي مقصدن تي خرچ ڪري ڇڏيندو آهي. جڏهن هو ڪنهن کي تحفو

ڏيڻ چاهيندو آهي، ته پوءِ هو ڪنهن اصول جو خيال نه ڪندو آهي. هن دفعي ڪيس انعام ۾ جيڪا رقم ملي هئي، اها هن ڪولمبيا ۾ سياسي قيدين جي ٻچن واري فنڊ ۾ ڏيئي ڇڏي هئي. پهرين انعام جي رقم وينزويلا جي هڪ ڪاٻي ڌر جي پارٽيءَ جي حوالي ڪري ڇڏي هن جي مترجم آمريڪي نسل جي "رباسا" جو چوڻ آهي ته هڪ دفعي هن هڪ پارٽيءَ کي ڇڏائڻ لاءِ وينزويل جو انعام هڪ اهڙي پارٽيءَ کي ڏئي ڇڏيو هو، جيڪا بعد ۾ "ٽراٽسڪي" جي پوئواري ڪرڻ لڳي. گارشيا مارڪوس پهرين ئي وعدو ڪري ڇڏيو هيو، ته هو نوبل انعام جي ملندڙ رقم جو وڏو حصو پنهنجي ملڪ ڪولمبيا ۾ ڪاٻي ڌر جا لاڙا رکندڙ هڪ اخبار جاري ڪرڻ تي خرچ ڪندو.

جڏهن هن کان سوال ڪيو ويو ته گهڻن ئي ليکڪن جو چوڻ آهي ته نوبل انعام حاصل ڪرڻ موت کي ڀاڪر پائڻ جي برابر آهي. تنهنجو ڇا خيال آهي، ته هي انعام حاصل ڪرڻ کانپوءِ به تون انهيءَ معيار مطابق لکندو رهندين؟ ته هن جواب ڏنو.

"نوبل انعام حاصل ڪري مونکي دلي اطمينان حاصل ٿيو آهي. پر هاڻي مسئلو اهو پيدا ٿي ويو آهي، ته مان اڳ کان وڌيڪ مشهور ٿي ويو آهيان. مشهوريءَ سبب ماڻهن جي خانگي زندگي ختم ٿي ويندي آهي. ۽ خانگي زندگيءَ ۾ ئي اهي حقيقي گهڙيون آهن، جڏهن اسان پنهنجا خيال ڪاغذن تي آڻيون ٿا. پر مون پختو ارادو ڪيو آهي، ته دوستن سان ملڻ جو وقت ڪيڏو ڪانهوءِ به مان لکندو رهندس. پر گهڻو ڪري اڪيلائي ڪونه ٿي ملي".

قانون جي هڪ اسڪول ۾ ڪجهه ڏينهن حاضريون ڀرڻ کانپوءِ ۱۹۴۸ع ۾ گارشيا هڪ صحافيءَ جي حيثيت سان لکڻ شروع ڪيو هو. هو گذريل ويهن سالن کان هوانا، نيو يارڪ ۽ يورپ جي ٻين ملڪن جي لاطيني آمريڪا جي اخبارن کي تبصرا موڪليندو رهيو آهي. اڄڪلهه هو بوگوٽا جي سڀ کان وڏي اخبار "ال-اسپيڪٽيڊر" ۽ اسپيني ٻوليءَ جي روزاني "ال-پئس" ۾ پنهنجو مزاحيه ڪالم لکي رهيو آهي. هن جو چوڻ آهي، ته مان پنهنجي صحافتي لکڻين ۾ عام پڙهندڙ کي اهي ڳالهيون ٻڌائڻ چاهيان ٿو، جن کي سياست جا ڳجهه سمجهيو ويندو آهي. هو گهڻو ڪري ڪولمبيا جي فوجي حڪومت ۽ ريگن انتظاميا جي پرڏيهي پاليسيءَ تي سخت تنقيد ڪندو رهندو آهي. انهي باوجود هو "ننڍپڻ جون يادون" ۽ افسانن لکڻ لاءِ وقت ڪيئي وٺندو آهي. هن جو چوڻ آهي ته:

"منهنجو ايمان آهي ته صحافت منهنجو اصل ڪم آهي، ڇو ته صحافت ئي مونکي حقيقتن سان لاڳاپو سيکاريو آهي."

حقيقت اها آهي ته، گارشيا جي افسانن ۾ صحافتي خيال ۽ ڏاهپ ملي ٿي. هو لاطيني آمريڪا ۾ ڳوٺاڻي زندگيءَ جي پڌري منظر نگاريءَ لاءِ پوري ڏيڻ سان رنگ ۽ بيهڪ وغيره تفصيل سان بيان ڪري ٿو. بدڪار مقامي عملدارن کان وٺي خانه بدوشن تائين هن جي ڪردارن ۾ علائقائي زندگيءَ جي سستي، ڪاهلي ۽ ڊيڄاريندڙ خوابن جي عڪاسي نظر اچي ٿي. هارورڊ يونيورسٽي ۾ تاريخ جي پروفيسر جون وميڪ جونيئر جو چوڻ آهي ته:

"گارشيا جي لکڻين ۾ لاطيني آمريڪا جي پڙهندڙن کي پنهنجو پس منظر يا پنهنجي معاشري جي حقيقي تصوير نظر اچي ٿي."

ڪجهه ماڻهو گارشيا جي لکڻين کي وڏاءَ واريون سمجهن ٿا. پر هو جيڪو به چوي ٿو، ان جو گهڻو حصو لاطيني آمريڪا جي حقيقي تجربي تي ٻڌل هوندو آهي.

گارشيا مارڪوس پنهنجي زندگيءَ جي تجربي مان ئي پنهنجي ادبي دنيا تخليق ڪئي آهي. افسانوي ڪردار "ميڪنڊو" "هيڪلائپ جا ستو سال" ۽ هن جي شروعاتي ڪهاڻين جي پس منظر ۾ مصنف جو پنهنجو ڄمڻ وارو هنڌ "اراڪاٽاڪا" نظر اچي ٿو. هي شهر ڪئريبين سمنڊ جي ڪناري، ڪولمبيا جي ڏيڍن واري ايراضي ۾ آهي، ان شهر ۾ گارشيا ۱۹۲۸ع ۾ ڄائو هو. هن جو والد غريب ٽيليفون آپريٽر هو، جنهن جي سورهن ٻارن منجهان گارشيا به هڪ هو. گارشيا حياتيءَ جا پهريان اٺ سال پنهنجي ناني سان گذاريا هئا، انهن ماڻهن کي هي عظيم ليکڪ وهمي ۽ خيال پرست سڏي ٿو. جن جو ڏاڏو هڪ پوڙهو سپاهي هو ۽ هن کي لڙائين جا قصا ٻڌائيندو هو. ٿي سگهي ٿو، هن پنهنجي مختصر افساني "ڪرنل کي ڪوبه خط ناهي لکندو" جو ڪردار پنهنجي ڏاڏي جي اثر کان ورتو هجي. گارشيا جي ڏاڏي، ڪيس جنن ڀوتن ۽ مري ويل ماڻهن سان ڳالهائڻ جا قصا ٻڌائيندي هئي.

ان زماني ۾ گارشيا مارڪوئيس، هيڪلائپ جي حقيقت جو ادراڪ ڪري ورتو هو. هو هڪ وڏي حويلي ۾ پنهنجي ماڻهن ۾ اڪيلو هو.

اتي، هيڪلائپ جو هن کي هڪ اهڙو تجربو پيش آيو، جيڪو اڳتي هلي هن جي ڪهاڻين جو اڻ ٽٽ حصو بڻجي ويو. ”بزرگن جي خزان“ ۾ پڻ کي پنهنجي اڪيلائپ محسوس ٿئي ٿي. ”ايوا پنهنجي ۾ ڳري وئي“ جي هيروئن پنهنجي سونهن جي ڏيهه ۾ هيڪلي نظر اچي ٿي. ۽ ”هيڪلائپ جا سؤ سال“ ۾ اهو قباني اڪيلو آهي، جيڪو ميڪنڊو ڪٽنب جي ڇهن پيڙهين جو شجرو پڌائي ٿو. انهن سڀني ڪهاڻين ۾، هيڪلائي پنهنجي پڪيڙيل پرن سان مون کي نظر اچي ٿي. پر گارشيا جي نظرن ۾ هيڪلائپ، هاڃو پهچائيندڙ ڊپ ناهي. ڪٿي ڪٿي، ته اڪيلائپ کي، حياتيءَ جي دوکي کان ڏور، هڪ وڻندڙ اجهي جي روپ ۾ پيش ڪري ٿو.

توڙي جو گارشيا جي تخليق ۾ اڪيلائپ، سڀني کان نروار عنصر آهي. پر ان ۾ زنده رهڻ جي تڙپ، اهڙي موجود آهي جنهن کان انڪار نه ٿو ڪري سگهجي. گارشيا سٺي هڏڪاٺ واري جسم جو ڪل پوڳ ڪندڙ ماڻهو آهي، ۽ مهمان نوازي ۽ سخاوت کان مشهور آهي.

اڄ به هي وڏو ليکڪ پنهنجي اڪيلائي ۾ ڪنهن کي نهڻ نه ڏيندو آهي. جيڪڏهن، ڪڏهن سفر تي نه ويو هجي، ته ڏهاڙي لکندو ۽ موسيقي ٻڌندو آهي. جڏهن کانئس پڇيو ويو ته اڄڪلهه هو ڇا ٿو لکي، ته وراڻيائين ”مان هڪ ڏکويو عشقي داستان پيو لکان، گهڻو ڪري محبت جي ڪهاڻين کي عشق جي بي عزتي سمجهيو ويندو آهي، عاشق جي ٻهڙي جڙي ڏيکاري ويندي آهي. مان اهڙو ناول پيو لکان جنهن ۾ هر ڪم ٺيڪ ٺاڪ آهي ۽ محبت ڪندڙن جي ٻهڙي به سٺي آهي. مان سمجهان ٿو ته خوشي هڪ اهڙو جذبو آهي، جنهن کي وساريو ويو آهي. مان ڪوشش پيو ڪريان ۽ خوشيءَ کي ان آس سان جائز حيثيت ڏيڻ گهران ٿو، ته هن انسانيت لاءِ هي هڪڙو نمونو بنجي وڃي.“

گارشيا مارڪوئيس کي ٻه جوان پٽ آهن ۽ گهر واريءَ مرسيڊيز ڪولمبيا جي رهواسڻ آهيس. گڏيل حياتيءَ جي ۲۵ سالن متعلق ڳالهيندي ٻڌايائين: ”اسانجي گڏيل حياتيءَ جو رڪارڊ ڏاڍو شاندار آهي، پر ان تي مون کي ڪوبه نوبل نه ملندو.“



غور فڪر ئي محصول هڻڻ ڪاوڙي ڳالهه ڪانهي، هر اهو ماڻهو جيڪو ويچار ڪرڻ جو عادي آهي، تنهن جو هڪ فائيل موجود هوندو آهي (رڪابريل (روب))




مان ڏهن ٻارهن سالن جو مس هيس. اوچتو هڪ ڏاڍي خوفناڪ خبر هلي وئي تہ دليپ ڪمار گذاري ويو. مون کي سڄي رات ننڊ ڪانہ آئي - مان روئندو رهيس ۽ ٻوءِ ٻئي ڏهاڙي ڪي خبر پئجي وئي تہ هو جيئرو آهي ۽ مون منجهہ ڇڻ نئون ساهہ پئجي ويو.

... ... ...

هڪ ڏهاڙي ڪوئٽہ ۾ مان عبدالڪريم ۽ شاهين روحي بانو گڏ هئاسين. شاهين شڪايت ڪئي تہ هتي جا اديب چوندا آهن تہ آئون ٻين سالهن کان لڪائي شهرت حاصل ڪندي آهيان.

چيو مانس تہ، اِها بيماري اسان وٽ سنڌ ۾ بہ آهي، جڏهن تہ اِها ڳالهہ سائنسي طرح سئو اي صد ثابت ٿي چڪي آهي تہ جڏهن ذهن ڪنهن نئين تخليق لاءِ سوچيندو آهي تہ نہ ميل Male هوندو آهي نہ اميل (Female).

... ... ...

هڪ ڏهاڙي، ٽيليويزن ۾ علڻ فقير مون کي ڏسي رڙ ڪئي:
— جيڪي سالهو مونکي سونو هٿائين ٿا اهي سنهنجا نہ، منهنجي قوم جا دشمن آهن. ڏس، منهنجو سڄو پروگرام مونکي نہ وليو. سر هڪڙي پاسي ڇڪيان تہ پنج تار ٻئي پاسي ٻيو وڃي. اهو پنج تار علڻ فقير جي پنهنجي تخليق آهي.

... ... ...

شمشير سان پهرين ملاقات ۾ مون کيس پڇايو تہ ”ڪهاڻيون تہ مان فقط انلاءِ چپائيندو آهيان تہ مون ۾ لکڻ جي سگهہ آهي بہ يا نہ. مان پنهنجي هڪ ناول جا ڪهڻ ۾ ڪهڻ ويهہ باب لکي چڪو آهيان. ڪهاڻيون تہ مون ٻوءِ لکڻ شروع ڪيو آهن. مون کي ناول لاءِ ڪا صلاح ڏي.“



شمشير ڪلاڪ کن مونکي ليڪچر ڏنو. سنڌي ادبي بورڊ (پراڻي فاضلاڻي بلڊنگ) جي لئبريريءَ مان ڪجهہ ڪلاسيڪل ناولن جا صفحا پڙهي ٻڌايا، ۽ چيائين:
— اڳتي ناول تي وڏيڪ ڳالهہ ڪنداسين. ٻس، پاتہ پڙهاءِ، يا تہ جلدي پورو ڪرينس. آئون توکي چئي ٿو هي ڊگهو دور نٿو ڏاهڻ چاهيان. ۽ نہ سمجهان ٿو.

... ... ...

مان T.V لاءِ ڊرامو لکي رهيو هئس. اوچتو هلال پاڪستان جي آفيس ۾ دائود ڪاليج جا ڇوڪرا ملي ويا، چيائون:
— اسان جو ”شاهہ“ جو ڏهاڙو ملهائڻي رهيا آهيون. اوهان مهرباني ڪري اسان کي ۱۵ منٽن جو اسٽيج ڊرامو لکي ڏيو. مون وراڻيو:
— مان وقت جو پابند سالهو ”شاهہ“ ۽ اسٽيج لاءِ نہ ٻيو ٿي سگهان پيو تہ اوهان مون کي ڀشا بہ نہ ڏني سگهندا. [چيائون:]
— سائين اوهان بہ اسان کان ڇا ٿا وٺندا؟
— (چمر:) مون ڪڏهن اوهان کي مفت ۾ ڪم نہ ڪري ڏنو آهي؟ آئون ڊراما جي بجيٽ جي ڳالهہ پيو ڪريان. [چيائون:]
— ان کان ڇتا آهيو. اوهان رڳو اسانکي ٻڌايو تہ ڪٿي رهندا آهيو تہ اسان اوهانکي ڪٺي وٺون. انڪري تہ ورسي ملهائڻ ۾ تمام ٿورڙا ڏينهن رهجي ويا آهن. ڏهاڪو کن ڏينهن. مون کين پنهنجو گهر ڏيکاريو جيئن تہ فنڪشن ۾ ڏهہ ڏهاڙا مس هئا. مون رات پيٽ ۾ ۲۵ منٽن جو ڊرامو ”دي ٽيچر“ لکي، ڏاڍو ٿڪ محسوس ڪيو ۽ ڏنل وقت تائين سندن انتظار ڪيو. هو نہ اچڻا هئا، نہ آيا. مون محسوس ڪيو تہ منهنجو هڪ شاندار بلي، غلط پراڊڪشن کان بچي ويو.



راهل

## دشمن جي نالي

منهنجو توسان،
ڪو تہ ناتو آ،
تڏهن ٿي تہ،
جڏهن ٿي تہ،
چوراهي وٽان گذران ٿو.
ساڳين ويهن/ بيهڪن تي،
ويٺل/ بيٺل - ڏٺل وائٺل،
سالهن کي ٻاٿ ۾ سرٻسر ڪندي،
تنهنجو منهنجو نانءُ گڏ سڻان ٿو
۽ سوچي سمجهان ٿو:
منهنجو توسان ڪو تہ ناتو آ —.

ڪهاڻي

# سو ديس مسافر منهنجو ڙي

ابراهيم خٽڪ



علي کي اڄ بہ اهو ڏينهن چڱي طرح ياد آهي . اڄ کان ست اٺ ورهيہ اڳ جڏهن ٻاٺ ٻنجين درجي ۾ پڙهندو هو . سندس اسڪول کي اونهاري جي وئڪيشن هئي. نيرن جي ماني کائي گهر ۾ علي راند ڪندي قلابازيون پئي کاڌيون .

” ابا هيڏو سارو ٿيو آهين تہ بہ اهي ٻولن وارا ڪل نہ ٿو ڇڏين. ٻيءُ کي ماني ڏئي جلدي موٽي اچ “ سندس ماءُ دٻڪي تي ماني جا اٽيا ٿلها ساڍا ٽي ڊگهڙ ، ٿمان جست جي وٽي ۾ سيٺل بصر رکي، هڪ ڪوڙي ۾ ويڙهي کٽي هلي جي مٿي تي رکيا هئا ۽ هٿ ۾ ڏکر جي، ڏڌ سان ڀريل دکي ڏيندي چيو هئائينس .

آن ڏينهن علي جي ماءُ کي بخار ، اڳي کان ڪجهہ سرس پئي محسوس ٿيو . سچ بہ گهڻو چڙهي آيو هو . علي ماني کڻي ڳوٺ مان نڪري، قدم پڌو ٽپي سنئين ٻٽ تي وڃي انهي نمبر جي ڪجهہ ويجهو ٿيو جتي پٺس هر پئي ڪاهيا. آنان ڏڏائين، کيس شڪ پيو ، تہ پٺس ٻدران هر ، ڪنهن ٻئي ماڻهو پئي ڪاهيا. هر ، ڪاهيندڙ جڏهن اوڙ ڏئي ٻريان ڏاندن کي ورايو ، تہ سندس سامهون ٿيو. کيس ڏسندي ئي علي کي پڪ ٿي تہ اهو پٺس ڪونہ هو.

ڏاندن جو جوڙو بہ سندن هو، پر اهو ماڻهو ڪير هو !؟

ٻريان پڇر هيٺيان ڏڏائين تہ پٺس ويٺو هو . جنهن بہ علي کي ڏسي ورتو هو . علي هر ڪاهيندڙ همراه کي تڪيندو پيءُ ڏي هلندو پئي ويو .

” سنڀال، سنڀال، سنڀال “ علي کي اڏ، جي پني تان ٿيڙ کائيندي ڪرندو ڏسي پٺس رڙ ڪئي . ذري گهٽ منهن ڀر وڃي ٽي ڪريو پر پاڻ سنڀالي ورتو هئائين. ڏڌ بہ ڇلڪيو سهي پر هارجڻ کان بچي ويو هو .

” سڌ ٿو ڪيانس، ويجهي کان ڏسينس “ پٺس علي کان ماني ۽ ڏڌ جي دکي وٺندي چيو .

” او ، هو هوني “ علي جي پيءُ خدا بخش عرف کدو ، هٿ سان چاند ڏيندي هر ڪاهيندڙ همراه کي سڏ ڪيو.

” بابا ! اهو ڪٿان آيو آ؟ ڪير آهي ؟ “ علي هڪساهي پر سوال ڪيا .

” آيو تہ الانجي ڪٿان آهي پر آهي گونگو ويچارو . . . “

” بابا ٻوڙو هو هر ڇو پيو ڪاهي ؟ “ علي اتي ٻيٺي ٻيٺي پنهنجو گوڏو کنهندي پيءُ کان پڇيو .

” پاڻهي اچي مون کان هر جو مٺيو ۽ ڏڳن جا رسا ورتائين، مون کي اشاري سان چيائين، تون ويهہ، ساهہ کڻ، مان ٿو هر ڪاهيان، مون بہ ڏنا مانس کڻي ۽ تون چوندو هئين نہ تہ بابا مون کي شيدي ڏيکار، اڄ گهر ويٺي پاڻهي شيدي آيو آ، جاچي ڏسجانس“ کدو خوش ٿيندي پنهنجي پٽ علي کي چيو.

هو بہ مرڪندو اچي علي ۽ کدو ويجهو بيٺو. ڪنهن جا اڇا اڇا سفيد ڏند علي پهريون دفعو ڏٺا هئا. کدو اشاري سان ٻڌايس تہ ”هي پٽ اٿم“.

هن اچڻ سان پنهنجا ٻئي هٿ علي جي ڪڇن ۾ وجهي کڻي علي کي مٿي ڪيو. مٿي کڻي علي کي ڳل تي چمي ڏنائين. اهو ايترو جهٽ پٽ ڪيائين جنهن لاءِ ذهني طرح علي تيار ئي ڪونہ هو. انڪري علي جي ات مان سرڙاٽ نڪري ويو ۽ سندس وار ڪنبارجي ويا.

گونگو ۽ کدو گڏجي ماني کائڻ لڳا . علي سمورو وقت گونگي کي چتائي ڏسندو رهيو . گونگو وات سڃهن، اکين ۽ هٿن سان حرڪتون ڪري علي کي کلائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو ۽ کدو سان گڏ ماني بہ کائيندو رهيو .

”تون پلي هي ٿانو کڻي هل ، اڄ سويري گهر اچبو ، ماڻهن ڏي چئجانءِ تہ گهڻو ڪڪو نہ ڪري ، اڳيئي بيمار تہ وري ڪري نہ پئي ۽ تون ماءُ ڏي گهر ڪر ۾ مدد ڪرائجانءِ جيسين سڀ ٿي تنهنجي ڏاڏي

ڪي وڏي اچڻون." ڪدو سڀني ڪانئڻ بعد باقي بچيل چوڙون کن ماني جو ڍڪي ۽ ڏڌ جي خالي دلي ڪوڙي ۾ پائي علي کي هٿ ۾ ڏيندي چيو.

"پلا هي به ايندو."

"اها انهيءَ جي مرضي آ."

"بابا انهي کي وٺيو اچ."

گونگي اشاري ۾ ڪدو کان علي لاءِ پڇيو، ته "هي ڇا ٿو چوي."

ڪدو به اشارن سان ٻڌايس ته "هي چوي ٿو ته انهيءَ کي به گهوٽ وٺيو اچ."

اهو سمجهي علي کي اشاري سان چيائين ته ضرور ايندس.

علي پوئتي لڙنٽا هڻندو واپس وڃي رهيو هو.

"اڙي پُٽ، ساٿين کي چئجانءِ ته منجهند جي ماني ڪجهه وڌيڪ ڪري ۽ تون به سڏ ڪا انجڻيس." ڪدو وڏي آواز ۾ عليءَ کي چيو.

علي ڏاڍي خوشيءَ سان اچي ماءُ کي نئين مهمان لاءِ ٻڌايو پر ماڻس سندس ڳالهه ڏي ڪو ڌيان ئي ڪونه ڏنو. گهر جي ڪم ڪار ۾ لڳي منجهند ٿي وئي. ماڻس ڪم ڪار لاهي علي کي چلهه ۾ ڪاٺيون ٻارڻ جو چئي پاڻ گهر جي آڳنڌ ۾ بيٺل ٻير جي وڻ هيٺان پيل پراڻي کٽولي تي ٿيلهه سڌي ڪرڻ لاءِ آهلي پئي.

"سياڻي توکي ڪير وٺ وٺي هلندس ۽ اديءَ وٽان امان کي به وٺيو ايندا سين."

ڪدو گهر پهچڻ سان پريان پڙ جي وڻ هيٺان ڏاند ٻڌندي ۽ ڳالهه کي جاري رکندي پنهنجي زال ۽ پٽ عليءَ کي چيو. "اڄ زمين کي هرڻ ڏينهن جيترا اچي ويا آهن پر سڀ ته ڪانءَ جي اک پئي ڪيڏي، پڙي ڪرمي ۾ ڏاندن ويچارن کي ڏاڍي تڪليف آئي آهي..."

"پنارا اڳيئي ايترا آهن گڏدام ويچارا، ڪجهه ڪونه ٿا" علي جي ماءُ ڏاندن ڏانهن رحم جوڳين نظرن سان ڏسندي چيو.

"بابا هو به آيو آ؟" علي پريان چلهه تان ٽڪڙو ٽڪڙ اٿي اچي پيءُ کان پڇيو.

"ها آيو آهي، ٻاهر بيٺو آهي، وڏي هلي ڇيري ۾ وهاريس."

علي ڊوڙندو ٻاهر ويو، اهو ئي ٿڙندڙ ننهن، اڇا سفيد ڏند، خوشيءَ ۾ پيو ٻهڪي، علي وڃي ڇيريءَ ۾ وهاريس. ڇيريءَ ۾ پهچڻ سان پاڻي جي دلي جو ڍڪ لاهي ڏٺائين، دلي ۾ پاڻي هئوئي ڪونه.

"تون ويهه، پاڻي کڻي ٿو اچان" علي هٿ جي اشاري سان چيس.

هو ڇپر ۾ پيل ڇپل کٽولي تي ويهڻ بدران ليٽي پيو.

علي جست جي لوٽڙي ۾ پاڻي ڀري موٽيو ته پاڻ جيڏا پنج ست ڇوڪرا گهٽي مان ويندي ڏٺائين، جيڪي ماکي لاهڻ پئي ويا. انهن کي سڏ ڪري چيائين ته "اڙي! اچو اسانجو مهمان ته ڏسو."

علي لاءِ توڙي علي جيڏن ٻين ٻارن لاءِ شيدي ڏسڻ نئين ڳالهه هئي.

علي جو مهمان پاڻي پيئڻ کان اڳ سڀني ٻارن سان ڏاڍو خوش طبعي سان مليو، پوءِ پاڻي پيتائين.

رمونءَ جي هٿ ۾ ماچيس هو ۽ ماکي اڻارڻ واسطي شايد دونهين ڪرڻ لاءِ کنيو هئائين.

"هي شيدي آهي" علي واري گونگي مهمان ڏانهن اشارو ڪندي چوري رمون چيو ۽ "هي تيلي آهي" ماچس مان هڪ تيلي ڪيڏي مهمان آڏو جولبندي چيائين.

سڀ ڇوڪرا کلڻ لڳا ۽ علي وارو مهمان به انهن کلڻ لڳو جڻ ته چوري رمون وارو چرچو سمجهي ويو هجي. ڇوڪرا اڃا کلي رهيا هئا، ته گونگو شيدي هڪدم کٽولي تي ليٽي پيو. ليٽڻ سان ڪٽي اکيون بند ڪيائين ۽ گونگهرا هڻڻ لڳو جڻ ته گهري ننڊ ۾ هجي. ڇوڪرا ويتر وڌيڪ کلڻ لڳا. رمون پيرن جي تري تي تڏڙا ڪيڻ لڳس پر ويتر وڏي آواز ۾ پيو گونگهرا هڻي.

"اڙي ڇورا ڇا ٿا ڪيو؟" ڪدو جي هڪل سڀني ڇوڪرن کي ڇرڪائي ڇڏيو.

گونگو به اکيون کولي، ڪدو کي ڏسي، کٽولي تي اٿي ويٺو.

"هنن ڇورن سان حجتي نه ٿي" ڪدو مهمان کي چوڻ سان گڏ اها ڳالهه ڇوڪرن ڏانهن هٿ جا اشارا ڪري سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندي چوڻ لڳو "نه ته هي ڇورا جيئڻ حرام ڪري ڇڏيندئي."

"اڙي نڪرو ڇورا ته ڪياڏو نه مار" ڪدو هڪل ڏئي سڀ ڇورا ڪيڏي ڇڏيا.

رات جو ڪدو جي ڇيريءَ ۾ ڪچهري ڄم ٿي. ڪيترن ڪدو جي مهمان کان اشارا ڪري پڇيو ته ڪٿان آيو آهين؟ ڪير آهين؟ پر هن جي جوابي اشارن مان ڪا ڳالهه ڪنهن کي سمجهه ۾ ڪانه آئي.

ٻئي ڏي اڪثر لکي ڏالو پڇيائونس پر اشارن سان ٻڌايائين ته پڙهيل ڪونه آهي.

هڪ ڳالهه صاف هئي، ته همراه هو ڏاڍو خوش طبع. گونگو هو، پر ٻوڙو ڪونه هو. انهيءَ ڳالهه سڀني کي شڪ ۾ پئي وڌو ته ڪٿي مڪر ته نه پيو ڪري. عمر ۾ لڳ ڀڳ علي

جي پيءُ، ڪدو جيترو هو.
ڪدو ڪچهريءَ کي ٻڌايو
ته "ڪمرجو ڏاڍو مڙدانو آهي".
گونگي جي خوش طبعي ڪيڏي ني
ڪچهريءَ ۾ هڪ همراهه چيو
ته "آهي، اسان رمون جهڙو
هرڪتي".
"رمون آهي هڏ حرامست"
ڪدو چئي، ته فخر سان پيو چوي
"هي آ مڙس مانيو" پر ان رات
ڪانپوءِ ان گونگي تي بس نالو
"ماما رمون" پئجي ويو.
ان رات جيئن ڪچهري
ختم ته ٿي علي به ڪچهريءَ ۾
ويٺو رهيو.
ڪدو ۽ علي وارن وٽ ادا
هن جي ٻهرين رات هئي. پني
ڏينهن سج لهڻي ڪان اڳ ڪدو
جي ڍڳرن ان بند ڪيل ڪڙهم
تي اچي "او - او - او" ڪيائين
سندس انهيءَ آواز تي علي ست
سجاڳ ٿي پيو.
ڪدو اٿي ويس، ڪدو ڪي
اشارن ۾ چيائين ته "هل ته هرن تي
هلون، سج اجهو ٿو اڀري".
ڪدو به اشارن سان سمجهائڻ
جي ڪوشش ڪيس ته "زال
بيمار اٿم، ان کي ڏيکارڻ لاءِ
وٺي ويندس، ان ڪري هرن
تي ڪونه هلبو"
"پوءِ ڏاند ڪيئي ڏي ته
مان ٿو وڃي آتي هر ڪاهيان"
ڪدو کي اشارن ۾ چيائين.
ڪدو به دير ڪانه ڪئي،
پانجاري وجهي ڏاندن ۾ ڪيڏي
ڪٽي آن کي ڏنائين.
"اي ڪٽي اهو ڏاند نه
ڪاهي هليو وڃني" ڪدو کي
زال چيو.
"اهڙو ساڻهو ستين ڪوهين
ڪونه لڪي سگهندو . ڪڏي
ويندو ." ڪدو لاپرواهيءَ
سان چيو.
نيرن جي ماني بجائي ڪاٽي،
ڪدو ۽ سندس زال، ماني ۽ لسي
علي کي ڏني ته هرن تي وڃي

مهمان کي ڪارائي ۽ ٻاڻ به
وڃي اتي به ني ڪلاڪ ڪيڏي
جيسين ڪدو ۽ جوئس هڪ م
وڻان ٿي اچن ۽ علو ءَ جي ٻڌي
وڻ ن علي جي ڏاڍيءَ ڪي به
وٺيو اچن .
علي ماني ڪٽي ويس .
سوررو وقت جيترو علي آتي هرن
تي هو ، ماما رمون هر به
وهندو رهيو ۽ مختلف جانورن ۽
پکين جا آواز ڪيڏي علي کي
ڪلائيندو به رهيو .
ماسي واري پيچري تان
لنگهندي جڏهن لونگ اهي آواز
ٻڌا، ته اهو به رڙهي پيو هيڻان
علي وٽ آيو . " اهو ڪير
آهي؟" لونگ عليءَ کان پڇيو.
"گونگو آهي"
"گونگو ان کي ڪير ٿو
چوي؟"
" بابا ٿو چوي " علي
معصوميت سان چيو .
"هو هنو هنو" ماما رمون
هر ڪاهيندي ڏاندن هڪلن
وارو لڪن مٿي هوا ۾ لوڏي ۽
اهو "هو، هنو، هنو" آوازڪري
لونگ کي ڏيکاريو. لونگ به
ٻاهي ڪار جو جواب هٿ لوڏڻ
سان ڏني، علي کان سندس پي
جو پڇي پنهنجو پيچرو وٺي
روانو ٿي ويو.
ماما رمون انين آهستي
آهستي نه پر تمام جلد ڪدو ۽
ان جي گهروارن سان هري مري،
ڪدو جي گهر جو ڀاتي بنجي ويو.
علي جي ماءُ جي بيماري
جيئن پوءِ تيئن وڌندي وئي ۽
آخر ڪنولي پيڙي وڃي ٿي.
وس آهر ٽوڻا ڦيڻا، ڦڪيون ڪدو ۽
ڪدوءَ جي ماءُ ڪهڻا ڪرايس پر
علي جي ماءُ بيماري سان نه
چڙهي سگهي ۽ مرندي وئي
علي کي جهوري ڏني، اڪيلو ۾
ٻائي آئي، علي جي پيءُ، علي
جي ڏاڏيءَ ۽ ماما رمون کي

علي لاءِ ٻارتون ڪندي وئي."
تنهن ڏينهن ماما رمون به
علي وانگر رنو هو. چڻ ته رڳو
علي جي ماءُ نه پر پنهي جي
ماءُ مري وئي هجي.
ان بعد گهر ۾ رڌ پچاءَ جو
ڪم علي جي ڏاڏي ڪندي
هئي. هونئن تڙي علي جي
ڏاڏي پوڙهي هئي پر هڏني سٺي
هئس، انڪري جيتري وڏي هئي
اوتري لڳندي ڪانه هئي.
وقت هر ڏک جو مرهم
بنجيو ڏک ڀلايو ڇڏي پر علي
انهي معاملي ۾ ڏاڍو حساس هو
۽ ڪو عرصو، ڪڏهن ڪڏهن ته
پنهنجي منهن ويهي رئندو هو.
اهو ڏک علي کي شايد بيمار
ڪري وجهي ها جيڪڏهن ماما
رمون جهڙو پيارو ساٿهو وٽس نه
رهندو هجي ها.
ماما رمون جي دلچسپ
شخصيت، ڪدو جي چوراٽين اوطاق
تي رات جو رش پيدا ڪري
ڇڏي، وڏن کان وٺي ڪ پ ار
ايندا هئا.
وقت گذرندو ويو. هاڻي ڳوٺ
جا ماڻهو بسا ماما رمون کي
پنهنجو سمجهندا هئا، ان لاءِ
انوسان پچ رٺ ڇڏي ڏنا هئائون.
اوسي پاسي وارن ڳوٺن جا
ماڻهو ايندا هئا ۽ اهي
ماما رمون متعلق شڪ شبها
ظاهر ڪندا هئا، ته انهن جي
ڳالهين تي ڪو ڌيان ئي ڪونه
ڏيندو هو. ڳوٺ وارا تڙي
پاهريان ماما رمون جي محنت جو
پڌي ڪدو کي ڀاڳ وارو سڏيندا
هئا، جو مفت ۾ هڪ همراه وٽس
ڪمائي رهيو هو .
هڪ ڏينهن ڪدو ۽ علي پني
پيءُ پٽ ماما رمون کي پر واري
شهر ڏانهن ڪنهن ڪم سانگي
وٺي هني ويا. ماما رمون جڏهن
نورو پري کان پکيون جايون
۽ شهر جو نظارو ڏٺو ته وٺي

هوندي ڏٺو. اشارن سان علي ۽ ڪدو کي چيائين ته ”مان نه هلندس ۽ واپس گهر ٿو وڃان.“

ڪدو گهڻو چيس ۽ علي، ته پاڻهن سان وٺي ڇڪيس پر ماما رمون واپس موٽي ويو. هو ٻئي ئي ٻئي شهر ويا. ڪدو کي شهر ۾ شڪ ٿيو ته ماما رمون ڪٿي ڪو ڏوهه ڪري ڀڳو آهي ڇا، جو شهر نه آيو. وري اهو به شڪ پيس، ته شايد واپس گهر نه ويو هجي ۽ جيئن اوچتو وٺي آيو هو، اهڙي ئي اوچتو ڪنهن پاسي هليو نه ويو هجي. انهي خيال ايندي ئي شهر مان تڪڙ ۾ ڪم لاهي ٻئي ۽ علي واپس آيا. ڏٺائون ماما رمون گهر ۾ ستو پيو هو.

اها ڳالهه به ڳوٺ ۾ مشهور ٿي وئي، ته ماما رمون شهر وڃڻ کان ڊڄي ٿو، اها انهي ڳالهه کي ٻه ڏينهن ڪونه گذريا، ته هڪ اترادي مهمان اچي علي وارن جي اوطاق تي رهيو. ان مهمان ماما رمون لاءِ شڪ ظاهر ڪندي چيو ته ”خدا نه ڪري پلانيم ته هن کي مون گهڻو عرصو اڳ ڪٿي ڏٺو آهي ۽ شايد تڏهن هي ڳالهائيندو به هو ته شڪ ناهي.“

پر ڪدو ۽ عليءَ کي ڪچهريءَ ۾ ماما رمون بابت اهڙيون ڳالهيون ڪندڙ ماڻهو نه وڻندا هئا، انڪري انهن جو رخ ڏسي اهو اترادي مهمان وڌيڪ نه ڪڇيو ۽ نه ڪو ڪيس اهڙي ڪا ٻي يادگيري ڏني جنهن لاءِ يقين سان ڪجهه چئي سگهي.

بعد ۾ ته ماما رمون شهر به ويندو هو ۽ ماڻهن به ماما رمون لاءِ اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ، پراڻيون سمجهي ڇڏي ڏنيون هيون.

پرائمري تعليم پوري ڪري علي غربت سبب اڳتي نه پڙهي سگهيو، پنهنجي پيءُ ۽ ماما رمون سان گڏ پني تي ڪم ڪرڻ لڳو.

هڪ ڏينهن ٿٽي جي شيدين اچي ڳوٺ ۾ ڏڪ ڪيو. ان وقت ڪدو، علي ۽ ماما رمون پني تي هئا. ٿٽي جي شيدين ڳوٺ وارن سان خبرون ڪيون، ته ”سندن هڪ گونگو همراه گم ٿي ويل آهي. ڏس مليو آ ته هن ڳوٺ ۾ آهي. ان کي وٺڻ آيا آهيون.“

ڪدو جي پوڙهي ماءُ کي جو اها خبر پئي تنهن کي اچي هورا کورا ٿي. پوڙهيءَ، ماما رمون کي به ڪدو جيڏو پنهنجو پٽ پئي سمجهيو. پوڙهي لڳي پاڻهه پير ڪري سارڻ ته ڪٿي ماما رمون کي اهي وٺي نه وڃن ۽ تيستائين آرام نه آيس جيستائين پورهيو ڪري مهل علي، ماما رمون ۽ ڪدو گڏجي گهر نه آيا ۽ جيسين ڪدو هڪ نه ڏنس، ته ٿٽي جي شيدين ماما رمون کي ڏسي چيو ته ”نه، هي اسان وارو همراهه ناهي.“

وقت جون ويرون به سمنڊ جي ويرن وانگر چڙهنديون ۽ لهنديون رهيون. علي، ڪدو ۽ ماما رمون کي گڏجي هڪ گهر ۾ گذاريندي ست سال گذري ويا هئا. انهي عرصي ۾ سندن گهر تڙ ۾ پڻ ته ڪافي تبديليون ڪانه آئي هئي رڳو علي جي ماءُ مري وئي هئي. علي کان جڏهن ته پيار کسجي ويو هو. ڪافي عرصو پوءِ جڏهن علي شادي ڪئي هئي تڏهن هاڻ لاءِ نه رڳو پيار جي نوعيت ۽ ڪيفيت تبديل ٿي وئي پر ڪافي حد تائين ماءُ جي مري وڃڻ وارو خال به پرجي ويو هوس. باقي پهرو سڀ ڪجهه ساڳيو هو. اهوئي ساڳئي ڇپرائين گور کي ڏنل لوڙهو، اهائي اوطاق واري ڇپري، ان ڇپريءَ ۾ رکيل اهائي کٽ جنهن تي ماما رمون پهرين ڏينهن کان وٺي آخري رات تائين ستو هو. ڪجهه به ته نه بدليو هو. ماما رمون به جيترو عرصو عليءَ ڪدو وارن سان گذاريو سندس طبيعت ۽ مزاج اهڙو ئي ساڳيو خوش ۽ ٽهڪندڙ رهيو، جيڏو سندس پهرين ڏينهن نظر آيو هو. پڇڙي تائين ڪم جو مردانو، ايماندار، ڳوٺ ۾ سڀ ڪڏهن ڪنهن کي ڪونه ڏکويائين. ڪي ڳوٺ وارا ڪدو ۽ علي وارن سان وقتي طور ڪاوڙيل هوندا هئا، ته به ماما رمونءَ سان خوش هوندا هئا ۽ هاڻي اهي به جڏهن ڪدو جي ڇپرائين اوطاق پاهران گهٽي مان گذرندا آهن جتان ماما رمون سدائين هٿ لوڏي کين ڪيڪاريندو هو، اتي ماما رمون کي نه ڏسي اهي به ڏاڍي ڪمي ۽ ڏک محسوس ڪن ٿا.

ماما رمونءَ کان پوءِ علي وارن جي گهر تمام گوڙي اپائڪي ٿي پئي هئي. گهر جي سڀني ڀاتين توڙي علي کي پنهنجو سڄو گهر توڙي ڇپرائين اوطاق اداس محسوس پئي ٿيا. ماما رمون کان پوءِ اڄ ستين رات هئي. لڙي سهمائي جو وقت هو. علي ۽ سندس گهر جا ڀاتي ڪم ڪار لاهي سوير کان گهر جي آڳنڌ ۾ کٽولن تي سمهي پيا هئا. سندن ڊگا به گاهه ٻئو ڪائي وهي رهيا هئا. سندن پوري مينهن پاڻ پريرو پڊل پنهنجي وڇ ڏانهن نڪ پڏي ناپوهه سان ڏسي به رهي هئي ۽ اوڳر به ورائي رهي هئي. ڪتو چنڪار ڪيل ٿڌي زمين تي ليٽيو پيو هيو. گهر جي ڪڙهه علي اڃا بند ڪانه ڪئي هئي. علي کي ستي اڄ آرام نه ٿي ڪونه پئي آيو. هو اٿيو. پنهنجي ڪڙهه وٽ اچي، اتان ڪن هل لاءِ پنهنجي ڇپرائين اوطاق کي

چتائي ڏسي، ان طرف وڃڻ لڳو.

ماما رمون ڪان پوءِ ڳوٺاڻا به جيئن پوءِ تيئن اوطاق ۾ اچڻ گهٽائيندا ويا، اڄ ته ماڳهين ڪير ڪونه آيو هو يا شايد آيا به هوندا ته موٽي ويا. اوطاق ۾ هئو جو ڪير ڪونه، ته ويهن ڪنهن سان ها. علي اوطاق ۾ چوڌاري نظر ڪئي. ماما رمون جي هٿن سان اوطاق جي آڳنڌ ۾ پوکيل سرنهن جو وڻ، علي چڻ ته ماما رمون جي ياد ۾ ڪنڌ سر، خاموش ۽ ڪومائل پئي نظر آيو. سرنهن جي وڻ ڪان پاسي تي پيري جي آڏو آڳنڌ ۾ اهائي ساڳي کٽ، جنهن تي ماما رمون پهرين ڏينهن کان وٺي آخري رات تائين ستو هو. اوطاق ۾ به ته ڪجهه نه بدليو هو. صرف هڪ تبديلي آئي هئي، جنهن تڏي وڇيل کٽ تي اوطاق ۾ روزانو رات جو ماما رمون سمهندو هو، ان تڏي وڇيل کٽ تي هينئر علي اڪيلو ئي اڪيلو ننڍا وهاڻي جي پنهنجي پنهي هٿن جي ترين تي مٿو رکي سنئون ستو پيو هو. ماما رمون ۽ سان شروع کان وٺي آخر تائين گذاريل گهڙيون هڪ هڪ ڪري ياد اچي رهيون هئس ۽ اکين مان لڙڪ وهي سندس لونڊڙين وٽان ڏيندا قميص جي ڪالرن کي پسائي رهيا هئس، پر اهي علي کي محسوس به ڪونه پئي ٿيا.

ماما رمون سان گذاريل ڪيترائي واقعا علي کي پنهنجي ذهن جي پردي تي فلم وانگر نظر اچي رهيا هئا. پر انهن مان ٽي چار واقعا اهڙا به وڏيڪ چٽا پئي نظر آيس.

هڪ ڀيري جڏهن سندن پوک ۾ شڪارين جي ڪتن جو مهمايل سوئر اچي پيو هو ۽ ان سوئر علي ۽ ڪدو تي جيئن لوهه پئي ڪئي، ته ماما رمون وڏي ڦڙتائي سان ماسهون ايندڙ سوئر جي منهن تي ڪاهه واري پائي جي چادر اڇلي وڌي ۽ يڪدم پاسو ڏئي اجلي جهڙي تيزائي سان سوئر کي پنهي پويون ٽنگن کان وٺي اتي جو اتي ڪٺي سوکهو جهليو هو. تيسين شڪارين جا ڪتا ۽ شڪاري به پهچي ويا ۽ سوئر کي پڌي ڪٺي ويا هئا ۽ انهن نه رڳو علي ۽ ڪدو جي جان بچي وئي هئي، پر ماما رمون ۽ جي سورهياڻي ۽ انهي ڪاريگري ۽ سان سوئر جهلڻ جي ماراهه بسه سڄي ٿر ۾، خاص ڪري شوقين جي محفلن جو موضوع بڻجي وئي. پر ٿن شوقين زميندارن ته ڪوشش به ڪئي ته علي ۽ ڪدو کي ڇڏي ماما رمون هلي انهن وٽ رهي پر ماما رمون ڪنهن سان ٿي نه ويو هو.

پيو واقعو علي کي اهو ياد آيو جڏهن ڪدو ۽ سندس پاڙيسري پاڻ ۾ وڙهي پيا هئا. علي اتي ڪونه هو پر ماما رمون اتي هو. سيڻي سمجهيو هو ته سان رمون به ان پاڙيسري سان وڙهندو پر ماما رمون، ڪدو پاران وڙهڻ بجاءِ پين ڳوٺ وارن سان گڏجي پنهي کي ڇڏائي وڌو هو ۽ جهيڙو وڌڻ کان اڳئي ختم ٿي ويو هو. انهي ڳالهه ماما رمون جي ڳوٺ وارن جي دل ۾ ويتر وڌيڪ عزت پيدا ڪري ڇڏي هئي.

ٽئي ڀيري، علي جي شادي تي ۽ خاص ڪري شادي واري رات ۽ صبح جو سرگس وقت ماما رمون ايترو ته خوشيءَ مان نچيو ۽ خوش ٿيو هو جو ڪو ائين ته پنهنجي پٽ جي شادي تي ايترو ڪونه نچيو هوندو پر شادي کان پوءِ کهوٽ ڪنوار جيئن ئي پنهنجي گهر ۾ سيج وڇيل کٽ تي ويٺا ۽ مرد مايون ڪدو کي پٽس جي شاديءَ جون مبارڪون ڏئي رهيا هئا ۽ ڳوٺ جي ماين اهو سهرو ڳائڻ شروع ڪيو ” اهڙا ڏينهن سدورا، الاهه کان گهريم، اهڙا ڏينهن سدورا ... “ ماما رمون پري کان کهوٽ ڪنوار کي چتائي ڏسي اوچتو اوڇنگار ڏئي وڏي روئڻ ۾ ڇنڪيو ۽ اهڙو رنو جو ڪيترين مائرون جن جا پٽ ڪئين سال اڳ کهوٽ ٿيندي ٿيندي اوچتو گذاري ويا هئا، انهن جو هانءَ به ڦسي پيو. کهوٽ علي، ته اتي وڃي ماما رمون کي پرچايو پر علي کي پاڪر پائڻ کانپوءِ به ماما رمون کان ٻلڪ، ته پاڻ کي روئڻ کان روڪڻ چاهيندي به نه روڪي سگهيو هو.

ماما رمون سان گڏ گذاريل پيا به ڪيترائي واقعا علي کي ياد اچي رهيا هئا، پر اهو آخري واقعو جنهن عليءَ جي گهر ۾ اپائڪائي پيدا ڪري ڇڏي هئي، علي کي ان واقعي جي هڪ هڪ گهڙي ۽ ان وقت ڳالهايل هڪ هڪ لفظ چڱي طرح نه رڳو ياد هو، پر ائين پيو محسوس ڪري چڻ، اهو سڀ ڪجهه هينئر سندس اکين آڏو ٿي رهيو هجي. اهو واقعو هفتو کن اڳ شام جو ٿيو هيو. ان شام جو ڪنڊ جي ڪارخاني لاءِ هڪ ٽرڪ علي جي ڳوٺ مان ڪمند کڻڻ آئي هئي. جيسين ٽرڪ ۾ ڪمند پورجي تيسين ڊرائيور پنهنجي ڪلينر کي ٽرڪ وٽ ڇڏي پاڻ ماما وارن جي ڪڪائين اوطاق تي هليو آيو جتي اڳيئي ڪچهري متي پئي هئي. بلوگهڙو پئي وڃايو ۽ ماهي گهاگهر به وڄائي رهيو هو ۽ ڳائي به رهيو هو.

اوپري همراهه جي اچڻ تي راڳ بند ڪري سڀ ڳوٺاڻا آڏي ڊرائيور کي مليا هئا ۽ ڪيس

ويهاري سڀني خوش مرحبا ڪيائون.

خوش مرحبا بعد ٿل ڪن لاءِ خاموشي ڇي وئي. پاهران آيل آن ڊرائيور خاموشي کي ٽوڙيندي ٻلوءَ ماهي کي چيو ته "اوهان ٻلي ڳايو سون کي سڀ راڳ وڻندو آهي".

"راڳ ته استاد ٽرڪن جا ڊرائيور سڀ ڏاڍو ڳائيندا آهن" ٻلو چيس.

"ها واقعي ٻر اڄ ته اوهان جو ٻڌائو" ڊرائيور مرڪندي چيو.

"استاد اڄ اسان کي اوهان سڀ ٻڌائيندا" ماهي پڻ ڍڪ کهاڪهر تي هڻندي چيو.

"ها استاد اڄ اوهان ٻڌايو. ماهي ۽ ٻلو جو راڳ ٻڌي ٻڌي ڪن ٿي ٻجي پيا آهن".

چرڻي احمد جي انهن چوڻ تي ڪچهريءَ ۾ ويٺل سڀني جي منهن تي مرڪ ترڻي آئي. علي به سڀني جي مرضي ڏسي ڊرائيور کي چيو "استاد ڪچهريءَ جو چوڻ ڪٿي وڃي پيو ڇا".

مان جنهن ٻوليءَ ۾ ڳائيندو آهيان، آها اوهين سمجهي ڪونه سگهندا" ڊرائيور جي انهن چوڻ تي ڪچهريءَ ۾ ويٺل ٻين همراهن به ڊرائيور کي چيو ته "استاد ڪهڙا نه ته هڪ ٻه ڪلام ٿي ڪٿي ٻڌايو."

"ڀلا اها کهاڪهر سون کي ڏيو."

ماهي کهاڪهر ٽرڪ ڊرائيور کي ڏني ۽ پاڻ ٻلو ڪان دلو وٺي وڃائڻ لاءِ ڪٿي اڳيان رکيو. ڊرائيور ڳائڻ شروع ڪيو. ٻولي واقعي ڪنهن کي سمجهه ۾ ڪانه ٿي آئي پر همراهه جي ڳائڻ جو انداز ۽ آواز ڏاڍو موهيندڙ ۽ توجهه ڇڪائيندڙ هو. ماما رمون به انهي ڳائڻ جي آواز تي کهران نڪري اوطاق ۾ آيو ۽ اچي ڳائيندڙ ڊرائيور جي پاسي کان ان کي ڇتائي ڏسڻ لڳو.

سڀني ماما رمون کي ڏسڻ لڳا جو ته ماما رمون جي اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا ۽ چپ ڦڙڪي رهيا هئس. سڀني جو ڌيان ماما رمون ڏانهن ڏسي ڊرائيور به ڳائيندي ڳائيندي ماما رمون ڏانهن لوڻو هنيو.

" ... ... ... ...

..." ماما رمون ٽرڪ ڊرائيور کان ڪنهن اوپري ٻوليءَ ۾ ڪجهه پڇيو.

" ... ... ... ...

..." ڊرائيور به انهي ٻوليءَ ۾ جواب ڏنس.

" ... ... .. ...

..." ماما رمون وري ڪجهه چئي اوچنگار ڏني ۽ ڊرائيور به اکين ۾ پاڻي آڻي اٿيو ۽ ماما رمون سان ڀاڪر پائي رڙ ۾ اچي چنڪيو.

سڀني ماڻهن کي اچرج وٺي ويو، ته هي سڀ ڪجهه ڇا ٿي رهيو آهي. وڏي اچرج جي ڳالهه ته اها هئي جو ماما رمون ستن اٺن سالن کان پوءِ انين اوچتو ڪجهه ڳالهايو هو. ڪچهريءَ ۾ سڀني جيڪو ڪجهه پنهنجي اکين سان ڏسي رهيا هئا ۽ هينئر هينئر ڪنن سان ٻڌو هئائون انهن مان ڪيترن کي پنهنجي اکين ۽ ڪنن تي اعتبار نه پيو اچي.

علي ۽ ڪدو وڏي وجهي ماما رمون کي ڀاڪر پائي پرچائڻ لڳا ۽ انهن ڏسندي ڏسندي ٻيا همراهه آيا ۽ هنن کي پرچائڻ ۾ لڳي ويا ۽ ڪدو ۽ عليءَ کي مبارڪون ڏيڻ لڳا ته "ماما رمون ڳالهايو آ، مبارڪ اٿو."

اتي ڪچهريءَ ۾ ويٺل ننڍي پار، ته اٿي وڃي پڳا ۽ اوڏي مهل ٿي وڃي سڄي ڳوٺ ۾ هڙهو ڏنائون ته "ماما رمون ڳالهائڻ شروع ڪيو آ"".

"اها انتشي" جنهن سڀ ٻڌو سو ڀاڄ اهو لقاءُ ڏسڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ ڪدو جي چپريءَ ڏانهن ڀڄندو ٿي آيو ۽ انهن جهٽ ۾ سڄو ڳوٺ اچي گڏ ٿيو. تيسين ماما رمون ۽ ٽرڪ ڊرائيور ان اوپري ٻوليءَ ۾ ڪجهه ڳالهائيندا رهيا ۽ ٻيا سڀ اچرج سان اهو سڀ ڪجهه پنهنجي اکين سان ڏسندا رهيا ۽ انهن سڀني جي ڏسندي ڏسندي ماما رمون ۽ اهو ٽرڪ ڊرائيور وري ٻڪين پنهنجي ويا ۽ اچي رڙ ۾ چنڪيا. هميشه کلندڙ خوش رهندڙ ماما رمون ان ڏينهن سڀني سامهون ٻارن وانگر روئي رهيو هو. همراهن وري کين پرچائڻ جي ڪئي ۽ کين پرچائي ويهاريائون ته سڀ ماڻهو ماما رمون کان اصل معاملو پڇڻ لڳا.

" اسان ٻئي پرديسي هڪ ئي وطن جا آهيون ۽ هڪ ٿي ڌرتي تي ڄاوا آهيون" انهن چئي ماما رمون سامهون نهاري، سوچڻ واري انداز ۾ ڪجهه پل خاموش ٿي ويو.

"ماما رمون توهان ڪهڙي ملڪ جا آهيو؟" ماهي تڪڙو سوال پڇيو.

"مان اڄ توهانکي سربستو احوال ٻڌايان ٿو." ماما رمون اڳيان ويٺل عيسي جي ننڍڙي ٻٽ نبو کي حسرت ڀريل پيار سان ڏسندي چيو.

" سون کي پنهنجي ملڪ ۾ پنج ٻٽ ٿي نيائيون هيون. ٻر اسان جي ملڪ ۾ ڀيمارين کهڻيون آهن ڊاڪٽر ڪونهن. ڪٿي جيڪڏهن ڪو ڊاڪٽر آهي به، ته مريض ان وٽ اچي گڏ ٿيندا آهن جو وارو ٿي نه سگهندو آهي. اسانجي ملڪ ۾ ڀار جي چمڻ سان ان جي آئيندي

جو پتو پئجيو وڃي تہ وڏي لاءِ سندس عمر ڪيئن گذرندي."

ڪچهريءَ ۾ پڻ همراهن جي اچڻ تي ماما رمون ڳالهائڻ ڏورو روڪيو.

"ڇو انهي جا نجومي ايڏا هشيار آهن ڇا جو ..." همراهہ وچ ۾ سوال پڇيو.

"نہ نہ انهن ڪونهي" ماما رمون چوڻ لڳو "پر اسان وٽ پيدا ٿيندو، تہ اسان جهڙي وبڪائي، بيوس ۽ پريشان حياتي گذاريندو ۽ جيڪو هنن ڏاڍن وٽ پيدا ٿيو اهو سڄي عمر عيش سان رهندو."

"پر ماما توهان پنهنجي اولاد لاءِ پڇايو هئي، تہ پنج پٽ ٿي ويا هئا، اهي هاڻي ڪٿي آهن" سندس بوبان ويٺل هڪ ڳوٺاڻي پڇيو.

اهي سڀ بيمارين ۾ مري ويا، صرف هڪ پٽ آخر ۾ بچيو هو، ان کي سندس ڇهن سالن جي ننڍڙي عمر ۾ پنجون دفعو اسپتال داخل ڪرايو هئوسين ۽ ڪجهہ ڏينهن علاج ڪرائي ڳوٺ وڃي رهيا هئاسون، تہ ڊاڪٽر آنت ڏيندي چيو هو "هاڻي اوهان جو پٽ چڱو ڀلو ٿي ويندو. اوهان کي علاج جي ضرورت ڪانہ پوندي."

"نہ ڊاڪٽر نہ" منهنجي زال روئيندڙ ڪي پنهنجي پٽ جي ڏرا ڏني ويل اکين ۾ نهاريندي چيو هو "اسان جي پٽ جو علاج ڪڏهن ختم نہ ٿيندو ڇو تہ اسپتال مان نڪري اسان جو پٽ اسان سان ڪڏ انهن ساڳين حالتن ۾ رهندو جيڪي سندس بيماري جو سبب آهن."

"پوءِ ڇا ٿيو ماما" خاموش ٿي ويل ماما رمون کان سامهون ويٺلن مان ڪنهن پڇيو.

"پوءِ منهنجو اهو آخري پٽ بہ گذاري ويو" ماما رمون ٿڌو ساهہ کڻي چيو ۽ سندس اکين مان هڪ دفعو وري لڙڪ وهڻ شروع ٿي ويا.

علي محسوس ڪيو، تہ ڳوٺ جا سڀ ماڻهو اڇي ڪڏ ٿيا هجن ۽ اهڙي خاموشي هجي. ايئن پهريون دفعو ٿي رهيو هو.

"منهنجي اولاد مان انهي آخري پٽ جي مري وڃڻ کان پوءِ اسان زال مڙس ڏاڍا ڏکويل رهندا هئاسون. نہ ڪو ويجهو مٽ مائٽ منهنجو زندهہ هو نہ ڪو منهنجي زال جو. ۽ جيڪڏهن ڪي هئا بہ تہ اهي پنهنجيءَ ۾ پورا هئا. انهن ڏينهن ۾ هڪ دفعي آڌيءَ رات جو اسان جي جهوپڙيءَ کي پوليس گهيري ورتو. منهنجي زال سخت بيمار هئي. مون کي پوليس پڪڙي وڌي وئي. پوليس مون کان بنا پڇا ڳاڇا ڪرڻ جي پہ ڏينهن لاڳيتو منهنجي بيعزتي ڪندي رهي، منهنجون مچون پٽي ۽ مارون ڪيندي رهي. مون کي منهنجي بيمار زال جي ڏاڍي اون هئي. منهنجي اکين آڏو پڻ گرفتار ٿيلن مان بہ ڪيترن کي پوليس وارا ڪرسين تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهاريندا هئا. ڪن کي ننڊ نہ ڪرڻ ڏيندا هئا. ڪن کي ڪئين ڪلاڪ پٺي ۽ پيرن اگهاڙو ڪري تتل واري ۽ آس تي ويهاري ڇڏيندا هئا. هڪ همراهہ کي تہ اسان جي روبرو زوري پيشاب پيارينون. هڪ ٻئي همراهہ کي گوڏن وڏن پڌي وٽ ۾ اتو ٽنگي، کهڙيال جي لڏني واڱر لاڳيتو هڪيش قيدي ڪاد لوڏي لٽيندا رهندا هئا. ڪن کي تہ آڱرين ۽ نازڪ عضون تي سيون هڻندا هئا. ملاقاتون سڀني سان بند هيون. منهنجي گرفتاري جي ٽين رات تي پوليس ڪجهہ ٻيا بہ ماڻهو گرفتار ڪري آني انهن گرفتار ٿي آيلن ۾ ڪجهہ عورتون، ٻار ۽ ڪجهہ منهنجي ڳوٺ وارا بہ پڌجي آيا هئا. انهن پڌايو تہ منهنجي زال بہ ان ڏينهن گذاري وئي، جنهن رات مون کي گرفتار ڪيو ويو هو. اها خبر مون لاءِ ڪيتري جي ڏنگ کان وڌيڪ عذاب ڏيندڙ هئي. مان اڳ ۾ بہ پوليس هٿان ڪيئي دفعا پريشان ٿي مارون کائي چڪو هوس. ٻار بہ سڀ نڪن ۽ بيمارين جو بک ٿي چڪا هئا. زال جي موت جو بہ پڌو هئم. ڪهڙي ڏوھ ۾ پوليس گرفتار ڪيو هو، اهو بہ پتو ڪونہ هو. ان رات مون پہ ڳالهيون سوچيون. هڪ تہ آپگهات ڪري پريشانين کان دهوشہ ڏور هليو وڃان يا جيئن منهنجي ملڪ جا ٻيا ڪئين ماڻهو انهن ظلمن کان تنگ ٿي پنهنجو ڏاڏاڻو ڏيهہ ڇڏي ڀڄي ويا هئا تيئن ڪريان. آخر خود ڪشي کان ڀڄي انهن سمجهيم" ماما رمون ائين چئي ڏورو ڪنگهي وري ڳالهہ جاري رکندي چيو "منهنجي ملڪ ۾ تہ ڪيترا ماڻهو خوف کان لاڳيتو گونگا ٿي رهندا هئا، ان ڪري مون بہ پنهنجي بچاءَ لاءِ گونگو ٿي رهڻ جو سوچي ڇڏيو هو. اڄ هن مسافر ٽرڪ ڊرائيور جو آواز پنهنجي ابڻي ٻولي ۾ پڌم. هن پڌايو آهي تہ پنهنجي ملڪ ۾ ظلم خلاف هلچل تيز ٿي وئي آهي ۽ ماڻ بہ سپاڻي يا پرين انهي ڏاڍ خلاف وڙهڻ لاءِ واپس وڃي رهيو آهي. مان ان مان سڀاڻي گڏيو ويندس ۽ وڃي پنهنجي اسڙ جي ٽج جو ٽورو لاهيندس. انڪري اڄوڪي رات اوهان مان منهنجي آخري رات آهي. اوهان مان ڪنهن کي مون وٽان ڪو اهنج پهتو هجي تہ

سون کي پنهنجو سمجهي معاف ڪجو ۽ شل اوهان سدائين خوش رهو."

"نه ماما نه ائين ڪيئن ٿو چئين" علي اٿي اچي ماما رسون کي ڀاڪر پاتو. پر ڪوساڪوسا لڙڪ علي جي اکين مان ڳڙي اچي ڳرتي تي ڪريا ۽ ڳرتي خاموشيءَ سان پئي لڙڪ جذب ڪري وئي.

"پٽ" ماما رسون ڪجهه وڌيڪ گنڀير ٿيندي علي کي چوڻ لڳو "جڏهن پنهنجي ديس ۾ سڀ ڪان چڙهي ويل حالتون پيدا ٿينديون آهن، تڏهن ڪي ڪي پکي ۽ ڪي ڪي انسان ڪجهه اڻ ڪٿيل وقت لاءِ، نه چاهيندي به پنهنجا واهيرا ۽ وادڻ ڇڏي هليا ويندا آهن ۽ سڌو واءُ وڻ سان وري موٽي وڃي پنهنجا ساٿ سڏيندا آهن."

ماما رسون ڪن پل لاءِ ڪجهه سوچي پوءِ ڳالهه جاري رکندي چيو "سنڌ ۾ آيل پرديسي پکي به ته واپس هليا ويندا آهن. ان ڪري پٽ، ماما رسون به سڀني اوهان سڀني کان موڪلائي پنهنجي ساٿ ڏانهن موٽي ويندو." اهو سڀ ڪجهه ماما رسون پيار ۽ پاڻپوهه سان علي کي گهوريندي پرجهي آيل نيڻن سان گهگهي ٿيل آواز ۾ چئي، پنهنجو خاموش ٿي ويو.

علي، ڪدو توڙي پيا سڀ ڳوڙها اهڙي ڏکوئيل ماٺ ۾ هجن جهڙوڪر ڏکويل انسان جا ات هجن.

"ماما رسون توهان جي ملڪ ۾ اهي ڪاريا ڪڏهن جون بلائون آهن؟" خاموشي کي ٽوڙيندي هڪ ڀيرو ماما رسون کان پڇيو.

"ابا مان آهيان اٿوڙهيل، پر هوڻئن اهي بلائون ڪجهه ڏهاڪن ڌاران کان آيل آهن اتي اسانجي ملڪ ۾ ڪي ٻاهر کي ڏيڄ سڏائين، ڪي فرينچ، ڪي انگريز، ڪي وري ٻاهر کي جرمن پيا ڏا سڏرائين، پر انهن نه ڪو انهن ماڻهن سان همدردي نه ڪو اسان جي ڌرتي ۾ ٻاڻ سماڻي سگهيا آهن. باقي اسان مان راڳا ڪري ڇڏيا اٿن. اسان کي پنهنجي ئي ملڪ جي پنهنجن شهرن مان جتي اسان صديون کان رهندا هئاسون، تن ابائن شهرن مان زوري لڏا پڙائي وڃي ريج ۾ رهايو اٿن جتي بيروزگاري، بک ۽ بيمارين جي ڪري انسانن آڌو حياتيءَ جو مقصد رڳو موت جو انتظار ڪرڻ آهي. اتي ماڻهن کان ڪير پڇندو ته ڪهڙا حال آهن ته هو نراسائيءَ سان چوندا "بس مڙئي پيا حياتي جا ڏينهن پورا ڪريون."

"توهان کي لڏو پڙائڻ لاءِ بهانو ڪهڙو ڪيائون؟" ڪنهن پڇيو.

"چيائون حڪومت قانون ٺاهيو آهي "اپارٽيڊ" ۽ انهي اپارٽيڊ جي ضابطن هيٺ جيڪو چاهين پيا سو ڪن پيا."

"ماما توهان هن ٽرڪ ڊرائيور کي اچڻ مان سڃاتو ڪيئن؟" بلو، ماما رسون کان پڇيو.

ماما رسون ٻڌائڻ لڳو ته "انهيءَ جي آواز ۾ جڏهن پري کان اهو ڪلام سون پنهنجي ابائي ٻولي ۾ ڳائيندو ٻڌو ته "دلبر واري ديس جو ڪوئي نئون مسافر آيو..." ته سون اچڻ سان پڇيو مانس ته "تون ڪهڙي ديس مان آيل آهين"؟

"مان ڏکڻ افريڪا مان آيل آهيان، هن سونکي ٻڌايو".

"پوءِ توهان ڇا چئي هن کي ڀاڪر پائي روئي ڏنو" بلو وري پڇيو.

"سو ديس مسافر منهنجو ڙي" ماما رسون کي ائين چوندي وري اکين ۾ لڙڪ تري آيا هئا. گذريل سڄي رات واري واقعي جي ياد جو اهو وهڪرو علي جي ذهن ۾ اڃا اتي مس پهتو، ته اوچتو علي هڪ ڏک ڀريل آواز ٻڌو. علي ڪنڌ واري تان اٿي ڪڍڻ لڳو ته اهو آواز ڪٿان آيو. سندس يادن جو سلسلو ٽٽي پيو. علي کي پنهنجي ڳچي ۽ قميص جا ڪالر لڙڪن ۾ پسيل محسوس ٿيا. علي انگوڇي جي پلئو سان اکيون ۽ ڳچي اڃا اگهي پئي ته ساڳيو آواز ٻيهر آيو. اهو آواز آسمان مان آيو پئي. علي چڱي طرح ڪايو، انگوڇو ڪٽ تي ڦٽي ڪري مٿي آسمان ڏانهن ڏسڻ لڳو. ڪونجن جو ولر پنهنجي وطن روهه طرف وڃي رهيو هو. ولر کان وڇڙيل ڪا ڪونج پنهنجي ولر سان گڏجڻ لاءِ پڪاري رهي هئي.



"جنهن لاءِ مرضي پوءِ، تنهن جي پٺيان لڳي سگهان ٿو" سپاهي چيو "۽ اهو مڪمل آزاديءَ جو ثبوت آهي" (ڪابريل لاڻوب)



# عنايت بابو

# سُڌري پيو

ريحانه حيدر جويو

آخر سڌري ويو ته، سڀ سٺ مائٽ ڏاڍي چاچي کان وٺي، ننڍي ماسي وارن تائين، سڀ هڪ پاسي، ۽ اڙي پاڙي جا ٻيا پڻ پاسي. جڏهن ماڻهوءَ کي سڌارڻ لاءِ چوڌاري ڪوششون ڪجن ته ماڻهو ڇو نه سڌرندو. ڪوششون به رڳو عقل فهم دليل ۽ دلائل تي ٻڌل هجن، تڏهن به ٿوري گهڻي دير ٿي سگهي ٿي. ڇاڪاڻ ته عقل سمجهه ۽ دليل جو تعلق وري به عملي زندگيءَ سان ٿئي ٿو. نتيجا وري به عمل ڪيندو. هت ته ميدان ان ئي عمل جو، جت ڳالهين سان گڏ عمل لازمي ۽ عمل بعد نتيجو. وچ ۾ نه سال نه مهينا نه هفتا نه ڏينهن. اصل ڪانٽي وانگر هيڏانهن ٻـڙ ۾ وجهه ۽ هوڏانهن ٺٺيءَ ڏي ڏس. آخر دير ئي ڪهڙي.

بابو منڍ کان ئي سڌريل هئو. بقول گهر وارن جي. بابو صفا ڏاڏي وڏي جهڙو ٿئي ها. چوندا آهن ته بابو ننڍي لاڪون ئي ائين هوندو هئو. جيئن ڏاڏو وڏو هو. بلڪل ائين ئي اڃا مڇن جي ريهه ئي مس لٿي هئس، ته هڪ جيڏن سان رات جو اٺين ويهڻ شروع ڪيو هئائين. ڪڏهن نه بگڙيو.

هڪ دفعي سندس استاد تڏي تي جهلجي پيو. اٺيون ئي چار لڳس ته وٺي ڀاهوڙيائين، پهچي ويو سيني جي سٺان. بابو به کليو. سورهن سال عمر ۾ به، سچو، ڏنڊا، آڪڙا به سڀ نه ڪرائي سگهيا. انڪار جو ٿيو، ته ها نه ٿي. نهه ڪي نـو ڪوٽ. ان بعد بابي کي، ڏاڏي وڏي، کهه جا ڍڪ وڌا، بوسڪيءَ جو ٻڪو وٺي ڏنائينس. چوڌاري ٿر ۾ ڏاڏي وڏي جي هاڪ پئجي ويئي. ڪوڙ ته دوست آيس ۽ جن اچي مبارڪ ڏنس ته ڳاديءَ سچ نه ٿي. ڏاڏو وڏو به انهيءَ ئي ان عمر ۾ ملڪان ملڪ مشهور ٿيو هو.

پر زمانو نئون ٿي پيو. هونئن زمانو نئون نه ٿئي ها، جي هينئين واسي ۾ ٽيڪسٽائيل مل نه لڳي ها. مل ڇا لڳي زمانوئي بدلجي پيو. ڏهه ڪوهيءَ ۾ رات جو اٺين ويهڻ ئي بند ٿي ويو. سڀ مل ۾ جنبجي ويو، جيڪو جنبهيو نه ٿئو، سو به جنبجڻ لاءِ وڏا وس ڪري رهيو هئو.

بابو صفا مل ۾ ڀرتي نه ٿئي ها، پر ڪوٽ جي هڪ گهر ۾ صفا انقلاب اچي ويو. مل کان اڳ ان گهر ڏليءَ ۽ سندس ٻڻن لاءِ، جيڪڏهن ڪو ماڻهو رستي ويندي پا ڪنهن هنڌ پيو ڪندو هئو، ته ڪوٽ وارا انهن جي سيڙپ کان ئي انڪار ڪري ڇڏيندا هئا. ڇاڪاڻ ته ڪوٽ جي چوائي مطابق، ان گهر وارا پروچ جا پٽ ئي نه هئا. جي ان گهر سان مٺيون سانٽيون ٿيل نه هجن ها، ته جيڪر ڪوٽ وارا، ان گهر وارن کي اتان زوري اڏائي ڇڏن ها. پينهان پاڙي، ڍچٽا، بزدل، واٽين جو...

اهو ماڻهو ۽ سندس ٽيئي پٽ مل ۾ ڇا ڀرتي ٿيا هئا، ڄڻ ته ديگ دنيا جي هٿ آئي هئن.

اڳ ان گهر ۾ جي هيڏانهن ڪانءُ ايندو هو، ته هوڏانهن نڪري ويندو هو. ٻوڙهن ڍڳن جو جوڙو، ڪٽل ڳاڏي، ٻندرهن جريبن جو هارپو، ڳريل ڳٺون، الا الا، خير صلاءِ هاڻ؛ هاڻي ته ان جهوپڙيءَ جي جاءِ تي، پڪ سري جڳهه، سا به ڪوٽ کان ڪوڏو مٿي. مٿان ماڙي، گهر ۾

ٻڌڪو، ٻڪي اوطاق، اوطاق ۾ نلڪو، نم جون ڪٺون، گهر ۾ نلڪو، چادرن سان هنڌ، ريشمي لٺا. جڻ ته ڳوٺ جا چڱا مڙس ئي هي هئا.

هونئن به ته جڻ مڙسيءَ جا معيار ئي بدلجي ويا هئا. اڳ ته اهين نه هئو پر هاڻ، هاڻي تـه عيسيٰ نـه موسيٰ وڏا پـر پئسا، جـي ڳـالهه لڳي پئي هئي. صرف ان ڪري ئي بابو مـل ۾ ڀرتي ٿيو.

ان ئي عرصي ۾ هن جـي، ضلع هيـڊ ڪوارٽر جـي هڪ مزدوراڳواڻ سان ڏيٺ ويٺ ٿي پئي، جنهن مزدورن کي چيو، ته اوهانجي سڀني تڪليفن ۽ شڪايتن جو علاج فقط يونين آهـي جي ڏاهيو ته :

جلدئي يونين ڏهي پئي .

نه صرف يونين ڏهـي پر بابو يونين جو صدر به ٿي پيو ۽ پوءِ هوريان هوريان شـهر جا مزدور ڪي ڏاڙهيءَ سان، ڪـي بنا ڏاڙهـيءَ، ڪـي مڇن وارا، ڪـي بنا مڇن سان تر جـي ڳوٺن ۾ ڪچهريون ڪرڻ لڳا. ۽ انهن ڪچهرين ۾ بابا به هوندو هـيو .

ستت ئي بابا ۾ ڳوٺ وارن توڙي ڏاڏي وارن جا شڪ پوڻ لڳا ۽ شڪن کان به ڳالهه ڇڙي اڳتي هلي.

نه بابو پيرن فقيرن ۽ مرشدن کي نه ٿو مڃي.

اڳ جو ڳوٺ ۾ ماڻـهو يا ڍور بيمار ٿيندو هئو، ته ان جي نه صرف دوا ٿيـندي هئـي پر دعائون به ڪرائيندا هئا، دعائن ۾ ڌاڳا، ڦيڻا، ڦليتا، پڙهيل پاڻي جا شيشا، سوڻ، ساڻ، به ڪيا هئا ۽ هاڻ، هاڻي ته بابـو سواءِ دوا جي پين سڀني ڳالهـن جو نه رڳو انڪاري ٿي پيو هيو، پر مخالف به. شل نه ڪنهن کي دعا يا سڳو، ڦيڻيءَ ۾ يا ڌوري پيل ڏسـي۔

ڏٺو ناهي پڙهيو ناهـي. پوءِ ڪٿي جهيڙو ٿي پوي. منهن ڏيو پر مڙيو اصل نه. ڏسڻو وائسٽـو بابو ڪري خراب ڏي پيو.

هونئن بابـي کي ڪارڻ ۾ عزيز، حق ڪان به وڌيڪ حيدر جو هٿ هئو. حيدر، ڪارو، ڊگهو، ديو جهڙو، گهر لٺائـڻ کان پوءِ بهلڳندو اٿين هئو، جڻ ڪو خيبر ڪٽيو اٿائين.

بابا سان گڏ چاچا قاسم جي ڪـهڙي ڳالهه ڪجي. چاچي قاسم جهڙا ماڻهو ڪي ورلـي هوندا. ســچي عمر ۾ ۽ خاص ڪري مل ۾ ڪڏهن نه کسلڳس، نه صرف پين مزدورن سان گـڏ پگهار وٺندي هئـس، پر اوچتـو اوچتو پگهار ۾ ڏهن کان چاليهن روپين تائين سال ۾ ٻه ٽـي دفعا اضافا به اچي ويـندا هئـس. مل ۾ ملڪا ڦلڪا ٺيڪ، ته هٿان ئي نه ڇڏيندو. توڙي جو ڪٿي پوءِ جنرل سيڪريٽري بـه ٿيو. هڪ دفعو ته پنج هزار روپين جو چاچا مٿان الزام اچـي ويو. پر چاچا ڪاڏي ٿو اهڙا الزام پوڻ ڏئي . چاچي جي پن ٽن ڏينهن جـي غير حاضريءَ ۾ جيڪي ڏو را گهٽا شڪ شبها مزدورن ۾ جاڳيا هئا، سي به چاچي قرآن کڻي دفع ڪري ڇڏيا هئا . پوءِ جو ڪٿي ڇهن مهينن بعد چاچي مٿان پنج ئي هزار خرچيءَ وارا ۽ مـــل ۾ ٿيل نقصان چاچي ۽ انتظاميا تي مڙو ٿي پيو .

پر چاچا جهڙن مڙسن کـي جا ٿو لوڏو اچي .

چاچي قاسم جو چوڻ هوندو هئو تـه ٿلڏي تي خبر نـه پوڻ گهرجي . پوءِ جي خبر پئي تـه ڪجهه نه ٿيندو . پر جي ٿلڏي تي ڳالهه پکڙجي پوي تـه ماڻهوءَ کي ٿورڙو نڪ جو پڪو ٿيڻ گهرجـي، ۽ يڪدم روئندي ان ڳالهـ جي معافي وٺڻ گهرجي. چاچي سڄي زندگي انهي اصول مٿاندڙ گذاري آهي .

هونئنءَ چاچو قاسم به بابي سان گڏ راتين جـو رولاڪ رهيو آهي. اڳي هيڏي هڪ جهڙاني ۽ هاڻي هيڏي دوري .

بابي جي روايتن کان بغاوت کي به چاچي گهٽي وانگو ڪيو. هـونئن ته چاچو قاسم بـه بابي ۽ آيل مهمانن سان ڪچهرين ۾ پٺ هوندو هئو ، پـر ڪچهرين جي حــد تائين . چاچي قاسم ڪڏهن به سنجيدگيءَ سان ٿيندڙ ڪچهرين تي نه سوچيو هئو ۽ نه وري ڪڏهن عمل ڪرڻ جـي ڪوشش ڪئي هئي .

ڏاڏي ۽ وڏي ڏاڏي وارن، بابا کي ڪارخاني ۾ ان ڪري پيهڻ لاءِ چيو هئو ته، جيئن اسان به ڳوٺ ۾ ٿهيل لٽڻ ۽ ڪچي ڪوٺيءَ کي ڊاهـي ڪا پڪ سري ماڙي ٺهرايون، جيئن اڳـتر ۾ چڱا ليکيا ويـندا هئاسين ، انهن ئي هـن بدلجندڙ زماني ۾ به چڱا چوکا ليکيا وڃون.

ان چڱي چـوکي ٿيڻ لاءِ ڏاڏي ۽ وڏي ڏاڏي وارن نه صرف بابي کي پيهاريو هئو ، پر گهرجي پنجن پين ڇوڪرن کي به مل ۾ وڏيون سفارشون ڪري ڀرتي ڪرايو هئو . هيڏانهن بابو هئو جو نه صرف پاڻ ڪري خراب ٿيو هئو ، پـر انهن پنجن سميت ڳوٺ جـي پين بـه اڪيچار مزدورن کي ڪاري خراب ڪيو هئائين. ڳالهه نه صرف اتي کٽي هئي پر اڃا به اڳتي وڌي هئي. اپستائين جو ڳوٺ جي، پرائمري اسڪول جي، سڀني پارن تائين، جن ۾ گهڻئي اسانجي ڳوٺ جي هوندي هئي . دعــا، دعاڳي، ٽـوٽڪي، ڦيڻي، پيري مرشديءَ

خلاف ڏهڪ شعر ۽ ڇهڪ زهريلا چرچا اڪثر وات تي هوندا هئن

عجيب ماحول ٿي پيو هئو. ڏاڏي ۽ وڏي ڏاڏي وارا ٽوڙي سندن عمر جا پڳ ٻڌائڻ، پيري، مريدي، دعا، سڳي جا سخت مخالف.

بابا ۽ پيا ڳوٺ جا مزدور انهن سڀني ڳالهين جا شديد مخالف ۽ وري ڳوٺ جا اسڪول پڙهندڙ شاگرد اڃا هڪ قدم اڳتي. نديا ٽوڙي وڏا، وٺن ڪهڻن ۾ ڳائيندا ڪيڏندي ٻوڙندي. ڪهڻين ۾ اها جهونگار لڳي پئي هئي.

پر پوءِ اوچتو خبر پئي ته چاچا قاسم پنهنجي ٻين ٻچن سان گڏ ٽرڪ ۾ ورتو آ.

ان خبر، ڏاڏي ۽ وڏي ڏاڏي وارن کي، باهه لڳائي ڇڏي، پئي پاسي، بابي جي پيرن هيٺان به زمين نڪري ويئي. جاڪاڻ ته اسان کي ڪجهه ايڪڙ زمين جا هئا، پر چاچا وارن جو ته گذر سفر ڪجهه غريبن جي هاري تي، ۽ پگهار تي هوندو هو ۽ چاچو هئو به اڪيلو ڪمائڻ وارو. هاڻ ته روز ڏاڏي ۽ وڏي ڏاڏي وارن جا، بابا تي تيرا ڏيڻ لڳا.

”چڱو، قاسم کي ڇا هو. قاسم به ته ڏاهيون. پنهنجي لاءِ، پنهنجي ٻچن لاءِ. ۽ تون صدر آن.“

”صدر آگوڻي جو. اهي ايڪڙ به اسان ڏاهيا. هرسار هئاسين هرسار... ترسار نه. مزدورن جو تون پل پاسو وٺ، پر مل. مل ته پٺهن جي ناهي يا مل وارا ته تنهنجا چاچا ناهن جو انهن کان به ڪجهه نه وٺين. آخر زماني کي به ته منهن ڏيڻو آ.

اسان به ته تغاري کڻي ملڪيت ڪونه ڏاهي سين. راتيون جاڳيا آهيون راتيون. ۽ انهن راتين جاڳڻ ۾ دوستن کي به جهول ۾ ڪونه وڌو سين ۽ تر جو به ٿورو گهڻو خيال ڪيو سين. تڏهن به ٿوري گهڻي اک پڪي ڪرڻي پئي هوندي ۽ جيستائين ماڻهو اک پڪي نه ڪندو ته نه گهر هلائي سگهندو ۽ نه پار پالي سگهندو.

”هونئن، تم ڪا به پيٽ پالين ٿا. تون جي چاهين ٿو ته پلي. پوءِ جي ماڻهن وانگر نه ته ڪتن وانگر تنهنجا پار به پلجن ۽ دس ڪارين جا. حلال، حلال، حلال. ڏوهڻي ٿي ناني ءَ کي اٽو ڳوهڻ سيکاري.

”حق، مظلوميت، رڳو ڪتي واري ڪياڙي پيو ٿو هڻين. پلي هڻ. پر ڪجهه ٻچن جو به ڪر. پل جنهنکي وڻي تنهن کي مڃ، جنهنکي وڻي تنهنکي نه مڃ، پر اهو ڪي ڪر جيڪو آئيءَ ويل ڪم اچي ته ڪي به ۽ تنهنجي دوستن کي به.

ڇا توتي نديڙن پارڙن جو به حق ڪونهي. ڇا تنهن جي مذهب ۾ ٻڌ ٻنڻ جائز آهي باقي چئڻ نه. شرم ڪر شرم.

”پروچڪي ٿو وڃائين. وڏا ٿو لڄائين، مڙس ٿي بي غيرت نه. ڪجهه ننگ جو ڪجهه ٻچن جو خيال ڪر“.

۽ ڪجهه ڏينهن بعد باقي ۽ چاچي قاسم وچ ۾ لاڳاپا وڌندا ويا. سنهين سنهين ڳالهين جا (جيڪي ڪن ۾ ڪيون آهن) ۽ سنهڙا سنهڙا ٽڪڙا جيڪي ڪچهرين ۾ نه پر اڪيلائپ ۾ ڏبا آهن ۽ پوءِ سڀني کي ڪا مجبوري ٿي جو مل کي عارضي طرح بند ڪرڻ ۽ ڪجهه مشينون ٽڻ ۽ بندرهن سئو مزدورن جي رهيل چئن مهينن جون پگهارون پوءِ ڏيڻ جو سوال پونين آڏو رکيو ويو. هونئن به هو ڪارخاني جا مالڪ هئا. آخر مالڪ جا به حق ٿيندا آهن ۽ پوءِ هو لکي به ڏين پيا، ته مل وري هلائيندا سين.

اسان جي گهر بحث ٿيا. ڏاڏي ڳالهايو، وڏي ڏاڏي ڳالهايو. برادري گڏ ٿي. بابا جا نندي لاڪون جا دوست آيا. ڏاڏيءَ ۽ وڏي ڏاڏيءَ روا لاهي، بابي کي پيرن تي وڌا. ۽ چاچي قاسم به ٽوپي لاهي پيرن تي رکيس.

۽ نيٺ بابي کي به ڳالهه سمجهه ۾ آئي، ته پڇا به آهن ۽ اهو ڪي ڪجهه به ڪرڻو آهي، جيڪو مينهن وسندي ڪم اچي.

مل بند ٿي. چاچي قاسم پنهنجي واعدي تي قائم رهندي بابي کي مليل اڌ زمين ٽيهه جريب بنا پئسي آباديءَ لائق ڪري ڏني ۽ مس پرائا گهر ڊٺا. نوان پڪا گهر ٺهيا ساڙي سان. نلڪا اوطاقون به ٿيون.

هاڻ بابو پنهنجي قرآن پڙهائيندڙ استاد سان گڏ، مل پرسان پير تي پنجئي وقت نماز پڙهندو آهي ۽ واندڪائيءَ هئڻ سبب، جيستائين مل هلي ان استاد کان دعا سڳي ڪرڻ جو طريقو به سکندو آهي.



حڪم هر ڪو ڏيئي سگهي ٿو. حڪم جي پوئواري به گهٽي پاڳي هر ڪو ڪري سگهي ٿو، باقي انسان کي صلاحيتن جي کوٽ ئي گهرج آهي. (گابريل لائوب)




ڪان نڪري، ڏنـد ڪرٽڻ ۽ ڪنورون ڪرڻ تي دل گهرندي آهي. ها، چرين جي اسپتال بـ عجيب ۽ ولندڙ هنڌ آهي. شيخن وارن گهرن ۾ رهندڙ هڪ اسرار ۽ مستي واري حياتي گهاريندڙ آهن. ماڻهو عجب وچان ڏسي ۽ چوندا آهن "هـي چريو آهي." اسان هنن جي تهرس ڀريل مهانڊن کي ڏسـي، کلندا ۽ سمجهندا آهيون، تہ هو چريا آهن. هنن جو



ماڻهو چون ٿا تـ مان چريو آهيان. بيشڪ مـان چريو آهيان. ڪو وقت هو، جڏهن اهـو لفظ ٻاڌ لاءِ پڌندي ني، منهنجي دل زور سان ڌڙڪندي هئي. جسم ۾ رت جو دورو تڪڙو ٿـي ويندو هـو پـاسندو هـو، جڻ ڪو شيهو رجائـي ڪنن ۾ وجهندو هجي. منهنجو منهُو ڦرندو هـو ۽ دنيا اکين اڳيان اونداهي ٿي ويندي هئي. دل ۾ ايندو هو، تـ چوڻ واري جي جيب، ڪاڪڙي ڪان چڪي وڏان، ۽ پوليون ڀڃيانس.

ها! هاها! هاهاها!!! چريائپ بہ ڪيڏو شاناتو مرض آهـي. ماڻهو چرني جي وبجهو ناهـن ڪانئس اڏين پڇندا آهن، جڻ هو ڪو شينهن هجي، يا وحشي جانور. جڏهن روح جي سمنڊ ۾ ماندائ مچندو آهي، تـڏهن پيڙين جي ذري گهٽ پـڏڻ واري حالت ڏسڻ لائق هوندي آهي- ۽ وهيڻائپ

چوڻ آهي، تہ اسان غلطي تـي آهيون. پر اسـان جيڪو ڪجهہ ڪريون ٿا، اهـو ٺيڪ ۽ برابر آهي. ڇا اهو دليل ڪافي ناهي تہ اسان جو عقل سالم آهي.

چريائپ، سون کي ورثي ۾ مايل مرض آهي، ۽ هر ٻي پيڙهي ۾ آڪهہ جي هڪ نہ ٻئي پاتي کي اچي جهليندو آهـي. پ ڪ سمجهيو يا نيپاڳ، تـہ هاڻي منهنجو وارو آيو پڏو آهي، تـہ سون وارو ڏاڏو بہ هن بيماري ۾ ڦاٿو هو، ۽ مـرض سوڏو ماڻهي منهنجي ڀڄائي بہ آندائين، هاڻي منهنجي پڏو. تنيهڻ ۾ ني بخار مٿي تي سوار ۽ ڳچي جـو هار بنيل هـو. وڏن لائق ڊاڪٽرن منهنجيون طبي چڪاس ڪيون، ۽ چيو مرض لا علاج آهي. ڊپ آهي، تہ بخار اڳتي هلي چريائپ پيدا ڪري وجهي. مان پڏندو ۽ هنن جي سچائپ تي کلندو هوس.

انهن ڊاڪٽرن جـي ڄاڻ بـہ اڻ پوري هئي. هـو گهڻن مرضن کي لا علاج پڌائيندا آهن.

مٿي تان ماءُ هٿ کڻي ويو قانون جي ڏور تائين ڏسندڙ نظر، منهنجي بيماري تائين نہ پهتي، ۽ مان هن جـو اڪيلو وارث ... لکن جي ملڪيت جو مالڪ ٿي پيس. وري مزو اهـو جو شڪل جو سهڻو بہ هئس. لالـچ ۽ هوس جا پڌا پانها، چئني پاسن کان ڦيرا پائڻ لڳم. ٽوهـي نراڙ تـي پائڻ وارا مغرور بہ اڳيان جهڪڻ لڳا. جوان ۽ پوڙها مـون تي درود پڙهڻ لڳا. هڪڙو پوڙهو پين ڪان وڏيڪ پرستار ٿي ويو، ۽ ڏينهن رات منهنجي چـاپلوسي ۾ هو. ڪيس هڪ ڌيءَ ۽ هڪڙو پٽ هو. اهـو ڪڏهن صفا سڃو پينگيو هو. ماني جي پاروٽي ڳڀي لاءِ سڪندا هئا. ڪيئي ويلا پيٽ کي ڀٽيون پڌي گـذارو ڪندا هئا پوڙهو هونئن تہ ڏاڍو "حرامي" هو پر دولت جي رڃ ڏسي، هوش جهري پيس. هن جي مرضي هئي تہ سندس ڌيءَ جي شادي ڪنهن حالت ۾ بہ مون سان ٿئي. نوجوان ڇوڪريءَ جي سونهن، چوڏهين جـي چنڊ جيان ڀڙڪندڙ هئي. هن جو حسن، جيڪر حورن کي بـہ لڄي ڪري وجهي. مـون ساڻس شادي ڪري ورني. پوڙهو ۽ پٽس، پنهنجي ان سوڀ تي ڪڏا نہ ٿي ماپيا، ۽ مـون بہ ٽهڪ ٻئي ڏنا، تہ ڪهڙ ڏهو ٿي نہ پيو آهي، تـہ هنن جـي ڇوڪري هڪ چرني جي زال ٿي وئي آهي. ڪاڪهہ پوڙهـو منهنجي چريائپ کي تاڙي نہ سگهيو. هنن کـي پنهنجي پ ڪ تي ناز هو، ۽ مان هنن جي نيپاڳ تي پئي کليس.

مون واري زال توڙي جـو ڏاڍي سهڻي هئي، پر الائي ڇـو ڏهڙي ڪوماڻي پئي وئي. هن جو ڀڙڪندڙ منهن، هيڊو ٿـي

ويو. اکين جي چوڌاري ڪارا
دائرا نروار ٿي ويس. هروقت ماٺ
۽ گهٽي ۾ هئي. مون کي ڏسندي
ئي ٻچي ٿي وئي هوءَ شمع
وانگر ونڙجي رهي هئي. هن کي
خاموشي سان موت ڏانهن ويندو
ڏسي، منهنجيون واڇون ٽڙنديون
ويون. هن جو ڏکويل منهن ڏسي،
مون کي عجيب قسم جي خوشي
محسوس ٿيندي هئي. هن جون
ٻپ سان ڀريل اکيون، جڏهن
منهنجي وحشي نظرن سان ملنديون
هيون، ته هيانءَ ڦاٽڻ تي اچي
ويندو هوس.

هڪ رات منهنجي اک کلي
وئي. ڇا ٿو ڏسان، ته منهنجي
گل جهڙي زال، چوڙ ڀڇنڪندي،
پنهنجي ٻچي کي ڪهڻ وڏ ڳالهائي
پئي، ۽ پنهنجي عاشق کي ياد ۾
ڳوڙها پئي ڳاڙيس. سندس دل
جي راز ظاهر ٿيڻ سان ئي،
منهنجي رڳن ۾ باهه ڊوڙڻ لڳي.
منهن جي ڪنن ۾
غيبي آواز زوزاٽ ڪري
گونجڻ لڳا، ته هن کي ماري
وجهان. دل ۾ خوشي جي هڪ
لهر به گڏوگڏ محسوس ٿيم.
ڪاتيءَ کڻي ڏانهس وڌيس.
هن ڏسي ورتو، ۽ هراس ۽
حيراني منجهان مون کي ڏسڻ
لڳي. منهن اڇي ڪپڙي جهڙو
ٿي ويس، ۽ اکيون ٽڪ هڻي
ويس. اکين مان نراسائي ۽
معصوميت بکيس پئي ۽ توڙي
جو ڳالهائڻ جي سگهه به نه
رهيس، پر هن جي خاموشي،
هزار زبانن سان سندس بي ڏوهي
هئڻ جو اعلان ڪري رهي هئي
منهنجو مغز ڦريل ڏسي، هوءَ
ٿوکي خبر هئي، ته هوءَ ڪنهن
پئي کي دل ڏئي ويٺي هئي. ان
هوندي به تو ۽ تنهنجي لڳ
ٻيءَ، زوري هن جي مون سان
شادي ڪرائي ڇڏي. رڳو ان
لاءِ ته منهنجي دولت سان

شاهوڪار ٿي وڃو. هن ويچاريءَ
کي جيئري ئي دوزخ ۾ وجهي
ڇڏيو، ته جيترو به سندس خيال
نه ڪيو." منهنجي ٿوائي ڏسي
هو دهلجي ويو. منهنجي رت ۾
دروازي ڏانهن ڀڳي. پر مون ٽپ
ڏئي وڃي کيس سوگهو ڪيو.
هوءَ وڏي رڙ ڪري بيهوش ٿي
وئي. ٻاهران، منهنجي ڪمري
ڏانهن ولاندڙ پيرن جا آواز ٿيا.
مون در کولي اچڻ وارن کي
چيو هي ويچاري الائي ڇو
بيهوش ٿي آهي. ڊاڪٽر آيا،
علاج نه ٿيو پر هوءَ نه بچي
سگهي. صبح جو ان
سونهن جي پتليءَ کي دفن ڪيو
ويو. جوان ڏيءَ جي موت سان
گڏ، پوڙهي جون آسون اميدون
به مٽيءَ ۾ ملي ويون، ۽ جيئري
مري ويو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ
جائي ماڻي مري ويو.

منهنجي دل ڏاڍي خوش
هئي، ۽ مان چست لڳو
پيو هوس. جهنگ ۾ گهمڻ
ويس ۽ وات تي کلندي کلندي
پيٽ ۾ وٽ پئجي ويا. منهنجي
کل جو پڙاڏو سڄي جهنگ ۾
گونجي ويو. واهيءَ تي
خوشي وچان اکين ۾ ڳوڙها
هئا. رات جي اونداهه چئني پاسن
پکڙجي وئي هئي، ۽ ماڻهن
لڪ چپ ۾ پئي ڳالهايو. گهر
واپس پهتس، ته مون وارو سالو،
منهنجي انتظار ۾ ويٺو هو.

هي همراهه فوج ۾ ملازم
هو، ۽ منهنجي ئي پٽن کيس
اها نوڪري ڏياري هئي، گهر
۾ اچڻ سان، نوڪرن چاڪرن
کي ٻاهر وڃڻ جو حڪم ڏنم.
هاڻي ڪمري ۾ رڳو اسان، ٻه
ڄڻا هئاسون. قبر جهڙي سانت
هئي. ڪجهه دير اسان ٻئي
هڪ ٻئي کي گهوريندا رهياسين.
پوءِ پنهنجي مٺل پڻ جي ڳالهه
کولي، ماڻهني ختم ڪئي.

مون، جهٽ پٽ ٿوائي آڻيندي،
هن کي چيو "تون ئي پنهنجي
ڀيڻ جو ظالم قاتل آهين."
وڳوڙ پندا ٿي وئي ۽ ساڳيون
غيبي صدائون فضا ۾ گونجڻ
لڳيون. انهن پيو پاسو ته چئني
پاسن رت جي درياهه جون لهرون
هيون. چپ وٽ ۾ ڪري،
ڏاڪا پڏي چڙهي ويوماس.
هن به وانڙو ٿي، ڪرسي کڻي
مون تي اڇلي، پر بچي ويس ۽
وڃي پڪيو ماس. هو به طاقت
وارو هو، پر اسان چرين ۾ سگهه
تمام گهڻي هوندي آهي. ٿوري
چڪتاڻ کان پوءِ دمي،
ڇاتيءَ تي چڙهي
ويٺوماس. مٺيون کڻي ڳچيءَ
۾ وڌيون ماس. هن هٿ پير هنيا.
پر مون کان ڪٿي بچي ها.
ٿوري دير ۾ اکيون نڪري آيس
۽ زبان لڙڪي ويس. انهن پئي
لڳو چڻ سرڻ کهڙي ۾ به
چيچاڙا پيو ڪيدي. هن جو منهن
ڳاڙهو هو، جنهن تي نيريون رڳون
ابري آيون هيون، ۽ نراڙ تي
موت جو پگهر هئس. اوچتو زورسان
درکليو، ۽ ماڻهن جو هجوم ڪاهي
پيو. ڪنهن پئي چيو چريو آهي،
ڪنهن پئي چيو چتو آهي.

مان پنهنجو مٺل شڪار
ڇڏي، در ڏي ڀڳس. ماڻهن
مونکي جهلڻ جي ناڪام ڪوشش
ڪئي. ٻه چار ڌڪا ڏنم ته
خلقت جهڪي ٿي وئي، ۽ دگ
صاف ٿي وئي. کهنيءَ ۾ نڪري
جهنگ ڏي ڊوڙيس. ماڻهو ڪيڏ
لڳا، پر مان هوا تي سوار هوس.
سوين روح مونکي اڏايون ونيون
ٿي ويا، ۽ مون کي
سوپ تي مبارڪون پئي ڏنائون،
نيٺ پٺيان ايندڙ پيرن جا کڙڪا
بند ٿي ويا. مون کي خاطري
ٿي وئي، ۽ پنهنجي سوپ تي
ٽهڪ ڏيڻ لڳس.

اوچتو منهنجو مٿو ڦريو.

ڏسو صفحو ٥٦

هنگري ڪهاڻي

# گداگري

ايلڪ ڪورا — سنڌيڪار: محبوب علي جوکيو

ڪارشا، اڄ هڪ تفريحي پارڪ کي منتخب ڪيو هو. هو پنجويهه سالن جو حسين نوجوان هو. جسم تي پتلون هيس ۽ مٿي هڪ هلڪو ڪوٽ. اها پوشاڪ هروڀرو ايترو ڪريل ڪانه هئي، جو هو تفريحي پارڪ ۾ ڪنهن آڇيءَ سوسائٽيءَ جي ماڻهن ۾ ويهي نه سگهي. هو هوريان هوريان هلندي، پٿر مان جڙيل انهيءَ بينچ طرف وڌيو، جنهن تي ويٺي هڪ ادڙوٽ عمر وارو شخص آرام ڪري رهيو هو. سامهون سائي چپر جي پاري ۾، صاف سٿرن ڪپڙن ۾ ملبوس هڪ ڇهن پنجن سالن جو ڇوڪر راند ڪندي رهيو هو ۽ اهو ڇوڪر شايد انهيءَ ادڙوٽ عمر واري شخص جو هو. ڪارشا انهيءَ بينچ تي، انهيءَ شخص جي پر ۾ ٿي ويٺو. انهيءَ بينچ تي هڪ وڌيڪ ماڻهوءَ جي گنجائش هئي.

هو ڪجهه دير تائين، چپر تي ڪيڏندڙ ٻار ڏانهن نهاريندو رهيو جيڪو يقينن پر ۾ ويٺل شخص جو ٿي هو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ دوران، هو انهيءَ ڇوڪري کي ٻري نه وڃڻ جي هدايت ڪري رهيو هو.

"سائين، جيڪڏهن گنجائش هجي ته هي سڪو خريد ڪريو." ڪارشا، پنهنجي کيسي مان سون جو هڪ سڪو ڪڍي، هن ڏانهن ڊگهيريندي چيو. هن شخص سنهن وراڻي ڪارشا جي تريءَ تي رکيل سڪي ڏانهن نهار ڪئي. اهو سڪو انڪل ٽيهه سال اڳ، عام سڪن وانگر، رواج ۾ هو، پر سون جي مهانگي ٿي وڃڻ سبب، بند ڪيو ويو هو ۽ هاڻي، انهيءَ سڪي جي قيمت، موجوده سڪي جي قيمت کان سئو دفعا وڌيڪ هئي. "نه، ادا." هن شخص، حسرت ڀرئي انداز ۾ وراڻيو، "هن وقت ته اهڙيءَ حالت ۾ ڪونه آهيان."

"مهرباني. تڪليف ڏيڻ لاءِ معافي ٿو گهران." ڪارشا، پنهنجو هٿ پوئتي هٽائيندي، جهيڻي آواز ۾ چيو. "بهتر آهي ته هيءُ نه وڪامي، جيڪڏهن هڪ ڏينهن جي بک اٿم ته ڇا ٿي پيو. آءٌ هن بک ڏک واريءَ حالت ۾ به هن سڪي ۾ پنهنجي ماءُ جي شڪل ٿو پسان."

"ماءُ جي شڪل!" پرواري شخص حيرت مان پڇيو.

"هائو." ڪارشا هڪ ڊگهو ٿڌو ساهه کنيو ۽ چيو، "هيءُ سڪو، منهنجي ماءُ، منهنجي ڏهين سالگره تي مونکي ڏنو هو. سالگره جي ٻئي ڏينهن، هوءَ هڪ حادثي جي لپيٽ ۾ اچي وئي هئي ۽ مري وئي. پر هيءُ سڪو اڃا تائين مون وٽ محفوظ آهي. آءٌ هن سڪي کي ڪڏهين به پاڻ کان الڳ ڪونه ڪندس." ڪارشا نهايت درديلي آواز ۾ ڳالهائي رهيو هو "آءٌ ڪيترن هفتن کان بيروزگار آهيان ۽ بک کان بيحال ٿي، ڪڏهين انهيءَ سڪي کي وڪڻڻ جو ارادو ڪندو آهيان، پر جڏهين به آءٌ ان ڏانهن ڏسان ٿو، تڏهين ان ۾ مونکي پنهنجي ماءُ جي صورت نظر ٿي اچي. مون کي ائين ٿو لڳي، ڄڻڪ اها مونکي نصيحت ڪري رهي هجي ته "پٽ سخت تڪليف واري وقت ۾ صبر کي هٿان نه ڇڏج." آءٌ انهيءَ نصيحت تي عمل ڪرڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪري رهيو آهيان. توهان کي ته ڄاڻ آهي ته سائين اسان ماڻهن جي هڪ ٿي ته ماءُ هوندي آهي، جيڪا سڀ ڪجهه آهي. صرف هڪ ماءُ." ايترو چئي، ڪارشا جي نڙي خشڪ ٿي وئي ۽ سندس آواز ڀرجي آيو. هن اهو به محسوس ڪيو ته پر واري شخص جي اکين مان به پاڻي نمي رهيو آهي.

ٿوري گهڙي خاموشي رهي. پوءِ ان ڪرڙوڊ شخص پنهنجي کيسي مان هڪ وڏو نوٽ ڪڍيو ۽ ڪارشا ڏانهن ڊگهيريندي چيائين، "وٺ ادا، اڳ ۾ ته تون ماني وڃي کاءُ." پوءِ هن پنهنجيون اکيون رومال سان اگهندي چيو، "سچ ته توکي پنهنجي ماءُ جي انهيءَ آخري نشانيءَ کي وڪڻڻ نه گهرجي."

ڪارشا هن جي هٿ مان نوٽ وٺڻ کان پوءِ، دل جي گهراين مان ٿورا مڃيا. پوءِ قدم کڻندي، پارڪ کان ٻاهر نڪري ويو. هاڻي هو انهيءَ نوٽ سان، ٻه ٽي ڏينهن ٺٺ سان گذاري سگهيو ٿي.

ڪارشا کي يقين ڪونه هو ته هن ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي به پنڻ جي انهيءَ طريقي کي

اختيار ڪيو هوندو، ڇاڪاڻ ته هن سمجهيو ٿي ته هن طريقي ۾ وڏي هوشياري ۽ ڪوشش جي ضرورت آهي. اهوئي سبب آهي جو هن، جڏهن سنڌ ۾ اهو ڌنڌو اختيار ڪيو هو ۽ ان ۾ ڪامياب رهيو هو، تڏهين ڏاڍو خوش هو ۽ سمجهيائين پئي ته هو انهيءَ ڌنڌي کي ڪافي عرصي تائين جاري رکي سگهندو. پر خبر نه آهي ته ڇو، ڪجهه ڏينهن کان پنهنجي ڌنڌي سان ڪڪ ٿي پيو هو. انهيءَ جو مکيه سبب اهو هو ته ڪنهن به شخص جي اڳيان، انهيءَ سڪي جهڙي داستان شروع ڪرڻ کان اڳ، هن کي انهيءَ شخص بابت ڪجهه ڪجهه سوچڻو پوندو هو ته هو هن جي انهيءَ داستان کان متاثر به ٿيندو الاجهي نه، يا ڪٿي گذريل وقت انهيءَ شخص کان اهڙي نموني خيرات ڪونه وٺي چڪو آهي. اهي خطرا هن کي هر وقت رهندا هئا، ڇاڪاڻ ته انهن هن جا پول پڌرا ٿي سگهيا ٿي. جيڪڏهن قانوني طرح نه، ته به اخلاقي طرح ماڻهو ضرور هن کي ڦٽ لعنت ڪندا. سو، جڏهين هن کي پورو يقين ٿي ويندو هو ته مذڪوره شخص هن لاءِ بلڪل نئون آهي، تڏهين ئي ان سان هو پنهنجي مراد بيان ڪندو هو.

هڪ ڏينهن، هو انهن ئي خيال ۾ گم، صراف بازار جي منڊ ۾ بيٺو هو ته اوچتو هڪ فقير هن جي اڳيان هٿ ڊگهيريو، "بابو جي، الله جي نالي ڪجهه ڏيو. ڪيتري ئي وقت کان بکيو آهيان."

گارشا، گهڻي ڏاڙهيءَ واري جانٺي فقير جو جائزو ورتو. هن جي ڪڇن ۾ گهڙيون لڳل هيون. هڪ پير زمين کان مٿي ڪنيل هوس، جنهن مان معلوم پئي ٿيو ته اهو فقير سورهن آنا منڊو آهي. فقير پنهنجو سوال، اڳي کان به وڌيڪ انڪساريءَ سان ورجايو. گارشا جي دل گهريو ته هو انهيءَ منڊي فقير جي غلطفهميءَ تي وڏا ٺوڪ ڏئي. پر ان سوچيو ته اهو طريقو نهايت غير مهذبانه آهي، تنهنڪري اهو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيائين. هن سمجهيو ته معاشري ۾ پنڻ جي اجازت ته ضروري آهي، پر ڪنهن منڊي فقير تي ٺٺولي ڪرڻ جي اجازت هرگز نه آهي، پوءِ چاهي هن جي منڊائپ محض ڍونگ ڇو نه هجي. تنهن کانسواءِ هن کي اهو احساس ٿيو ته گذريل ڪن ويلن کان هو خود به بکيو آهي ۽ هن جا آنڊا وڪڙ کائي رهيا آهن. ممڪن آهي ته هن فقير جي به احساسات هجن، پر ته ماڻهن کي ڪوڙو داستان ٻڌائي، انهن جي جذبات سان مذاق ڪري، انهن کان رقمون ڦري رهيو آهي.

اهو سوچي، هن جو هٿ، بائمرادو، ڪوٽ جي اندرئين کيسي ڏانهن وڌي ويو ۽ هن هڪ ننڍو سڪو ڪڍي، انهي ننڍڙي فقير جي جهولي ۾ وڌو. هن، فقير جي دعائن تي وڌيڪ توجهه ڪونه ڏنو، پر ان جي بجاءِ، هو ڪنهن ويجهي سوناري جي دڪان تي چڙهي ويو. هن ٿي هو، انهي سون واري سڪي کي وڪڻڻ جو پڪو ارادو ڪري چڪو هو. هن کي احساس ٿيو ته سون جي سڪي کي کيسي ۾ رکي، ڪن ويلن کان بکيو رهڻ سراسر حماقت آهي.

"جناب آءٌ پنهنجو سون جو سڪو وڪڻڻ چاهيان ٿو"، هن پنهنجي ڪوٽ جي اندرئين کيسي ۾ هٿ وجهي، سڪو ڪڍي سوناري جي ڪائونٽر تي رکيو.

ڪائونٽر جي پويان ويٺل وڏين مڇن واري سوناري، سامهون پيل سڪي کي ڏٺو ته سندس اکين ۾ رت تري آيو ۽ گارشا کي قهر ڀرين اکين سان ڏسڻ لڳو ۽ چيائين، "هي سون جو سڪو آهي! اڙي، تنهنجي پيءُ ڏاڏي به ڪڏهن خواب ۾ سون جو سڪو ڏٺو هو؟"

گارشا، سوناري جي اهڙي ڪڙي تنقيد ٻڌي، حيرت ۾ پئجي ويو، هن سڪي ڏانهن نهاريو ۽ ڇرڪ نڪري ويس. پوءِ جلدي کيس احساس ٿيو ته هن اهو سون جو سڪو غلطي وچان، انهي منڊي فقير کي ڏئي ڇڏيو هو. جيڪو سڪو هن سوناري جي اڳيان رکيو هو، اهو سچ پچ ته هڪ معمولي سڪو هو، جنهن سان صرف هڪ بسڪوٽ ئي خريد ڪري سگهجي ٿو. "اڙي"، هن جي زبان مان بي اختيار نڪري ويو. "سون هن فقير کي غلطيءَ وچان، سون جو سڪو ڏئي ڇڏيو." هن چيو ۽ پنهنجو سڪو کڻي، واڄڙن وانگر، سوناري جي دڪان تان هيٺ لٿو.

"تنهنجي پيءُ به ڪنهن کي خيرات ڏني هئي! سون کي آيو آهي بيوقوف بنائڻ." گارشا، اهي لفظ سوناري جي واتان ٻڌا، پر في الحال ته هو خود به بيوقوف بڻجي ويو هو. پلجي، هن فقير کي هڪ معمولي سڪي جي بجاءِ، هڪ قيمتي سون جو سڪو ڏئي ڇڏيو هو ۽ سوناري جي چوڻ موجب، هن کي پڪ هئي ته سندس پيءُ برابر اهڙي سخاوت ڪانه ڪئي هئي. هو به ئي پرانگهون پري، اچي انهيءَ واردات واريءَ جاءِ تي پهتو. پر هاڻي ته انهي منڊي فقير جو اتي نالو نشان به ڪونه هو. ڪجهه قدمن تي، هڪ ڇڻن ڦٽن واري گاڏيءَ ۾، هڪ اپاهج ويٺو هو

۽ ماڻهن جـو تـوجهہ پنهنجي پوسيءَ ڏانهن ڇڪي رهيو هو. ڪارشا، انهيءَ کان، بندي فقير بابت پڇا ڪئي ۽ ڪيس ان جا پار پڻا ڏنا.

”صاحب، ڇهين بجي ڪانئوءَ هو گهر هليو ويندو آهـي ۽ ان ڪانئوءَ، هن فوٽ پٺت کـي آءٌ سنڀاليندو آهيـان جيڪڏهين توهانکي خير خيرات ڏيڻي آهـي ته ڪنهنکي به ڏئـي سگهو ٿا، ان جو ثواب هر حال ۾ توهانکي ني ملندو.“ انهيءَ بنگلي فقير، ڪارشا ڏانهن پـر اميد نظرن سان نهاريندي چيو، پر ويچ رو ڪارشا هاڻي خيرات ڏيڻ جهڙو ڪٿي رهيو هو. هو ته خود فقير ٿي پيو هو. هن پاڻ ڏانهن ايندڙ ڪنهن پئسي فقير ڏانـهـن رخ ڪيو، جيڪو پنهي دڙن ڪن لولو هو. ها، ان جو نـالـو لارينو آهي.“ لولي فقير چيو، ”پوءِ هن ڪـارشا کي انهيءَ فقير جو ڏس ڏنو.

”وڏي مهرباني“، ڪارشا چيو ۽ پوءِ انهي پنڌ ڀل ڏس طرف روانو ٿي ويـو. جڏهين ڪارشا انهي سمجهايل پتي تـي، يعني لارينو جي جڳهہ تي پهتو، تڏهين هن کي يقين ٿي ويو ته انهيءَ لولي فقير کيس غلط پتو ڏنـو آهي، ڇاڪاڻ تـہ جنهن جڳهہ جـي دروازي تي هو پهتو، انهي جي عظمت ۽ شوڪت پڌائـي رهي هئي ته اندر ڪو لڪا پتي ماڻهو ني رهندو هوندو.

هن هڪ واڻهڙوءَ کان پڇيو، هن جواب ڏنو، ”هائـو، جناب لارينو جو بنگلو اهوئي آهي“.

”بنگلي“ ۽ ”جناب“ جا لفظ پڌي، ڪارشا جو دماغ ڦرڻ لڳو. ممڪن آهي ته انهي نالي وارو ڪو ٻيو شخص انهي بنگلي ۾ رهندو هجي ۽ هـو وڏو امير هجي. هـو سوچ ۾ پئجي ويـو ۽ اڳتي وڌي رهيو هو ته بنگلي جي دروازي تي چوڪيدار ويٺو هو، جنهن سخت لهجي ۾، هن کـان پڇيو، ”ڪنهن سان ملڻو اٿو؟“

”جناب لارينو صاحب سان“، ڪارشا جي زبان مان بـي اختيار نڪري ويو.

”ته پوءِ، اندر هليا وڃـو، لارينو صاحب ڇهين بجي ڪانئوءَ ڪهر ۾ ني ملي سگهندو آهي“. چوڪيدار پڌايو.

ڪارشا کي يـاد آيو. ڦيٽن واري ڪـنڊي ۾ ويٺل فقير بـہ اهوئي ڇهين بجي جو ذڪر ڪيو هو. هيستائين ته ڳالهيون ”پهنديون ٿيون اچن“، چوڪيدار ته کيس اندر وڃڻ جي اجازت اڳ ۾ ئي ڏئي ڇڪو هو، جلدي هن پـاڻ کي بنگلي ۾ اندر داخل ٿيندي محسوس ڪيو. اڳيان، اڏ ڏ جن کي سنگ مرمر جا ڏاڪـا هئا، جن کـي لا شعوري طـور پاس ڪندي، هڪ وسيع لابـيءَ ۾ وڃي نڪتو، اڳيان هڪ سهڻو دروازو هـو، جو بند هو، سڄڻ ڪال بيل بہ هو، هن ڌڙڪندڙ دل سان، ان بٽڻ تي آڱر رکي ۽ زور ڏنو. جـواب ۾ جلدئـي دروازو کليو ۽ هڪ سترهن ارڙهن سـالن جـي خوبصورت ڇوڪري ”جناب لارينو صاحب...“. ٻاهر نڪتي، ”فرمايـو“. هن ڪارشا کي هيٺ کان مٿي تائين ڏٺو.

”هـائو، مـون سان گڏيا اچو“. ڇوڪريءَ چيو ۽ سـونهن لاءِ پٺتي ڏٺائين، ڪارشا هن جي پويـان هلڻ لڳو. هـاڻـي هو ڪاريڊور ۾ اچـي پهتا، جتي عاليشان غاليچو وڇايو پيو هو. خبر نہ آهي ته ڇو، ڪارشا پاڻ کي چور محسوس ڪري رهيو هو. هو سوچي رهيو هو ته هن گهر جي رهاڪوءَ سان جيڪو نہ صرف وڏو ماڻهو هو، پر معاشري ۾ بہ ڪو اعليٰ مقام حاصل اٿس ڪهڙي طرح هيئن چئي سگهندو ته ٿوري دير اڳ، هـن ڪانئس خيرات ورتي هئي هن کيس هڪ معمولي سڪي جي بدران هڪ قيمتي سونو سڪو ڏنو هو. اهو سوچي، هن جي منهن تان پگهر ريلا ڪري وهڻ لڳو. هاڻي هو سوچي رهيو هو ته هن بنگلي ۾ داخل ٿي، هن وڏي غلطي ڪئي آهي، جنهن جي سزا کيس جلد ئي ڀوڳڻي پوندي.

ڪاريڊور جي ڇيڙي تي، ڇوڪريءَ منهن ڦيرائي سريلي آواز ۾ چيو، اوهانکي ڪاڏي واري ڪمري ۾ هلڻو پوندو، ڇاڪاڻ تہ هو هن وقت ڪاڏو کائي رهيو آهي. اوهـان سائنس اتي ني ملو.“

”تہ پـوءِ آءٌ بي وقتو آيو آهيان.“ ڪارشا رڪجي ويـو. ”نهيو، پوءِ ڪنهن وقت اچي سائنس گـڏجاڻي ڪندس.“ ائين چئي، هو پوئتي موٽڻ لڳو.

”نہ، نہ. اهـڙي ڳـالهہ ڪانهي. لارينو صـاحب نهايت فراخدل ماڻهو آهي. هو انهيءَ ۾ ڪوبہ عار محسوس ڪونہ ڪندو آهي. سائنس ملڻ وارا کهڻو ڪري ماني کائڻ وقت ئي ملي ويندا آهن.“ ڇـوڪريءَ سامهون وارو دروازو کوليندي چيو، ”اچو.“

لاچار ڇوڪريءَ سان گڏ هو بہ اندر داخل ٿيو. هاڻي، هـو هڪ وڏي هال ۾ هو، جنهنجي ڇت ڪافي مٿي هئي ۽ جنهنجي وچ ۾ رنگين پوري شيشي جـو هڪ وڏو فانوس روشن هـو. فرش تي عمدو غاليچو وڇايل هـو. هال جي وچ تـي هڪ وڏي ميز رکيل هئي، جنهن جـي چوطرف ڇهہ ڪرسيون پيون هيون، هڪ ڪرسيءَ کـانسواءِ، پيون سڀ ڪرسيون خالي هيون. هن وقت انهيءَ جي جسم تي اهـو اڳڙين تڳڙين وارو وڳـو ڪونہ

هو، پر ڪفايت قيمتي وڳو اوڍيل هوس ۽ اڳيان قسمين قسمين جا طعام رکيل هئس.

"اچو، اچو، ويهو." هن ماني کائيندي چيو ۽ پنهنجي مٽ ۾ جهليل ڀڳل ڪڪڙ جي ٽنگ پليٽ ۾ رکندي، هن جي استقبال لاءِ اٿي کڙو ٿيو.

"جناب، مونکي گارشا چوندا آهن." هن هٻڪندي چيو.

"گارشا، اچو." لارينو صاحب، پرواري ڪرسيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو. گارشا جي وهڻ کانپوءِ، ڇوڪريءَ کي چيائين "هلدا، هاڻ تون ڀلي وڃ."

ڇوڪريءَ ادب سان سر جهڪايو ۽ هال مان ٻاهر هلي وئي. گارشا پنهنجي پرسان ويٺل شخص تي ڦڙتائيءَ سان نظر وڌي. برابر اهو ئي منڌڙو فقير آهي پر هن کي ڪيئن چوي ته "تون ٿورو اڳ، صراف بازار ۾ ويٺي رهيو هئين ۽ مون توکي خيرات ڏني هئي، مگر غلطيءَ وچان، هڪ معمولي سڪي جي بدران توکي قيمتي سڪو ڏنو هوم."

"پڇايو، ڪيئن تڪليف ڪئي اٿو؟" هن ڏاڙهيءَ واري سان ڳالهايو. گارشا ائين محسوس ڪيو، ڄڻڪ هو گونگو هو.

"اڙي، مون توهان کان مانيءَ بابت پڇيو ئي ڪونه." لارينو چيو.

"مهرباني. آءٌ ماني کائي آيو آهيان." هن ڪوڙ ڳالهايو.

"ته پوءِ پڌايو. آءٌ اوهانجي ڪهڙي خدمت ڪري سگهان ٿو؟" لارينو چيو ۽ پرسان رکيل شراب جي بوتل مان هڪ ننڍو گلاس ڀري، گارشا جي سامهون رکيائين. ان سان گڏ، هڪ سونهري رنگ جو سگريٽ ڪيس ۽ جديد قسم جو لائيٽر به هن طرف سرڪايائين

"آءٌ سمجهان ٿو ته مون توهانکي اڳ ڏنو آهي." هن چيو.

"اها منهنجي خوش قسمتي آهي جو مونکي سڃاتو ٿا. اڄ شام جو ئي مون توهان کي خيرات ۾ هڪ سونو سڪو ڏنو هو." گارشا ڳالهايو.

"سون جو سڪو!" ڏاڙهي واري کرڪ چپاڙڻ واري عمل کي في الحال ته منسوخ ڪيو. "هائو." گارشا چيو، "مون هڪ معمولي سڪي جي بجاءِ، توهانکي هڪ سونو سڪو ڏنو، پيءُ حالت ۾، مان توهان کي هن وقت تڪليف نه ڏيان ها."

"ڳالهه تہ اعتبار جهڙي ڪونه آهي" ڏاڙهيءَ واري چيو. هن جو لهجو پڌائي رهيو هو تہ هن کي ٻڌڻ ان جو تہ اعتراف ضرور آهي، پر هي ڳالهه تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي تہ هن کي ڪو، ڀل ۾، سونو سڪو ڏيئي سگهي.

گارشا شراب جو گلاس خالي ڪندي چيو، "جناب، اهو سڀ ڪجهہ غلطيءَ سبب ٿيو."

لارينو، ٿوري دير خاموش رهڻ کانپوءِ مشڪيو ۽ هٿ جي اشاري سان گارشا جو ڏيڻ شراب جي بوتل ڏانهن ڇڪايائين. "ڏاڍو عمدو شراب آهي." گارشا پنهنجو گلاس ٻيو دفعو ڀريو ۽ چيو،

"هائو، پورچوگالي آهي." لارينو چيو.

"ها، تہ جناب عرض ڪري رهيو هوس تہ انهيءَ سوني سڪي جي پويان هڪ دردناڪ ڪهاڻي لڪل آهي، نہ تہ آءٌ......"

"وڌيڪ وضاحت جي ضرورت نہ آهي. منهنجا دوست، اهڙيون ننڍيون وڏيون غلطيون انسان ڪندو ئي آهي." لارينو ڳالهہ کي مڪائيندي چيو ۽ ميز تي رکيل گهنٽي دٻايائين. جواب ۾، ساڳي ڇوڪري، هلدا، اچي حاضر ٿي. "هلدا، منهنجو ٻئي وارو لباس تہ کڻي اچ، اڄ، مون ان جا کيسا ڪونہ کوليا آهن."

"اڇهو آيس، جناب." ائين چئي، ڇوڪري واپس هلي وئي. آئي تہ اها ڦاٽل پوشاڪ کڻي آئي، جيڪا صراف بازار ۾، گارشا انهيءَ فقير کي جسم تي ڏٺي هئي. لارينو ميز جي هڪ حصي تي خالي ڪيو ۽ هلدا کان اها پوشاڪ ورتي، کيس سان ريزڪاري ڪڍي، کڻي ميز تي اونڌائين. گارشا حيران ٿي ويو، جو اها ڇڳي خاصي رقم هئي. ان ۾ ننڍا وڏا سڪا موجود هئا، پر انهن سڀني دان ڌار، اهو سونو سڪو پري کان چمڪي رهيو هو.

"اهو آهي جناب." گارشا پنهنجي آڱر سان ان سڪي ڏانهن اشارو ڪيو.

"ٺيڪ آهي. پنهنجو سڪو کڻي وٺو."

"مونکي افسوس آهي، جو ٿوري غلطيءَ سبب اوهانکي هت اچڻ جي تڪليف درپيش آئي، حالانڪ آءٌ سمجهان ٿو تہ منهنجي غريب خاني تي اچي، توهان منهنجي همت افزائي ڪئي آهي."

"جناب، هيءُ سڪو آءٌ واپس ڪونہ وٺان ها، پر ..."

"ڇڏ انهيءَ ڳالهہ کي، ڪا ٻي ڳالهہ ڇيڙ." فقير هٿ جا اشارا ڪيا.

"جناب، اهو آءٌ ڪڏهين بہ واپس نہ وڏن ها، ليڪن مجبور آهيان. آءٌ توهان کان حقيقت ڪونہ لڪائيندس. سچ پچ تہ اها ئي منهنجي ڪل موڙي آهي. آءٌ ڪيترن ئي ڏينهن کان بکيو آهيان صراف بازار ۾ ويهي، ان کي وڪڻڻ جو ويچار ڪري رهيو هوس، تہ ايتري ۾ توهان اچي

ڏسو صفحو ٦٥






برٽش ڪيليڊونين جو جهاز ٽيهريءَ جو هوسٽن (آمريڪا) جي انٽرڪانٽيننٽل ايئر پورٽ تي پهتو ته هوائي اڏي تي اميگريشن وارن سون کي سوا مهيني جي داخلا ڏني.

ايئر پورٽ جي ڊيوٽي فري شاپ تان ڏيڍ ڊالر ڏئي هوسٽن شهر جو نقشو ورتم. دنيا جي اڪثر هوائي اڏن تي سياحن کي اهڙا نقشا مفت ملندا آهن پر هتي معاملو نرالو هو. مون وٽ ٽريولز چيڪ هئا سي مٽائڻ لاءِ ايئرپورٽ جي هڪ بئنڪ ۾ ويس پر همراهه ٻڌايو ته اسان هڪ سيڪڙو ڪميشن وٺنداسين. جيتوڻيڪ ڪيترين بئنڪن ٽريولرز چيڪ تي ڪميشن نه وٺنديون آهن، پر هيءَ بئنڪ ته ڪميشن ڪٽي رهي هئي سا مجبورن ڏيڻي پئي، ڇاڪاڻ ته مون وٽ روڪ ڊالر نه هئا، ڪميشن جو ٻڌي سڀ ٽريولرز چيڪ مٽائڻ بدران ٿورا چيڪ مٽايم.

ڇهه ڊالر ڀاڙو ڏئي بس ۾ ڊائون ٽائون (پراڻي شهر وارو مرڪزي علائقو) روانو ٿيس. مون کي مارشل علائقي ۾ وڃڻو هو، سو نقشو ته کوليم پر اهو علائقو لڀي نه ڪونه پيو. آخر منهنجي پر ۾ ويٺل هڪ عورت جي روح ۾ رحم اچي ويو سو منهنجي واهر ڪيائين ۽ نقشي ۾ اها جاءِ ڳولي ڏنائين. ڊائون ٽائون ۾ لهي نقشو کوليم ۽ منهنجي سمجهه آهر اڪثر تي زور رکي هڪ طرف ڏکيندو ويس. پوءِ خيال آيو ته ڪٿي غلط رخ ته نه ورتو اٿم. هميشه وانگر ڪنهن ڇوڪريءَ کان پڇڻ لاءِ واجهايم. سامهون هڪ نوجوان ۽ وات وڪيل ڇوڪري واچ ڏينهن هڪ ڪندي اچي رهي هئي. ”ايڪس ڪيوز مي“ چئي سندس وات روڪيم ۽ سائنس اندر جو حال اوريم. چوڻ لڳي ته نڪ جي سڌ تي هلندو وڃ، جتي روڊ ڪٽي اتي ڪنهن کان

ٻچي وڃانءِ.

جڏهن ڪجهه اڳتي هليس ته ڪنهن کان ڏس پتو پڇيم جنهن چيو ته مولاني دي ڇا پيو ڪرين لوڪ لڏڻ تي چڙي اڏڻ تي — ٿين ته اٿو پيو وڃين.

اهو ٻڌي سوچان پيو ڪيم. سوچيم ته ساڳي ڇوڪري ملي ته ٻڌائنس ته هي ڇا ڪيئءِ؟ مدد ته ٿي ڪري، مون غريب جا ته پرديس ۾ لاهه ڪيئي ڪيدي ڇڏيئءِ. وقت الڳ برباد ٿيو ۽ منهنجن ٽنگن مان ونامس اي ۽ ٻي ختم ڏيا. پر ترقي يافتا ملڪن جون ڇوڪريون هونديون آهن پوپٽ مثل سي ڪٿي ٿيون وٽ ڏين. هوءَ هت ڪونه آئي ايتري ڪ اٿم ته چالي والي غلط ڏس نه ڏنو هئائين. سندس معلومات اڌوري هوندي، تنهن جي سزا اسان کي ڀوڳڻي پئي. بهرحال، جتان ٻيهر شروع ڪيو هوم، اتي موٽي آيس.

ڪجهه وقت ساهي پٽي، ٻئي طرف رخ رکيم. هاڻ فرق هي هو ته ڇوڪرين کان ٻچي ٻچي ڏس پتو پڇندو هوس سو سچ ته هي آهي ته ٿوري گهٽ ڇوڪرين کان ڏس پتو پڇڻ ني ڇڏي ڏنم.

سموديءَ جو ٿيلهو جيڪو

ڪلهي ۾ لٽڪائي ڇڏيو هوم سو ۽ هلندي هلندي ٿڪي پيو. چوندا آهن ته ڏکي کي ڏک ۽ گهڻا، سو مونسان به ساڳي ويڙن ٿي. رستي تي هڪ هنڌ نوٽس پڙهيم ته "خبردار! هتي خطرناڪ ڪتا موجود آهن" سو وڌيڪ احتياط ڪرڻ لڳس.

خبر ناهي ته ڇو هوسٽن ۾ ۽ آمريڪا جي هڪ ٻئي شهر لاس اينجلس وانگر سانجهي ٿيندي ماڻهو ڪيڏانهن لڪي ويس ٿا. رستا گهڻو ڪري سنسان هوندا آهن. اهڙي حالت ۾ هڪ ٽڪاوٽ هجي ۽ پيو ڪتو ڪڏهن به پوي ته سمجهو ته لاهه ئي نڪري ويا. جيئن رات جي اونده وڌي هر طرف ڇانئجي ٿيئس منهنجو ساهه وڌو سڪندو ته ڪاش ته آمريڪا ۾ سلامتي ۽ حفاظت يورپ جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهي.

چوندا آهن ته سڀئي ۽ سور ويا پٺيان پاڻ ۾، مونسان به ڪجهه اهڙي حالت هئي ۾ مون کي به هوت پنهل (دوست عزيز ناريجي) ڏانهن وڃڻو هو سو ڏونگر ڏاريندو ۽ ڪشالا ڪڍندو هلندو رهيس. وڏي مشڪل کان پوءِ گهر پهتي تي پهتس، دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيس ته هيڏي ساري جدوجهد کان پوءِ عزيز کي ڳولي لڌو اٿم. گهنٽي وڄايم ته اندران ڪتي جي ڀونڪڻ جو آواز موٽ ۾ مليو ۽ پوءِ ڪنهن شخص انگريزي ۾ ڳالهايو ۽ چيائين ته هت ڪوبه اهڙو ماڻهو نه ٿو رهي ڪجهه دير کان پوءِ همت ڪري همراهه دروازو کوليو. چيائين ته هت مون کان اڳ جيڪي ماڻهو رهندا هئا تن کي سان نه سڃاڻان ۽ نه ڪو سندن ڏس پتو معلوم اٿم. ڪجهه وقت اڳ پوليس هت آئي هئي جيڪا هنن جو ڏس پتو مون کان پڇي رهي هئي ۾ مون کي

ته ڪابه خبر ڪانه هئي تنهن ڪري پوليس جي ڪابه مدد نه ڪري سگهيس.

بهرحال سوءِ خبر پئي ته پوليس عزيز بدران ڪنهن ٻئي جي تلاش ۾ هئي.

عزيز انڪل ٻه ورهيه اڳ مون کي اهيا ايڊريس ان وقت ڏني هئي جڏهن هو ڪراچي ۾ آيو هو. وڃڻ کان اڳ سندس دوست نبي بخش کوسي کان ان ايڊريس جي تصديق ڪرائي هئم. مون کي وڌيڪ پريشاني ان ڪري به ٿي ته پنهنجي گهر اهو پتو ڏئي آيو هوس جتان ڪجهه ضروري خط اچڻا هئا.

هاڻ پوءِ سان پير ڪرڻ کان علاوه ٻيو ڪوبه چارو ڪونه هو. هڪ هوٽل تي آيس ته ڪمرو ڪونه مليو البت هڪ ٻي هوٽل اسٽار جو ڏس مليو. ٽئڪسي انڪري نٿي ڪيم جو نيويارڪ ۾ ٽئڪسي وارن جا هٿ لڳل هئا. وڏي مشڪل کان پوءِ هوٽل وٽ پهتس. هوٽل مٿي هئي سو ڏاڪڻ ڳولڻ بدران هيٺ ويٺل هڪ نيگرو نوجوان کان ڏس پڇيم. جنهن ڏس ته ڏنو پر جهٽ پٽ چيائين ته هڪ ڊالر ڏي، پڇيم ڇا جو؟ چيائين ته ڏس ڏيڻ جو. پئسا ته ڪونه ڏنم پر ٽڪرو ۾ هوٽل جي ڏاڪڻ تي چڙهي ويس ته مٿان ڪجهه ۽ ۾ ڪٽ نه پوي. هوٽل جي استقباليائي هٽ "ٽئڪسن" (ٽيڪساس جو رهاڪو لديرا انگريز) هو تنهن فارم ڏنو جنهن تي تاريخ جي خاني ۾ ١٣/٣ لکيم ته ٽوڪيائين. آمريڪا ۾ پهريان مهينو ۽ پوءِ تاريخ لکندا آهن سو ڪٽي ٣/١٣ لکيائين جنهن جو مطلب هو ته اپريل جي تيرهين تاريخ ڪمري ۾ آيس ته بجلي ۽ جا بٽڻ، سعودي عرب وانگر الٽا

نظر آيم يعني بٽڻ هيٺ ڪرڻ سان بلب وسامي ويندو ۽ مٿي ڪرڻ سان ٻرندو آهي.

خبر ناهي ته ننڊ ڇو نه ٿي اچي، رات جو ساڍي ٽين ڏاري ٽيليويزن کوليو اٿم. مختلف چينلن تان مختلف پروگرام هلي رهيا هئا. هت اٺ ئي پهر مختلف چينلن تان پروگرام هلن ٿا تنهن ڪري اسان جي ملڪ وانگر ماڻهن کي مجبورن هڪ ئي چينل جا پروگرام نٿا ڏسڻا پون.

سڄي رات سوچيندو هيس ته هوسٽن جهڙي وسيع شهر ۾ عزيز کي ڪيئن ڳولي لهندس. هڪ ته هن شهر ۾ پيو ڪير به واقفڪار ڪونه هو پيو ته آمريڪا ۾ ڪيترا ماڻهو غيرقانوني رهن ٿا تنهن ڪري ڪنهن کي پنهنجو ڏس پتو نٿا ٻڌائين. ٽيون ته ترقي يافته ملڪن جا ماڻهو ٻين جي معاملن ۾ ٽنگ اڙائڻ پسند نه ڪندا آهن تنهن ڪري ٻين ماڻهن سان واقفيت گهٽ رکندا آهن. اڪثر اهڙا ماڻهو آهن جيڪي سالن کان رهن ٿا پر پنهنجي پاڙيسري کي به نه ٿا سڃاڻن. اهڙي صورتحال ڏاڍو منجهائي وڌو.

لنڊن ۾ هوس ته ڊاڪٽر ڪي. ڪي افغان ٻڌايو هو ته هوسٽن ۾ اسان جو هڪ سنڌي ڊاڪٽر هاليپوٽو ڪيترن سالن کان رهي ٿو. ڊاڪٽر هاليپوٽي جو فون نمبر ملي نه سگهيو ۾ سندس سڄو نالو معلوم ڪرڻ مون به ضروري نه ڄاتو جو عزيز جو آسرو هئم.

هوٽل تان ٽيليفون آپريٽر کي فون ڪيم ۽ کيس ڊاڪٽر هاليپوٽي جو نمبر پڇيم ۽ کيس ٻڌايم ته مون کي سندس ذات ياد آهي، سڄي نالي جي خبر ڪانهيم. آپريٽر نمبر ڳولي ڏنو

تہ ڊاڪٽر کي فون ڪيم. چيائين تہ عزيز، مشتاق شورو، منظور شاهہ وغيره مون وٽ ايندا آهن پر مون کي خبر ڪانهي تہ ڪٿي رهن ٿا؟ پر پوءِ بہ ڊاڪٽر منهنجي واهر ڪرڻ جو واعدو ڪيو.

هاڻ وڌيڪ پريشان ٿي پيس. لنڊن کان سڌو هوسٽن، عزيز سان ملڻ آيو هوس. هاڻ جيڪڏهن ملڻ کان سواءِ ئي هليو وڃان ها تہ وڌيڪ ڏک ٿئي ها. وڏن وڏن اسٽورن ۾ ڪيس ڳوليندو رهيس. ڪجهہ پاڪستاني مليا انهن کان بہ پڇا ڪيم پر ڪنهن ڏس ڪونہ ڏنو. پاڪستاني تہ ايترو تہ هيسيل هئا جو کلي طرح ڳالهائڻ لاءِ بہ تيار نہ هئا. چاڪاڻ تہ گهڻو ڪري سڀئي غير قانوني حيثيت ۾ آمريڪا ۾ رهن ٿا ۽ "فقير، فقير کي نہ سهي" جي مثال طور هڪ ٻئي تي چغلي هڻي انهن کي اميگريشن وارن هٿان ڏيهہ نيڪالي ڏيارڻ کان بہ نہ مڙندا آهن تہ جيئن جاءِ خالي ٿئي تہ ان تي پنهنجن سائين کي نوڪري ڏياري سگهن. ڪراچيءَ جو هڪ گجراتي مليو چيائين تہ هڪ فون نمبر ڏيان ٿو. اوهان جو هڪ سنڌي نوجوان غلام شبير آهي، ان کي اوهان جي دوست جي ضرور خبر هوندي. پر مون کان اهو بار بار واعدو ورتائين تہ مان غلام شبير کي اهو ڪڏهن بہ نہ ٻڌائيندس تہ مون کي سندس فون نمبر ڪنهن ڏنو آهي. غلام شبير کي بہ پيرا فون ڪيم پر اهو بہ نہ مليو چاڪاڻ تہ موڪل تي هو.

ٻئي ڏينهن ڊاڪٽر هاليپوٽي کي فون ڪيم. چيائين تہ ويسٽ هيمر روڊ تي هڪ وڏو شاپنگ سينٽر گيلريا آهي. اتي هڪ سنڌي هندوءَ جو دڪان آهي، مون کي سندس دڪان جو نالو ياد نہ آهي. ٢-٣ ڪلاڪ ڳولا ڪندؤ تہ ملي ويندو.

هوسٽن ۾ بسن جو سسٽم تمام خراب آهي. هڪ تہ بسون گهٽي دير ڪانپوءِ اچن ٿيون، بسن جي ٽائيم ٽيبل نہ ٿي ملي. تنهن ڪري بسن جو نمبر معلوم ڪرڻ ۽ واسطيدار اسٽاپ معلوم ڪرڻ ۾ بہ ٢-٣ ڪلاڪ لڳي ويا. بهرحال، خوش قسمتي هئجي جو صحيح بس ملي وئي ۽ اچي گيلريا شاپنگ سينٽر وٽ لٿس. جيڪو هوسٽن جو سڀ کان وڏو شاپنگ سينٽر آهي. هيٺ گرائونڊ ليول تي اسڪيٽنگ (برف تي هلڻ) جو نقلي ميدان ڦهليل آهي جنهن تي هر وقت نوجوان ڇوڪرا ڇوڪريون ۽ ننڍڙا ٻار، پرسان ڪرائي تي پيرن جا ڦيٿا وٺي هلندا رهن ٿا. شاپنگ سينٽر ۾ هر قسم جا دڪان ۽ هوٽلون موجود آهن. آخر مختلف دڪانن ۾ واجهائڻ شروع ڪيم، هتي رهندڙ اسپيني نسل جي ماڻهن جا مهانڊا، اسان ايشيائين سان حيرت انگيز طور ملن ٿا تنهن ڪري ان هندوءَ کي ڳولڻ ۾ تڪليف ٿي رهي هئي. ٢-٣ ڪلاڪ هيڏانهن هوڏانهن رلڻ کان پوءِ هڪ هنڌ "بيسٽ آف انڊيا" دڪان تي نظر پيم دڪاندار کان پڇيم تہ ڇا اوهان سنڌي آهيو؟ هڪدم چيائين "ها". ان کان پوءِ پنهنجو تعارف ڪرايائين تہ سندس نالو راجڪمار پگوان آهي. پاڻ هٽ جي هنرن واري دڪان جا مالڪ آهن. اصل ميرپورخاص جا آهن ۽ ڪجهہ وقت اڳ ميرپورخاص گهمي بہ آيا آهن. جمڙانو ۾ وهنجڻ واريون يادون ڪانئس اڃا بہ نہ وسريون آهن. چيائين تہ اڄڪلهہ شاور سان وهنجون ٿا، هيٺ بہ ٿڌ تہ مٿي بہ ٿڌ. اڳ جمڙانو ۾ وهنجندا هئاسين جي جمڙانو جو پاڻي ٿڌو هوندو تہ مٿان سج جو چمڪندو هو. وهنجڻ جو مزو ئي ٻيڻو ايندو هو. سالهو ڏاڍو مزيدار هو. پاڻ ٻڌايائين تہ اوهان جي دوستن مان ڪير نہ ڪير مون وٽ روزانو ايندو آهي، اڄ بہ ڪير نہ ڪير ضرور ايندو. ٿوري دير کان پوءِ عزيز جو هڪ دوست علي نواز هاليپوٽو اچي ويو جنهن مون کي عزيز سان اچي ملايو. اهڙي ريت ٽن ڏينهن کان هلندڙ منهنجي جدوجهد آخر ڪامياب ٿي.

عزيز سان منهنجي واقفيت تڏهن ٿي، جڏهن کان روزاني هلال پاڪستان ڪراچيءَ کان پنهنجي نئين دور جي شروعات ڪئي. اسان ٻئي اخبار ۾ سب ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪندا هئاسين. عزيز ٻارن جو يار آهي، تنهن ڪري ٿورن ڏينهن ۾ ساڻس اهڙي واقفيت ٿي وئي جڻ تہ ورهين کان هڪ ٻئي کي سڃاڻندا هجون. ٽن ڏينهن ۾ مان ريڊيو پاڪستان جي سينٽرل نيوز آرگنائيزيشن (سي. اين. او) جي سنڌي خبرن ۾ بہ ڪم ڪندو هوس. جڏهن سي. اين. او. راولپنڊي هلي وئي تہ مان مڪمل طور هلال پاڪستان سان وابستا ٿي ويس ۽ عزيز ناريجو سي. اين. او سان گڏ وڃي راولپنڊيءَ جا وڻ وسايا. پوءِ عزيز ريڊيو پاڪستان ڇڏي، پاڪستان ٽيليويزن جو نيوز پروڊيوسر ٿي ويو. جڏهن راولپنڊي کان سندس ڪراچي بدلي ٿي تہ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪل وٺي اول لنڊن ويو ۽ پوءِ هوسٽن (آمريڪا) ۾ پهچي ويو. هاڻ فيملي سان هوسٽن ۾ رهي ٿو!



# آفريڪا جون حبشي عورتون

## الطاف شيخ جو سفرنامو



سنڌ جي ڳوٺن ۾ اڪثر ڏٺو، ته عورتون پنهنجن هاري مڙسن جي ماني مٿي تي ائين رکي پيون وينديون جو ڏسڻ واري کي لڳندو ته ڄڻ ته ماني يا ڏڏ جو لوڏو ڪريو. پر هو ايڏو ته چڱيءَ طرح رکي هلن ٿيون جو مجال آهي جو مٿي تان ڪا شيءِ به ڪري! اهڙي طرح هتي آفريڪا ۾ به عورتن جو حال ساڳيو آهي. هٿ خالي باقي هر شيءِ سندن مٿي تي.

هنن آفريڪي زالن لاءِ مشهور آهي ته کين ڪا به شيءِ ڏي ته کڻي مٿي تي رکنديون. ماڻهن ڏيڻ جو ڳڙو ڏين ته اهو به مٿي تي رکي هلنديون ۽ واقعي هنن حبشي عورتن جو هي هڪ ندو ڪمال آهي. هڪ ٻار ٻنيان پيدل هوندن ته هڪ پيٽ اندر ۽ مٿي تي ڳري هڙ سامان جي. تنهن سان ورو گاسليٽ جو شيشو يا ڪا اهڙي شيءِ جا عام حالتن ۾ ٿوري لوڏي تي ڪري پئي. هٿ پئي خالي يا وڌ ۾ وڌ هڪ ۾ ڏنڊي رکنديون. گڏه خچر کي هڪلڻ لاءِ يا رول ڪتن کي ڀڄائڻ لاءِ. باقي مرد اڪثر سامان نه کڻن. اهي رئيس اڳيان رستو ڏاهيندا هوش هوش ڪندا هلندا. چون ٿا ته اڳئين زماني ۾ به ائين هوندو هو. مرد ان ڪري به اڳيان هلندو هو جيئن ڪو جهنگلي جانور يا دشمن راهه ۾ اچي وڃي ته ان جو مقابلو ڪري سگهي.

ڏٺو وڃي ته اڄڪلهه يورپ، آمريڪا ۽ ايشيا جي سڌريل ملڪن جهان، سنگاپور، هانگ ڪانگ جو به اهو حال ٿي رهيو آهي. عورت وتندي سپر مارڪيٽن ۽ ڀاڄي گوشت جي مارڪيٽن مان شاپنگ ڪندي، سامان ڍوئيندي ۽ ڪار ڊرائيو ڪندي.

هڪ شيدي دوست کي چيم ته يار ڪيترائي آفريڪي شيدي اڄڪلهه شاهوڪار آهن، جن وٽ سائيڪلون به آهن. گهٽ ۾ گهٽ اهي ڇو نٿا ڪٺيو ننڍا گڏا يا ٽرالي يا ڪا ٻي اهڙي ڦيٿن واري شيءِ وٺن جنهن ذريعي سامان سولائيءَ سان ڍوئي سگهجي. اهو ڪم عورت کان ڇو ٿو ورتو وڃي؟

وراڻيائين: ”ان ڪري جو هتي عورتون سستيون آهن. ۽ ٻي ڳالهه ته انهن لاءِ اسپيئر پارٽس جي به ضرورت ناهي.“

خاص ڪري آفريڪا جي ڪڪويو قبيلي جي عورتن سان ته حد کان وڌيڪ ظلم آهي. ڪينيا جو صدر ۽ ماڻو ماڻو تحريڪ جي ليڊر ”جومو ڪينياٽا“ جو تعلق به انهي ئي قبيلي سان هو. هن قبيلي جي عورتن جا قصا هتي آفريڪا ۾ ڪيترن کان ٻڌبا، اکين سان ڏسي سگهبا ۽ ڪتابن ۾ پڻ بيان ٿيل آهن. ان بابت پاڻ جومو ڪينياٽا پنهنجي ڪتاب Facing Mount Kenya ۾ تفصيل سان لکيو آهي. هن قبيلي جون شيديائيون ڳري سامان کي چمڙي جي ڪول پٽي سان ٻڌي مٿي بدران پٺيءَ تي رکي اهو پٽو پنهنجي نرڙ تي ڏئي. گهڻي سامان ۽ گهڻي چمار بار کڻڻ ڪري اڌڙوٽ عمر تائين، ان چمڙي جي وڏيءَ جو نرڙ ۾ کوپ ٿي ويندو اٿن. هن قبيلي جي عورتن لاءِ جانورن جي ڳوڻ يا ٻيو ڪو به اڍائي مڻو بار کڻڻ ته ڪا وڏي ڳالهه آهي ئي ڪانه - ڏکين لاهين چڙهين تي ته ڳڏهه به مڻ سوا بار مس ٿي کڻي.

اوڀر آفريڪا ۾ اڄا تائين ڪيترن ئي شيدي قبيلن ۾ مرد هڪ کان وڌيڪ زالون رکن. جنهن جا ڪيترائي معاشي، رواجي، سرداري قسم جا سبب آهن. مڙسي ڏيکارڻ لاءِ يا ڪٺي دولت ۽ طاقت جو رعب وهارڻ لاءِ گهڻيون شاديون ڪيون وڃن ٿيون. عيدي امين جهڙي سڌريل ۽ مسلمان به چار ڪن ته ظاهري شاديون ڪيون ۽ هر سرڪاري توڙي غير سرڪاري جلسي جلوس ۾ سندس ڪاري ۽ تمام گهڻي ڪاري رنگ جا چار ڦرندا رهندا هئا. بهرحال، آفريڪا ۾ اڄ به ماڻهوءَ جو شان پئي دولت مان نه پر ٻار پيدا ڪرڻ جي قوت مان

لڳايو ويئي ٿو، ۽ ساڳيو حال اڳ زماني ۾ هو. فلورينٽا ۾ چون ٿا (ڪهڙي ۾ ڪهڙي هاليوڊ فلم ۾ ته) پنهنجي مڙس / يار کي چوي ٿي ته مون سان شادي ڪر منهنجي چيلهه موڪري آهي توکي ڏٺ ٻارن جو جڻڻ ڏيکاريندي، ڪيترن آفريڪي ماڻهن جو اهو عقيدو آهي ته انجي ٻي قدرتي منڍ ڦل ڏني ٿي جيڪو حاڪم ٻار ڄڻڻ ۾ مڙس ماڻهو آهي.

ڪن قبيلن ۾، خاص ڪري مسلمانن ۾ ڇوڪرين جي شادين ۾ ماءُ پيءُ جو به هٿ ۽ دخل ٿئي. ٻين ڪيترن قبيلن ۾ ڇوڪريءَ تي اهڙو زور زبردستي ناهي ۽ هوءَ مڙس کي ڏسڻ وائسڻ بنا هن وٽ باوسل طور نٿي پهچي. مڙس ۽ پيءُ ڏورو ڪهڙو ظالم هر موسانٿيءَ ۾ ٿي سگهن ٿا ۾ بنتو قبيلن ۾ ڇوڪري هر وپرواٿ ڏئي مڙس جي حرم جوڳي يا شوءِ پيس ڏي نٿي رهي. هوءَ پنهنجي مڙس کي پاڻ ئي پسند ڪري ٿي ۽ ڪيترين حالتن ۾ مڙس کان وڌيڪ ڪمائي ٿي. جيئن امانوٽ ڪيتريون هٿ هيون ذاتيون: پبل باگڙي، ڪولهي، پاليشاهي، گرگليا وغيره ـ جنکي اسان ڪٿي ايترو تهذيب يافته نه سمجهون

جو هو پڙهيل ڳڙهيل نه آهن پر هنسي پونجيءَ جي معاملي ۾ چڱا خاصا اڇا اجرا ڪپڙا پائڻ وارا سندن فرغي هوندا. ۽ سڻين قومن جي ذاتين جون زالون يورپ جي عورتن کان به وڌيڪ آزادي ماڻين ٿيون. سگهاري ۽ پورهيت هئڻ ڪري مڙس سان ڪلهو ملائي ڪمائين ٿيون: ڦٽيون چونڊڻ، پاڇيون ۽ گدرا وڪڻڻ، مٽي ۽ ڪاغذ جا راند يڪا ڏهي وڪڻي ويندي ٻني پنسو جمع ڪن ٿيون ۽ مڙس جي ڪمائي تي پاڙين نٿيون. سو هي آفريڪي، بنتو زبانون ڳالهائيندڙ غير مهذب ڇوڪرين جو ڪهڙي ۾ ڪهڙ اهو ته رعب هلي ٿو ۽ منجهن ڪجهه وڌيڪ بهتر قبيلا: مثال طور "چاگا زا" جون ڇوڪريون ته شاديءَ وقت به قربو وڃن ـ جي هنن کي ڪڙڪ پنجيو وڃي ته سندن ڏيڻ وارو مڙس ٻدي قسم جو آهي.

ڪيترن قبيلن ۾ اهو آهي ته شاديءَ وقت ڇوڪريءَ جو (ڪنوارو) هجڻ ضروري هجي ۽ شاديءَ کان اڳ يا پوءِ ڪنهن ڌارئين سان جنسي تعلقات کي خراب سمجهيو ڏو وڃي ۽ ان طرف ابڊو ڌيان رکيو ڏو وڃي

جو ڪن جي چوٽ مطابق، ڪن علائقن ۾ اهو رواج عام آهي ته ڊگهي سفر تي وڃڻ کان اڳ مڙس، زال تي مخصوص پهري جو انتظام ڪري ويندو آهي جنهن کي Infibulation سڏجي ٿو. اهو طريقو تمام ظالمڻو سمجهيو وڃي ٿو.

ان کان علاوه هتي جي رواجن مطابق جيسين هڪ ٻار ٿڃ تي آهي تيسين ان وچ ۾ پيٽ ڏيڻ خراب سمجهيو وڃي ٿو. ساڳي وقت ٻار کي ٻن سالن کان اڳ ٿڃ ڇڏائڻ به صحيح نٿو سمجهيو وڃي. ان ڪري اهڙن قبيلن ۾ عورتون ڪهڙي ۾ ڪهڙي ٻن سالن جي ساهي پٺ بعد ٻار ڄڻن. (۱) ان بابت هڪ اها به ٿيوري پيدائي ٿي وڃي ته پيٽ ڏيڻ شرط، عورت ٻچي دانيءَ ۾ ترسيل Semen، سندس ٿڃ جي کير تي زهربات جو اثر پيدا ڪري ٿي. ٻر برٿ ڪنٽرول جا پيحد ڏکيا طريقا استعمال ڪيا وڃن ٿا. (۱)،(۲).

(۱) ڪتاب MAU MAU AND THE KIKUYU ليکڪ ايل. ايس. بي. ليڪي، صفحو ۱۹.

(۲) ڪتاب KNOWING AFRICAN ليکڪ ايڊون ڊبليون سمٿ.




آپگهات ڪندڙن کي ناجائز طرح رياستن جي حقن ۾ ٽپي پوڻ جي الزام هيٺ سزا ملڻ گهرجي (گابريل لاسوب)

## چريو

ترتيب: ...

زمين ۽ آسمان گهمريون کائڻ لڳا، ۽ ستارا نچيا پئي. وڻ ماٺ ۾ هئا ۽ مونکي ڏاڍي ننڊ اچي وئي. هوش ۾ آيس، تـه هتي هئس. هوام هـن کي پاڳل خانو چوندو آهي. هي پاڳل خانو آهي يا بهشت، سان هن هيڪلائپ ۾ خوش آهيان. جو ته هتي هيچ، لالچ، سوال، ڪيني، ٺڳي، بدمعاشي ۽ شرارتن جـا چـار ڪونهن. اسان چريـا، اوليائن واري زندگي گذاريون ٿا.

# ڪافڪا جو تنقيدي اڀياس

سيد علي عباس
ترجمو: غلام حسين رنگريز

فرانز ڪافڪا ٣ جولائي ١٨٨٣ع جو پراگ جي هڪ خوشحال يهودي هرمن ڪافڪا جي گهر ۾ پيدا ٿيو. چيڪ ٻولي ۾ ڪافڪا کي ڪاوڪا سڏيندا آهن جنهن جي معنيٰ آهي ڪانءُ. هرمن ڪافڪا جي واپاري لکپڙهه ۾ ڪانءُ جي تصوير ڇاپي ويندي هئي. خود ڪافڪا به لکيو آهي ته منهنجي نالي جي معنيٰ ڪانءُ آهي جيڪو نڀاڳ ۽ شر جي نشاني آهي. عبراني ٻولي ۾ هن جو نالو اسخل رکيو ويو، جيڪو صرف خاندان تائين ئي محدود رهيو. ڪافڪا جو ڏاڏو هڪ ٿلهو سگهارو ڪاساني هو ۽ ايترو طاقتور هو جو اٽي جي پوري ڏندن سان جهلي کڻي ويندو هو. هڪ دفعو هن اڪيلي سرخانه بدوش حملي آورن جو مقابلو ڪري کين ڀڄائي ڇڏيو. فرانز ڪافڪا جو پيءُ هرمن به سگهارو ۽ جسيم هو. هن جو ننڍپڻ ڏاڍي غربت ۾ گذريو هو. هن ڏينهن رات جي انٿڪ پورهئي سان ڪافي دولت ڪمائي هئي ۽ اڪثر پنهنجي انهيءَ ڪارنامي تي ٻڌائيندو هو. فرانز ڪافڪا ننڍپڻ کان ئي سنهڙو سنهڪ ۽ سڪل لڳندو هو. هو سڄي چمار پاڻ کي پنهنجي ديو قد پيءُ جي سامهون بلڪل حقير ۽ ننڍڙو محسوس ڪندو رهيو ۽ هميشه هن کان ڀڄندو رهيو هن جي ماءُ جيولي ڪافڪا جي دوست ۽ سوانح نگار ميڪس بروڊ کي ٻڌايو ته ڪافڪا ننڍپڻ کان اڪيلائي پسند هو. ڪمزور ۽ ڏٻرو هئڻ ڪري هو هميشه پاڻ جيڏن ٻين ڇوڪرن سان راند روند کيڏڻ کان به لنوائيندو هو. هو هڪڙي ڪنڊ ۾ ويٺو قصا ڪهاڻيون پڙهندو رهندو هو. ڪافڪا جي اڪيلائي پسندي جو هڪ ٻيو سبب هيءُ به هو ته ماءُ ۽ پيءُ هن جي ذات ۾ ڪا به دلچسپي نه وٺندا هئا. هن جو پيءُ پنهنجي ڪاروبار ۾ ايڏو رڌل رهندو هو جو پنهنجي پٽ سان ڳالهائي به نه سگهندو هو. ماءُ صبح کان شام تائين گهر جي ڪم ڪار ۾ مصروف رهندي هئي. انهيءَ ڪري اهڙي حالت ۾ هو پنهنجي ماءُ پيءُ جي انهي پيار ۽ پاٻوهه کان محروم رهيو جيڪا پيار ۾ خوداعتمادي پيدا ڪندي آهي ۽ ايندڙ ڏکين حالتن جو ڪاميابي سان مقابلو ڪرڻ جي لائق ڪري بنائيندي آهي. اها محرومي ئي هن جي نراسائي ۽ مرده دلي جو مکيه سبب آهي.

سن ١٩١٩ع ۾ ڪافڪا پنهنجي پيءُ کي هڪ ڊگهو خط لکيو جيڪو هڪ سئو کان به وڌيڪ صفحن تي پکڙيل هئو ۽ غالبا ادبي دنيا جو ڊگهي ۾ ڊگهو خط آهي. هيءُ خط هن پنهنجي ماءُ کي ڏنو ته اها سندس پيءُ کي پهچائي ڇڏي پر ماءُ مصلحت کان ڪم وٺي اهو رکي ڇڏيو ۽ پنهنجي مڙس کي نه ڏنو ۽ پنهنجي پٽ کي واپس موٽائي ڏنائين. هن خط ۾ ڪافڪا انهي ڏپ جي چنب چاڻ ڪئي آهي جيڪا هن کي پيءُ جي طرفان محسوس ٿيندو رهيو. انهي چنب چاڻ سان هن جي ننڍپڻ جي ذهني وارداتن ۽ ڪيفيتن کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي. هڪ هنڌ لکيٿو:-

"توهانجي سامهون منهنجي خود اعتمادي بحال نه رهي سگهي. انجي جاءِ تي جرم جي احساس مونکي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ورتو."

"توهانجي ڏپ منهنجن مضمون کي بري طرح متاثر ڪيو ۽ آئون احساس جرم جو شڪار ٿي ويس."

خود اعتمادي جي انهي اڻاٺ ۽ احساس جرم جي ڪري ڪافڪا سڄي چمار ذهني ۽ جذباتي پڪائي يا بلوغت کان وانجهو رهيو. ميڪس بروڊ لکيٿو:-

"هڪ ڏينهن ڪافڪا مون کي چيو "آئون ڇوڪرن جو ڏاڪو ئي ڪڏهن به بالغ نه ٿي سگهندس بلڪ سڌو ئي پوڙهو ٿي ويندس".

تعليم جا شروعاتي مرحلا طئي ڪري ڪافڪا پراگ جي ڪارل فرڊيننڊ جرمن يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي ۽ پيءُ جي خواهش مطابق قانون جي تعليم حاصل ڪرڻ لڳو. هنکي قانون کان سخت نفرت هئي. هو هر وقت خيالن جي دنيا ۾ گم رهندو هئو. هنجو دلي لاڙو ادب ۽ لطيف فنن ڏانهن هئو. ١٩٠٦ع ۾ هن قانون جي سند حاصل ڪئي ۽ هڪ سال عدالت ۾ وڪالت به ڪندو

رهيو. پوءِ هڪ ويمي ڪمپني ۾ ملازم ٿي ويو. دفتري ڪم جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي پيءُ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. هنجي پيءُ جڏهن ڪارخاني جي نظرداري هنجي حوالي ڪئي ته هو ڏاڍي بيزاري ۽ بيڙا محسوس ڪرڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾ هو چوندو هئو ته آئون بالڪل انهي پار جيئن پاڻيان ٿو جنهنکي نهٽ جي لکڻ مان ڪڍيو ويو هجي. پيءُ جي ڊپ کان هو ڪم کان انڪار به نٿي ڪري سگهيو. اهڙي بيزاري ۽ ٿڪاوٽ جي ماحول ۾ هن آپگهات جو به سوچيو ۽ پنهنجي دوست ميڪس بروڊ کي اهڙو اطلاع ڏنائين. ميڪس هنجي ماءُ کي خط لکيو ۽ ماءُ هنکي ڪارخاني وڃڻ کان روڪي ڇڏيو ۽ هنکي چيائين ته هوءَ سندس پيءُ کي ڪوڙهڻي پڙهائيندي ته ڪافڪا ڪارخاني ويندو آهي.

ميڪس بروڊ لکيو ته ڪافڪا جواني جي شروعات ۾ ڪل مک نوجوان هئو. هن ۾ مزاج جي لطيف حس به هئي پر نراسائي ۽ غمگينيءَ جو پاڇو اڪثر هنجي دل ۽ دماغ تي ڇانيل رهندو هو. برلن ۾ رهڻ دوران هو ميڪس بروڊ سان گڏ ڪائڻ اپڻ جي محفلن ۾ شريڪ ٿيندو هئو ۽ هوٽلن جي نوڪريائين سان لڏون لڳائيندو وتندو هئو. انهن مان هڪ جو نالو هانسي هو. شهر جي ڪسبيائين سان به سندس لڳ لاڳاپو رهيو. انهن صحبتن جا اثر هنجي فحش نگاري جي صورت ۾ هنجي ڪن ڪهاڻين ۾ به ڏسڻ اچن ٿا. هر عورت جي آغوش ۾ هنکي اها آسودگي نه ملي سگهي جنهن لاءِ هو سڄي حياتي واجهائيندو رهيو. هڪ خط ۾ ميڪس بروڊ کي لکيائين-

"ڪنهن آئون هڪ ڪسبياڻي سان گڏ هوٽل ۾ ويس ..... نه مون هن مان ڪا راحت ماڻي ۽ نه هوءَ مون مان مطمئن ٿي سگهي."

هنکي ٻهرين ٻهرين پنهنجي آيا سان محبت ٿي ۽ پوءِ هڪ ننڍي ڇوڪري سان عشق ڪرڻ لڳو. چويٿو "ٻهرين عورت هئي ۽ آئون ناتجربيڪار هئس - پر پيار آهي ۽ آئون ڏڄي ويو آهيان."

جواني جي شروعات ۾ هنکي پنهنجي مڙدانگي تي به شڪ هئو. برلن ۾ هو هڪ ڇوڪريءَ جي دام ۾ ڦاسي پيو ۽ هوءَ به هنکي چاهڻ لڳي ۽ اڳتي هلي منڊن مڱڻو ٿي ويو. پنجن سالن تائين هو هڪ ٻئي سان پيار ڪندا رهيا، ۽ هنکي سلهه جي بيماري ٿي هئي جنهنڪري ڇوڪريءَ سان ناتا ٽوڙي ڇڏيائين. الڳ ٿيندي هن ڇوڪريءَ کي لکيو.

"آئون هڪ ڀوت آهيان مون کي وساري ڇڏ ۽ اڳتي جيان خوشي ۽ سک سان زندگي گذار."

انهي ڇوڪريءَ بعد ۾ هڪ ٻئي نوجوان سان شادي ڪئي. فرانزکي آگسٽ ١٩١٧ ۾ وات ۾ رت اچڻ لڳو. هو انهي کي نفسياتي مرض سمجهي علاج کان پرهيز ڪندو رهيو ۽ سلهه جو اهو موذي مرض ئي هنجي موت جو سبب بڻيو.

ڪافڪا جو دوست ۽ سوانح نگار ميڪس بروڊ هڪ تعصبي ۽ جوشيلو صيهوني يهودي هئو. انهن ڏينهن ۾ صيهوني تحريڪ زور وٺي رهي هئي. ميڪس جي چوڻ تي ڪافڪا به انهي تحريڪ ۾ شامل ٿي ويو، ۽ عبراني زبان سکڻ لڳو. ١٩٢٣ع ۾ هو برلن جي "صيهوني گهر" ۾ ويو جيڪو هڪ يهودي ڊاڪٽر ليمان قائم ڪيو هو. انهي تحريڪ جي ئي نتيجي ۾ اڳتي هلي فلسطين ۾ يهودي رياست قائم ٿي. ڪافڪا انهي رياست لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾ ئي هنجي ملاقات مارٽن ٻيوبر، فرانز ورفل، اوٽوپڪ وغيره سان ٿي جيڪي جوشيلا صيهوني ڪارڪن هئا. انهن مان مارٽن ٻيوبر يهوديت جي مطابقت موجوديت سان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ مذهبي حلقن ۾ نالو پيدا ڪيو اٿس. هڪ ڏينهن "صيهوني گهر" ۾ ڪافڪا هڪ نوجوان ڇوڪري کي ڏٺو جيڪا مڇي چلي رهي هئي. ڪافڪا منهن ڇپو ڪري چيو "هيڏا نازڪ هٿ ۽ هي ڪهڙو ڪم". ڇوڪري ڏاڍي وائڙي ۽ ڦڪي ٿي. اها ڇوڪري هئي ڊورا ڊيامنٽ جنهن سان ڪافڪا جو آخري انگ اڙيو. ڊورا عبراني ٻولي ڄاڻندي هئي ۽ هو انهي کان عبراني زبان سکڻ لڳو ۽ انجي موٽ ۾ هو انهي کي عشق جو سبق سيکارڻ لڳو. آخر هو برلن هليا ويا ۽ سواڙ جي گهر ۾ زال مڙس جيان رهڻ لڳا. انهن ڏينهن هنجو مرض وڌي ويو. هن ڊورا جي پيءُ کي خط لکي ڊورا سان نڪاح ڪرڻ جي اجازت گهري ۽ پوڙهي يهودي انڪار ڪري ڇڏيو. بيماريءَ جا پويان ڏينهن هن اسپتال ۾ گذاريا جتي ڊورا هن جي ڏاڍي توجه سان خدمت ڪئي پر هو موذي مرض جي حملي کان بچي نه سگهيو ۽ اتي ئي پساهه پورا ڪيائين. مرڻ وقت هن جي عمر ٤١ سال هئي.

ميڪس بروڊ چويٿو ته ڪافڪا نفسياتي اپاهج هئو ۽ لکڻ لکائڻ کان نٽائيندو هئو. هو حقيقتن سان مهاڏو اٽڪائڻ

جي لائق نه هئو ۽ فيصلي جي قوت کان محروم هئو.

”هن مونکي چيو، بالزاڪ جو متو آهي آئون هر رڪاوٽ کي ٽوڙي ڇڏيندس. منهنجو متو آهي هر رڪاوٽ مونکي ٽوڙي ڇڏيندي.“

آخر ميڪس جي همت ڏيارڻ تي ڪافڪا لکڻ شروع ڪيو هنجي حياتي ۾ هنجون چند ڪهاڻيون ڇپجي سگهيون هنجي بهترين ڪهاڻي ”فيصلو“ آهي جيڪا ١٩١٢ع ۾ لکي ويئي هئي. هيءَ هڪ فرمانبردار پٽ جو قصو آهي جنهنکي هنجو پيءُ ضدي شيطان سڏيندو هئو. پيءُ جي روش کان تنگ ٿي پٽ هڪ ڏينهن آپگهات ڪري ڇڏيو. درياه ۾ ٽپو ڏيندي هن رڙ ڪري چيو هئو. ”پيارا ابا ۽ پياري امڙ! مون هميشه توهان سان پيار ڪيو آهي.“ هن ڪهاڻيءَ ۾ دهشت ۽ ڏوهه جا اهي عناصر ڇڙا آهن جيڪي هنجي ٻين ڪهاڻين ۾ به موجود آهن. ڪافڪا دوستوفسڪي جو وڏو واکاڻيندڙ هو. دوستوفسڪي جا ڪردار گناهه ۽ ڏوهه انهي ڪري ڪن ٿا ته جيئن اهي پشيماني مان لذت حاصل ڪري سگهن. ڪافڪا وٽ به پيڙا پاڻ جي ساڳئي ڪيفيت ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هو پنهنجي روزنامچي ۾ لکي ٿو.

”اڄ صبح هڪ عرصي کانپوءِ مونکي هن خيال مان لذت محسوس ٿي ته منهنجي دل ۾ خنجر کپايو پيو وڃي.“

ڪافڪا جيڪو ڪجهه به لکيو آهي انتهائي ڊپ ۽ دهشت جي حالت ۾ لکيو آهي ۽ روزانڊگري جي چوائي- اها دهشت جنون جو ٻيو نالو آهي. مرڻ کان اڳ ڪافڪا وصيت ڪئي هئي ته هنجون سڀ لکڻيون ساڙهه جو بک ڪيون وڃن. هنجي دوست ميڪس بروڊ هنجي وصيت تي عمل نه ڪيو، ۽ هنجا ٽي ناول ”آمريڪا“ ”مقدمو“ ”محل“ ڇپائي پڌرا ڪيائين. اهي ٽئي ناول ادورا آهن. ”مقدمو“ جي پڄاڻي ضرور ڏنل آهي پر اها ائين اوچتي ڏنل آهي جو پڙهندڙ جي تسڪين نٿي ٿئي ڪافڪا جا انيڪ هڪ متو قول ۽ روزنامچا به محفوظ ٿيل آهن جن مان هن جي نظريه حيات جي پرک پوي ٿي. هو لکي ٿو ـــ

هر شئي حواس جو دوکو آهي. ڪٽنب، دفتر، دوست، بازار، عورت سڀ دوکا آهن، جيڪي ڪڏهن ويجها اچن ٿا ته ڪڏهن پري ٿيو وڃن. ويجهي ۾ ويجهي سچائي اها آهي ته آئون هڪ تهه خاني ۾ بند ديوار سان متو هڻي رهيو آهي. جنهن جون نه دريون آهن ۽ نه دروازا.“

انهي نراسائي ۽ بيچارگي جي حوالي سان مارٽن بيوبر لکيو آهي. ”ڪافڪا جي ”دروازي“ ما بعدالطبيعات ۾ واڌارو ڪيو آهي. ان ماڻهوءَ جو مثال جيڪو هڪ وڏي دروازي جي سامهون آس لڳيو ويٺو آهي. اهو دروازو معني جي دنيا ۾ وڃي ٿو، ۽ هو ان ۾ اندر وڃڻ جي اجازت گهرندو رهي ٿو پر ناڪام ٿئي ٿو. آخر هنجي موت کان ڪي گهڙيون اڳ پڌايو وڃي ٿو ته هي دروازو هن لاءِ ئي کليو رکيو ويو هئو. پس دروازو هاڻي به کليل آهي. اهڙي طرح هر شخص جو پنهنجو دروازو آهي جيڪو هن لاءِ کليل رهي ٿو پر هو چاهي ٿو ۽ نه چاهڻ جي لائق آهي. ڪافڪا جي ٻن ناولن ”محل“ ”مقدمي“ ۾ انهي مثال جي وضاحت ملي ٿي. ”مقدمي“ ۾ زمان/وقت جي دوري آهي ۽ ”محل“ ۾ مڪان/هنڌ جي.“
(ڪافڪا ۽ يهوديت)

ڪافڪا هڪ مذهبي ماڻهو ۽ پڪو يهودي هئو. هو مذهب ۽ ڊپ کي هڪ ٻئي لاءِ اڻ ٽر سمجهيو.

”دهشت ڊپ صرف منهنجوئي مقدر نه آهي ۽ اها منهنجي ذاتي دهشت آهي بلڪ روز ازل کان سڀني ايمان ۽ يقين رکڻ وارن جي دهشت آهي.“

انهي قول مان پتو پوي ٿو ته ڪافڪا ڪرڪگارڊ کان متاثر هو. ڪرڪگارڊ جو ڪتاب ”منصف“ هن جي اوشاس هيٺ رهندو هئو. هن جو (ڪافڪا جو) دهشت وارو مذهبي تصور ڪرڪگارڊ کان ئي ورتل ٿو پائنجي. ڪافڪا جي لايعنيت جي سمجهاڻي ڏيندي ميڪس بروڊ چوي ٿو ته هنجون لکتون سولائي سان سمجهه ۾ نٿيون اچي سگهن ڇو جو هو سنئين سڌي ڳالهه کي به ذومعني، پيچيده ۽ تضاد واري انداز ۾ بيان ڪري ٿو. ڪوئيءَ واري ڪهاڻيءَ ۾ لکي ٿو.

”ڪوئيءَ چيو هاءِ افسوس دنيا ڏينهون ڏينهن سوڙهي ٿيندي پئي وڃي. شروع شروع ۾ اها ايتري ڪشادي هئي جو مونکي ڊپ هئو ته هميشه ڊوڙندي ڊڪندي رهنديس. مونکي اهو ڏسي خوشي ٿي ته منهنجي ساڄي کاٻي ڏر واريون آهن. پر اهي ديوارون هاڻي ايتريون ويجهيون اچي ويون آهن جو آئون آخري ڪوٺي ۾ پهچي ويئي آهيان جنهن ڪنڊ ۾ ڪڙڪي آهي جنهن ۾ گهڙي وڃڻ تي مجبور ٿي پونديس.“

ٻليءَ چيو، ”توکي صرف رستي بدلائڻ جي ضرورت آهي.“ ۽ هنکي هڙپ ڪري ويئي.

هڪ هنڌ لکي ٿو. انهي متعلق هڪ ماڻهو هڪ دفعو چيو، ايتري هڪ چو آهي. جيڪڏهن توهان علامتن کي سمجهو ته

خود علامت بڻجي ويندا ۽ روزمره جي پريشانين کان بچي پوندا."

ٻي چيو - "آئون شرط لڳايان ٿو ته اها به هڪ علامت آهي."

پهرئين چيو - "تون ڪٿي وڃين."

ٻي چيو - "بس بدقسمتي سان علامتي طرح."

پهرئين چيو - "نه حقيقت ۾. علامتي طرح ته تون هارائي وڃين."

انهي تضاد گڏوگڏ لايعنيت جي وضاحت ڪندي ڪامو هڪ اهڙي نثري مثال کان ڪم ورتو آهي. چوي ٿو -

"ڪافڪا فضول ڳالهه جي وضاحت ۾ ربط ۽ ترتيب کان ڪم وٺي ٿو. توهان انهي پاڳل جي آکاڻي ته پڙهي هوندي جيڪو وهنجڻ جي حوض ۾ مڇيون جهلي رهيو هئو. هڪ ڊاڪٽر هن کان نفسياتي علاج لاءِ سوال ڪيو، "ڇا مڇيون ڦاسي رهيون آهن؟"

پاڳل وڏائيءَ واري لهجي ۾ چيو "اڙي بيوقوف. نه! هي ته وهنجڻ جو حوض آهي."

ميڪس بروڊ چوي ٿو ته رڳو ڪهاڻين ۾ ئي نه پر عام ڳالهه ٻولهه ۾ به ڪافڪا جو اهو ڍنگ هئو. هڪ ڏينهن هن ميڪس کان انهي ڳالهه جي معافي گهري ته هن هنجو اجايو وقت ضايع ڪيو. "انهي لاءِ مونکي معاف ڪجو. ڇو جو آئون پاڻ کي پاڻکي معاف نٿو ڪري سگهان."

پنهنجي بيماريءَ دوران هڪ ڏهاڙي ڪافڪا ڊاڪٽر کي چيو.

"مونکي ماري ڇڏ، جي نه ته تون منهنجو قاتل سڏبين."

ڪافڪا جي ناولن ۽ افسانن کي ناتسي جرمني ۾ مقبوليت حاصل نه ٿي سگهي ڇو جو ناتسي يهودين ۽ انهن جي لکڻين کي ڌڪار جي نظر سان ڏسندا هئا. مهاڀاري لڙائي جي پڄاڻيءَ تي هنجي ناولن جا ترجما اولهه جي ڪيترن ئي زبانن ۾ شايع ٿيا ۽ هنکي وڏي شهرت حاصل ٿي وئي. جنگ کانپوءِ جي ڊنل يورپ ۾ ڪافڪا جي دهشت، خوددشمني/ پاڻ ويرپڻو ۽ لايعنيت کي انهي ڪري مقبوليت حاصل ٿي جو جنگ جي تباهيءَ کان سڀ ماڻهو ڏاڍا ڊنل ۽ هيسيل هئا. مغربي ادب ۾ انهن ڏينهن لاحاصليت ۽ لايعنيت جي فني ۽ ادبي تحريڪن کي واڌ ملي رهي هئي. انهن حالتن ۾ ڪافڪا جي ناولن جي وڏي واک آجيان ڪئي وئي ۽ انجي ماراه ۽ واڪاڻ ۾ زمين آسمان ملائي هڪ ڪيو ويو. پاورا حقيقت پسندن هنکي پنهنجي صف ۾ شمار ڪيو، حالانڪ ڪافڪا جي زندگي ۾ اها ترڪيب جڙي ئي نه هئي. جيڪي ماڻهو ذهني سڪون جي ڳولا ۾ مذهب ڏانهن موٽي رهيا هئا تنکي ڪافڪا ۾ روحانيت جو پيغام مليو. فرانسيسي ادب ۾ جڏهن موجوديت پسندي زور ورتو ته ڪافڪا تي ڪرڪ گارڊ جي اثرن جو جائزو ورتو ويو ۽ ڪامو هنکي وجوديت تي لايعنيت جو جهنڊو جهولائيندڙ قرار ڏنو. ڪن تنقيدنگارن ڪافڪا کي حاضر دور جو دانتي، گوئٽي ۽ شيڪسپيئر سڏيو آهي، ڇو جو هن، هن دور جي داخلي اذيت جي ترجماني ڪئي آهي. هڪ نقاد هنجي پروست ۽ جوائس سان ڀيٽ ڪري ٿو ۽ ٻيو هنکي پو ۽ دوستو وسڪي جو مٽ سمجهي ٿو. هنجي هم وطن راڪي ۽ هنجي وچ ۾ هڪجهڙائي تلاش ڪيا وڃن ٿا. هن جو فرائيڊ ۽ هرل سان به واسطو ڳنڍيو ويو آهي. ايرڪ فرام هنجو نفسياتي جائزو ورتو آهي ۽ هلمٽ سيرز کي ڪافڪا ۾ هرهنڌ جنسي علامتون ڏسڻ ۾ آيون آهن. آڊن هنجي مابعدالطبيعاتي پهلو کي ڇنڊيو ڪيو آهي. ايسيودواس جو خيال آهي ته ڪافڪا جي ناولن کي هنجي نقادن، جيڪي هر ڳالهه ۾ نفسياتي ۽ عمراني اثرن جي ڪوجنا ڪندا رهيا آهن، پنهنجون من گهڙت، معنائون ڏنيون آهن. انهن ساڻهن اڳواٽ قائم ٿيل نظرين کي انهن ۾ ڏٺي پنهنجي خيال مطابق نتيجا ڪڍيا آهن. نفسيات ۽ عمرانيات جي اصولن ... ان اڻ ڇڻ هڻ ڪري انهن جي ترجماني ڦڪڙي ۽ مٺڇري آهي. ڪافڪا جي شهرت دي هڏي گرهڻ لڳي وئي آهي. جڏهن کان هنجي روزنامچي مان هنجي چريائپ واري دهشت جي پڌرائي ٿي آهي ته ناولن ۾ گوئٽي يا دانتي جي آفاقي نقطه نظر کي نٿو ڳوليو وڃي ۽ انهن جي اجائي تاويل ڪري انهن مان اجايون رمزون ۽ راز ڳوليا وڃن ٿا. ايڊمنڊ ولسن نهايت کلي دل کان ڪم وٺي هنکي ٻي درجي جو ناول نگار سڏيو آهي. البته ڪجهه حلقا اڄ به لايعنيت جا پرچارڪ آهن سي هنجي عظمت کي مڃرائڻ لاءِ اصرار پڌرو پيا آهن. پنهنجي لايعنيت جو جواز هنجي چريائپ واري دهشت ۾ پائن ٿا، ۽ هن وانگيان پنهنجين ڪهاڻين ۾ انسان جو ذڪر پلين، ڪتن، ڪوئن، باندرن ۽ مکين جي حوالي سان ڪري نام نهاد ابدي صداقتن جي نشان دهي ڪن ٿا. جوڊ جي لفظن مطابق اهي ماڻهو مٽاڇري تي پالي چاچوولين ٿا ۽ پنهنجي پر ۾ پڌائين ٿا ته اسان ته سمنڊ جي اونهاين ۾ پهچي ويا آهيون. سچ پڇو ته سچ هيءَ آهي ته ڪي ڇڳا سوچارا

صحيح دماغ وارا ليڪڪ ”جديديت“ جي انهيءَ خلط ۾ ڪافڪا جي نموني جي منجهه منجهه ۽ پيچيدگي ڳالهه ڪري وٺن ٿا.

انهن جي حالت انهيءَ مڪڙيءَ جهڙي آهي جيڪو ڪنهن چريءَ جي نقل ڪندي ڪلٽيون ڪائڻ شروع ڪري ڏئي. ڪافڪا جي ناليءَ ڪيءَ ستيءَ ڪئي ۾ يهودي ليکڪن خاص طرح مارٽن ٻيوبر ۽ وزلل وغيره جو وڏو هٿ آهي ۽ هنن ڪافڪا کي سائنسي الحاد جي مقابلي ۾ مذهب جو جهنڊو جهولائيندڙ قرار ڏنو آهي. جڏهن ته ڪافڪا جنهن مذهب جو ميڙيندڙ آهي سو بدترين قسم جو صيهونيت آهي. جنهن جي بنياد ئي تنگ دلي، تنگ نظري، تعصب، اڪرائي ۽ جنون تي ٻڌل آهي.

ڪافڪا جي ناولن تي مونجهاري، بي، نراسائي ۽ لايقينيت جي فضا ڇانيل آهي. اسٽن وارن ڇپيو آهي.

”ڪافڪا جي دنيا ڪنهن صحيح دماغ شخص جي دنيا نه آهي. هن دنيا ۾ لڳڏاڻ آهي، قير آهي جهڙوڪر ڪو ماڻهو ماٺي ۾ پهچي ڏسي رهيو هجي يا ڪنهن ڪريل آئيني ۾ پنهنجي ٽيڏي صورت ڏسي رهيو هجي.“

ڪافڪا کي ٽن ناولن جي ڪري مشهوري ملي جيڪي هن جي مرڻ کان پوءِ شايع ٿيا. ”آمريڪا“ ”مقدمو“ ۽ ”محل.“ انهن اڻپورن ناولن ۾ پراسرار، منجهيل ۽ بي ربط انداز ۾ فرد کي اڻ ڄاتل قوتن خلاف ڪشمڪش ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. منجا ڪردار نفسياتي خلل جي شڪار انهيءَ مريض جهڙا آهن جيڪو هرپل انهيءَ ويچار ۾ رهي ٿو ته هر شخص مون کي ايذائڻ چاهي ٿو ۽ منهنجي خلاف سازش سٽي رهيو آهي. هو پنهنجي ايذائيندڙ ۽ ستائيندڙ جي سڃاڻپ نٿو ڪري سگهي پر هنکي هي ويساهه ويهي ويو آهي ته ڪو نه ڪو شخص ڪٿي نه ڪٿي هنجي ايذاءَ جون سٽائون سٽي رهيو آهي. هن جي ناول ”آمريڪا“ جي مختلف بابن ۾ ڪوبه ربط ۽ سلسلو نه آهي. انهيءَ ڏس ۾ اسٽن وارن چوي ٿو ته جڏهن لاشعور جو اظهار ئي مقصد هجي ته پوءِ ۾ منطقيت ڪٿان لڀندي. پر هتي ته ڪو به مقصد نه آهي، انهيءَ ڪري مونجهاري جو رنگ وڌيڪ گهاٽو ٿي ويو آهي. ”مقدمو“ به اهڙي ريت ڪجهه ڇڙوڇڙ واقعن جو ميڙ آهي. انهيءَ هڪ ڪردار پيرسٽر هورت آهي جيڪا پهرئين باب ۾ اچي غائب ٿيو وڃي ۽ پوءِ وري آخري باب ۾ انجي هلڪي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. انهيءَ جو مرڪزي ڪردار جوزف ڪي (K) آهي جنهن تي مقدمو هلايو پيو وڃي. جوزف کي ڪابه ڪل نه آهي ته هن تي مقدمو ڇو هلايو پيو وڃي. مقدمي جي ڪارروائي مان به ڏوهه جي نوعيت جو ڪوبه پتو نٿو پوي. نه ئي انهيءَ ڳالهه جي خبر پوي ٿي ته خفيه عدالت هنکي ڇو سوگهو ڪيو آهي. عدالت جو ڪمرو اونداهو آهي جنهن ۾ ججن جون صورتون به چڱيءَ طرح ڏسي نٿيون سگهجن. آخر ۾ سٺو لباس پهريل به ماڻهو اچن ٿا ۽ تمام شائستگيءَ سان جوزف کي چون ٿا، پلاڻي ڪري هلو. هو چپچاپ انهن جي ڪٺيءَ وڃي ٿو. شهر کان ٻاهر وڃي انهيءَ هن کي مٽ تي سڌو ۾ پٿرجي هڪ ڇپ تي ليٽائين ٿا ۽ نهايت سڪون سان هن جي سيني ڏڙ کان ڪار ڪري ڇڏين ٿا. مرڻ کان اڳ هو چوي ٿو ”ڪتي جيان.“

هن جي ناول ”محل“ کي متلق طرح شاهڪار سمجهيو وڃي ٿو ۽ هن ناول کي مابعدالطبيعاتي، دينياتي ۽ رمزياتي ناول چيو وڃي ٿو. هن ناول تي فحاشي جو رنگ ڇانيل آهي. ميڪس بروڊ انهيءَ ناول جا گهڻا فحش حصا ڪاٽي ڇڏيا آهن. اها فحاشي کليل اگهاڙپ واري نه آهي جيئن هنري ملر يا فرينڪ هيرس وٽ آهي بلڪ اهڙي فحاشي آهي جيڪا ناول جي تاڃي پيٽي ۾ لهندي ويٺي آهي. هن ناول ۾ جيڪا هوس پرور فحاشي ڇانيل آهي انجي ڪري هن جي اها مذهبي تاويل قبول ڪرڻ جهڙي نٿي لڳي ته جوزف ڪي (K) خدا تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو رهي ٿو يا علامتي زبان ۾ ائين چئجي ته ”محل“ خدائي رهنمائي جو درجو رکي ٿو.

ڪافڪا جي ڪهاڻين جو اڀياس هن جي جيون ڪٿا ۽ روزنامچي مان معلوم ٿيا آهن. انهيءَ اڀياس کانپوءِ هن نتيجي ڪيڏڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي ته هو ذهني خلل جي انهيءَ ڪيفيت جو مريض هئو جنهن کي شزوفرينيا SchizoPhrenia چئجي ٿو. انهيءَ سبب جي ڪري هو سڄي حياتي ڀؤ، گهٽي، اڪيلائي، نراسائي ۽ هڪڪئي جو شڪار رهيو، ۽ انهيءَ جي ڪري ئي هو پنهنجي خاندان ۽ معاشري سان ٺاهه نه ڪري سگهيو. انهيءَ نفسياتي مرض جا آثار نڍپڻ ۾ ئي ظاهر ٿي ويا هئا. ان سان گڏ سلهه ۾ مبتلا ٿي ويو ته موت جي خوف هن جي دهشت ۾ وڌيڪ ڪڙاڻ ۽ ڪام پيدا ڪري ڇڏي. انهن حالتن ۾ لکيل قصن ۽ ڪهاڻين آفاقي يا مذهبياتي رمزون ۽ اهڃاڻ تلاش ڪرڻ جي بجاءِ انهن کي هڪ بيمار ذهن جون تخليقون قرار ڏيڻ جو فيصلو وڌيڪ صحيح ٿيندو.

# ڪلاسيڪي شاعريءَ جو پيغام

خاڪي جويو

سنڌ جي ضمير ۽ خمير ۾ عوام دوستيءَ، انسان ذات سان پيار ۽ همدرديءَ جا جذبا سمايل آهن. ۽ سنڌيءَ ماڻهوءَ جي مزاج تي اهي ئي عنصر صديءَ پٺيان صديءَ طرح اثر انداز ٿيندا پئي رهيا آهن. ان لاءِ سنڌ جي هر روشن خيال فلاسافر، اديب، دانشور ۽ شاعر انهن ئي عنصرن جي پيغام کي پڙهيو، پروڙيو ۽ پنهنجي وت ۽ وس آهر ان کي عام ڪيو آهي. اهي ئي اهڙيون قدرون آهن جن جي انسان ذات کي، ملڪن ۽ دنيا کي، هن کان اڳ ۽ هن کان پوءِ هر دور ۾ ضرورت آهي، هيءُ پيغام سنڌ ڌرتيءَ جي ميراث آهي ۽ هيءُ پيغام سنڌ جي خمير جي ضمير جو آواز آهي. هيءَ عالمگير امن، اتحاد ۽ خوشحاليءَ جو پيغام آهي. هن پيغام کي اسان جي ڪلاسيڪل شاعرن، اديبن ۽ عالمن نه رڳو ڄاتو، سڃاتو پر ان کي هنڌين ماڳين هنڊايو به آهي. ۽ ماڻهن کي سمجهايو به آهي. هن پيغام جي ڦهلاءَ ۾ ڀٽائيءَ گهوٽ جو مقام سڀ کان مٿاهون آهي. جيتوڻيڪ ان جا شارح ۽ مبلغ ڀٽائيءَ کان اڳ ۽ پوءِ اسان جي ڪلاسيڪي ادب ۾ وڏي پائي ۽ مرتبي جا مالڪ ٿي گذريا آهن. جهڙوڪ ميون شاهه عنايت، خليفو نبي بخش، "سچل سرمست" "شامي"، "بيدل"، "بيڪس" ۽ حمل آهن. ۽ عملي ميدان ۾ شاهه عنايت شهيد، مخدوم بلاول ۽ ٻيا ٿي گذريا آهن.

هن پيغام جي مفهوم ۽ مقصد جو محور هي رهيو آهي ته "دنيا کي امن جو رستو ڏيکارجي، وطن سان آڪير رکجي ۽ هيٺين ۽ پيڙهيل لاءِ واهر ۽ وسيلو ٿجي." کين پنهنجي اهميت ۽ مقام جو احساس ڏياريءَ، عملي جدوجهد جي ميدان ۾ آڻجي، ته جيئن رهي اڻ برابريءَ کان پاڻ آجو ڪرڻ جي جاکوڙ ڪن. جنهن ڳالهه جو اسان جي شاعر ۽ اديب حمل فقير کي احساس هو ۽ کيس خبر هئي ته اهڙو اڻانگو سفر، "ٻرن جي ٻلائن" جي مثال آهي. حمل هن معاشري ۽ سماج جي ڏاڍن مڙس ۽ ظالم قوتن کي "ٻلائون ٻرن جون" ته سڏيو آهي.

"ٻلائون ٻرن جون ـ ڏسيو
ڪين ڏران."

حمل فقير جي آڏو ان وقت جي سنڌ جي سماجي بدحالي ۽ عوام جي مسڪيني هئي، جيڪا اڻ برابريءَ واري سماجي حالتن جي ٽڪرائن ڪري وجود ۾ آيل هئي. سنڌ جو عوام آن جانبه ۾ پيڙهجي ۽ پيسجي رهيو هو، ۽ ڏک ماڻهن جا ڏاج بڻجي چڪا هئا. جنهن لاءِ حمل جي واتان نڪتو.

"ڏک ساڻن، ڏک ڪارڻ ـ
ڏک پٽ ڪليجا کاون."

هن مان ثابت آهي ته حمل فقير، جيڪو هڪ ڏاهو شاعر ۽ اديب هو، ان کي ماڻهن جي بک، بيروزگاري ۽ بدحاليءَ جو نه رڳو احساس هو پر اندر ۾ هڪ پيڙا هئي، جنهن جا ڏک چرني ڪرڻ واريءَ حد تائين سندس ڪليجو پٽي ۽ کائي رهيا هئا.

وطن پرستي اسان جي ڪلاسيڪل ادب جو اهم جز پئي رهي آهي ۽ اسان جي سڀني ڪلاسيڪي اديبن، دانشورن ۽ شاعرن ان کي پنهنجي ايمان جو حصو سمجهيو آهي

حمل جي عمر ڏيهن پنجٽيهن سالن جي هئي جو ميرن جي نااهلين ۽ نااتفاقين جو فائدو وٺي، فرنگين نهايت ئي مڪاري سان، سنڌ پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتي هئي، جنهن جو حمل کي اڳ ئي احساس ڏيل ٿو ڏسجي ۽ سندس ڪهرائيءَ سان ڏسندڙ اک ان سڄي ماحول کي تاڙي ورتو هو. جنهن لاءِ عوام کي خبردار ڪندي چيائين ته:-

"پيلي مٿي پر، متان ڪرين
مهراڻ ۾"

پنهنجي ديسي ماڻهن کي، پنهنجي ديسي ٻوليءَ ۽ ديسي اهڃاڻن، اصطلاحن ۽ علامتن ۾ سمجهائڻ اسان جي ڪلاسيڪل ادب جو هڪ خاص اصول ۽ مٿو پئي رهيو آهي. سنڌي ماڻهو چڱيءَ طرح سان ڄاڻي سگهي ٿو ته "پيلي مٿي پر" جو مطلب ۽ مفهوم ڇا آهي؟ ۽ سو به مهراڻ جهڙي مست اٿ جهل ۽ البيلي درياهه ۾. جيڪو اسان جيءَ ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ ڄاون جي رزق جو وسيلو آهي. جنهن جو لڙائيل ۽ ميرانجهڙو پاڻي اسان جي، جيءَ جو جياپو، ۽ اسان جي ساهه ۽ سرير کي سگهه ۽ سونهن بخشيندڙ آهي. جنهن لاءِ حمل چئي ڇڏيو.

"حمل حب وطن جي ـ اندر
روح رهي"

هيءَ وطن پرستي آهي، هيءَ "حب الوطن من الايمان" جي

ڏسو صفحو ٦٥

# ناٽڪ جو اصل نسل

ڊاڪٽر نواز علي شوق

## (يونان جا مشهور ڊراما نگار)

ڊرامي جا ڪهڙي ڀاڱي ۾ ٻه قسم بيان ڪيا ويا آهن. هڪ ڏک وارو ۽ ٻيو خوشيءَ وارو. هتي يونان جي مشهور ٽريجڊي ۽ ڪاميڊي ڊراما لکڻ وارن جو مختصر احوال پيش ڪجي ٿو:

## ڊورين ۽ آءِ اونين

قديم زماني جي يونان ۾ ٻه معزز قومون آباد هيون. هڪ ڊورين ٻي آءِ اونين. ڊورين، هڪ تري تي رکندڙ ۽ جنگجو قوم هئي. جنگ جون ڳالهيون سندس طبيعت ۾ ايترو ته ملي ويون هيون جو سندن عام ڪچهري به ڄڻ جنگ جو ميدان معلوم ٿيندي هئي. ڊورين بهار جي وڻندڙ موسم ۾ "باڪس" جي پوڄا وارو ميلو وڏي ڌوم ڌام سان ملهائيندا هئا. پر سندن ناچ ۽ ڳائڻ تي سپاهين وارو رنگ ايترو ته چاڙهيل هوندو هو جو سندن ناچ به ڄڻ فوج جو ڪوچ ڪرڻ معلوم ٿيندو هو. سندن راڳ پڏڻ وقت ايئن معلوم ٿيندو هو، ڄڻ ڪو جنگي نظم پڙهي رهيو آهي. سندن گيت بلڪل وحشياڻا هوندا هئا. جڏهن آءِ اونين ساڻن گڏ اچي رهيا ته انهن باڪس پوڄا ۾ پنهنجا گيت به شامل ڪيا، جن کي هو پنهنجي زبان ۾ "ڊٿي ريمب" چوندا هئا. جيڪي باڪس پوڄا ۾ نچندا هئا ڳائيندا هئا تن کي ڪورس چيو ويندو هو.

ايري ان: ۵۸ قبل مسيح: ڪورنٿ جي هڪ شاعر ۽ ڳائڻي ايري ان انهن گيتن جي سٽاري طرف ڌيان ڏنو ۽ ٽريجڪ ڪورس ايجاد ڪيا. جن ۾ اٽڪل پنجاهه ماڻهو شامل هوندا هئا، جي باڪس جا مددگار بڻجندا هئا ۽ ٻڪرين جون کلون پائي ڳائيندي وڄائيندي قربان گاهه جو طواف ڪندا هئا. ان کان واندا ٿي هڪ ٻڪر قربان ڪندا هئا. ان قرباني جي ٻڪرن ۽ کلن جي هڪجهڙائپ سبب انهن گيتن کي ٽريجڊي چوندا هئا. يوناني زبان ۾ TROGUS جي معنيٰ آهي ٻڪر ۽ ODE جي معنيٰ آهي گيت. اهڙي ريت باڪس پوڄا جي ذريعي ٽريجڊي وجود ۾ آئي.

## ٿس پس ۵۳۵ ق - م

هيءُ يونان جو هڪ مشهور شاعر ۽ ڊرامي جو موجد هو. هن باڪس پوڄا جو هڪ نئون باب کوليو، حقيقي ڊرامي جو بنياد وڌو. ڪورس جي لاڳيتي ڳائڻ سبب ماڻهو بيزار ٿي ويندا هئا ۽ خود ڳائڻ وارا به لڳاتار ڳائي ڳائي ٿڪجي پوندا هئا. انهيءَ ڪمزوريءَ کي دور ڪرڻ لاءِ ٿس پس يوناني ديومالا مان پلاٽ وٺي، ڊرامي جي طرز تي ڪجهه ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ هو پاڻ يا ڪو ٻيو شخص هڪ تختي تي بيهي مڪالمن کي پڙهائيندو هو ۽ ان وچ ۾ ڪورس وارن کي ساهي پٽڻ جي وڏي مهلت ملي ويندي هئي. انهن ڪهاڻين کي ايپي سوڊ چيو ويندو هو.

## فري نيڪس

ٿس پس جيڪو ڪم پنهنجي هٿ ۾ کنيو هو، تنهن کي توڙ تائين پهچائي نه سگهيو ۽ سندس هڪ شاگرد فري نيڪس پنهنجي استاد جي ان ڪم جي پوراڻي جو پڪو پهه ڪيو. هن ڏٺو ته ڪورس ٻڌندي ٻڌندي ماڻهن جا ڪن پچي پيا آهن ۽ هينئر هو ان مان صفا بيزار ٿي چڪا آهن، تنهن ڪري ڪا نئين شيءِ ايجاد ڪئي وڃي. هن سوچ ويچار کان پوءِ ٻه ٽريجڊيون (الميه ڊراما) لکي تيار ڪيون، جي هڪ ٻئي پٺيان پبلڪ کي ڏيکاريون ويون. پر ڪورس به پنهنجي جاءِ تي جاري رهيو. ڪورس يا ايپي سوڊ ۾ اڃا عورتون شامل نه ٿينديون هيون، پر هن اها پابندي ختم ڪري ڇڏي ۽ عورتن کي به ڪورس ۾ شامل ڪيو ويو.

ان دور ۾ يونانين کي ايڏو غرور هو جو هو پاڻ تي ڪنهن جي نڪته چيني برداشت نه ڪندا هئا. اهڙي ناموافق حالتن ۾ فري نيڪس جي هڪ ٽريجڊي "گرفتاري (هبوط) ملي ٽس" پڌاني ۽ ڏيکاري وئي. ان ٽريجڊي ۾ يونانين تي خوب لعنت ملامت ڪئي وئي هئي. بس پوءِ ته محفل ۾ ڪهرام مچي ويو. هر طرف کان روئڻ پٽڻ جا آواز اچڻ لڳا. آخر ٽريجڊي بند ڪئي وئي. فري نيڪس تي ڪيس هليو ۽ مٿس هڪ هزار درهم ڏنڊ وڌو ويو ۽ سندس اها ٽريجڊي ضبط ڪئي وئي. جڏهن فري نيڪس ڏٺو ته هينئر ڳالهه تمام خراب ٿي چڪي آهي، تڏهن هن هڪ ٻي ٽريجڊي لکي، جنهن ۾ هن يونانين جي بيحد تعريف ڪئي. ان ٽريجڊي کي وڏي مقبوليت حاصل ٿي ۽ اهڙي ريت

فرينڪس يونانين جو پسنديده شاعر بڻجي ويو.

## ايسڪائيلس :

هيءُ يونان جو مشهور شاعر هو. هن ڊرامي جي اصلاح ۾ وڏا ڪارناما سر انجام ڏنا ۽ جهڙي ريت ”ٿس پس“ ڊرامي جي فن جو موجد آهي، اهڙي طرح باقاعده ڊرامي جو بنياد وجهندڙ ايسڪائيلس آهي. هن ڪورس کي گهٽ اهميت ڏني ۽ ان جي بجاءِ مڪالمن کي خاص اهميت ڏنائين. ان کان اڳ صرف هڪ ايڪٽر اچي تقرير ڪري هليو ويندو هو پر هن هڪ وقت ۾ ٻن ايڪٽرن جو هجڻ لازمي قرار ڏنو ۽ هن ان ڳالهه تي به زور ڏنو ته هر ايڪٽر پنهنجي حيثيت مطابق ڪپڙا پهري عوام آڏو اچي. هن ستر ٽريجڊيون لکيون. پاڻ به سٺو ايڪٽر هو، چون ٿا هڪ ڀيري پنهنجي هڪ ٽريجڊي ۾ منهن تي هڪ اهڙو هٺراڙو ڀوائتو ٻوتو چاڙهيائين جو هو جڏهن پارٽ ڪرڻ لاءِ عوام آڏو آيو ته سندس ڀوائتو منهن ڏسي، ٻار ڊپ ۾ مري ويا ۽ ڪيترين پيٽ پورين عورتن جا ٻار ڪري پيا.

افسوس جو سندس ڀيا سڀ ڊراما زماني جي لاهين چاڙهين جي نذر ٿي ويا، باقي سندس صرف ست ڊراما بچي ويا جي ڪافي مشهور آهن. سندس ٻن ڊرامن جا اڄ صرف نالا رهجي ويا آهن.

سندس ڊراما بيحد دهشتناڪ هوندا هئا. مذهبي اڳواڻن جا ڪڌا ڪرتوت ظاهر ڪري، کين خوب خوار خراب ڪندو رهندو هو. سر بازار کين سڏيون پڌائيندو هو ۽ سندن ويچارا ڪيڏي کين خوار خراب ڪندو هو. هو نه صرف هڪ وڏو ڊراما نويس ۽ اداڪار هو پر بهادر سپاهي به هو. هڪ ڀيري هڪ پبلڪ جلسي ۾ جڏهن ٽريجڊي نويسي جو انعام سندس هڪ حريف هم عصر شاعر ”سوفوڪيلس“ کي ڏنو ويو ته کيس سخت صدمو پهتو ۽ دل برداشته ٿي ڪيڏانهن هليو ويو.

## سوفو ڪيلس

حقيقت هيءَ آهي ته ايترين ڪوششن جي باوجود ڊرامي ۾ اڃا وڌيڪ اصلاح جي ضرورت هئي ۽ اهو ڪم ”سوفوڪيلس“ جي هٿان ٿيو. هن يوناني اسٽيج تي ڪيترين ئي نيون ڳالهيون رائج ڪيون. هن اهو قاعدو مقرر ڪيو ته اسٽيج تي هميشه ٻن بجاءِ ٽي ايڪٽر موجود هئڻ گهرجن ۽ سندن پوشاڪ ڀڙڪيدار هجي. سوفوڪيلس سورهن سالن جي ڄمار ۾ ڊراما نويسي شروع ڪئي ۽ ڪل ١٣٠ ڊراما لکيائين. هن ”او ڊي پس“ بابت جيڪي ٽي ٽريجڊيون لکيون، سي هن لحاظ کان قابل غور آهن ته انهن جو اثر يورپ جي ڊرامي تي ٿيو. ”اوڊي پس“ جي ڪهاڻي ۾ هيءَ ٽريجڊي آهي ته هڪ پٽ پنهنجي سڳي ماءُ سان شادي ڪري ٿو ۽ پنهنجن ٻچن جو پيءُ ۽ ڀاءُ، پنهنجي ماءُ جو مڙس ۽ پٽ ۽ پنهنجي پيءُ جو رقيب ۽ قاتل بڻجي ٿو. هيءَ عجيب و غريب ٽريجڊي يونان جي هڪ اعليٰ ٽريجڊي شمار ڪئي وڃي ٿي ارسطو جهڙي شخصيت به ان جي تعريف ڪئي آهي. ان کان علاوه اها به هڪ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه آهي ته قديم روم ۾ سينيڪا، مهذب فرانس ۾ والٽير ۽ انگلنڊ ۾ ڊرائيڊن جهڙن برگزيده شخصن، ان قسم جون ٽريجڊيون لکڻ تي فخر ڪيو آهي.

ان مان اهو نه سمجهيو وڃي ته سوفوڪيلس ڪو لچو يا بدمعاش هو. حقيقت ۾ هو نهايت نيڪ شريف انسان هو.

هو عمر جي آخري ڏينهن تائين ڊراما لکندو هيو. جڏهن سندس عمر سٺو سالن کان وڌي وئي، تڏهن سندس ناخلف پٽ مٿس تهمت مڙهي ته هو، هينئر هوش ۾ نه آهي، بدحواس ٿي چڪو آهي. سوفوڪيلس، عدالت ۾ جواب طور پنهنجي تازي تصنيف يعني ”اوڊي پس“ جو ٽيون جلد پيش ڪيو. عدالت فيصلو ڏنو ته، ”جو شخص ههڙو شاهڪار ڪتاب لکي سگهي ٿو. تنهن کي چريو سڏڻ وڏي حماقت آهي.“

## يوروپيڊيز

ان زماني ۾ يورو پيڊيز جو به وڏو نالو هو. سقراط سان سندس دوستي هئي. هن ان دور جي ماحول مطابق ٧٥ ڊراما لکيا. هو پهريون شاعر آهي، جنهن اسٽيج تي فلسفيانا ڳالهيون پيش ڪيون. هن ٽريجڪ شاعر ۽ ڊراما نويس جو موت به هڪ وڏي ٽريجڊي آهي، هڪ ڀيري شڪارگاهه ۾ شڪاري ڪتن مٿس حملو ڪيو ۽ سندس جسم ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيائون.

يونان جو هيءُ قابل احترام شاعر، فوج جو جنرل ۽ معزز رهواسي، آخري عمر تائين اسٽيج تي پارٽ ڪندو رهيو.

## سڪندر اعظم

سڪندر اعظم جي دور حڪومت کان اڳ ايٿنز ۾ ١٤٠٠ ٽريجڊيون تصنيف ٿي چڪيون هيون. سڪندر جي زماني ۾ سڪندريه علم و ادب جو مرڪز ۽ ڊرامي جو گڙهه بڻجي چڪو هو. اڪثر محققن جو خيال آهي ته

ڊرامي جو فن سڪندر ۽ سندس پٺيان سندس حڪومت جي اثر هيٺ يورپ ۽ ايشيا ۾ مقبول ٿيو. چوڻ ته جڏهن هو ڪو ملڪ فتح ڪندا هئا ته اتي ڊرامي جو جشن ملهائيندا هئا ۽ اهڙي ريت اتان جي باشندن کي ڊرامي جو چسڪو چکائيندا هئا. سڪندر جي علم پروري سبب ڊرامي کي اوج ۽ ڪمال حاصل ٿيو ۽ شاعر جو حوصلو وڌيو. انهن شاعرن مان ست "سبع سياره" جي نالي سان مشهور آهن. جن کي ٽريجڊي لکڻ ۾ وڏو ڪمال حاصل هو. ممڪن آهي ته عربن ۾ "سبع معلقه" جو خيال "سبع سياره" کي ڏسي پيدا ٿيو هجي.

## ازاڪيل

هڪ سئو سال قبل مسيح ازاڪيل نالي هڪ يهودي، يوناني زبان ۾ هڪ ڊرامو لکيو. ان ڊرامي ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ فرعون جي ڪشمڪش ۽ اسرائيلي قوم جي هجرت جا واقعات ڏيکاريا ويا آهن. ان ڊرامي جو مقصد اهو هوته يهودين کي موسيٰ عليه السلام جي آمد جي خوشخبري ٻڌائي وڃي ته جيئن سندن حوصلا بلند ٿين ۽ کين اها ڳالهه ذهن نشين ڪرائي وڃي ته غلامي واري ذلت ٿورا ڏينهن آهي. جڏهن حضرت موسيٰ عليه جن وري هن دنيا ۾ ايندا ته زماني جا سڀئي فرعون مٽيءَ ۾ ملي ويندا.

## بقايا: گداگري

ويا ۽ مون سوچيو ته اوهان ته ڪيترن ئي ويلن کان بکيا آهيو. منهنجي کيسي ۾، انهيءَ مهل سوني سڪي ڪانسواءِ، هڪ پيو به معمولي ننڍو سڪو موجود هو. "هيءُ ڏسو." ڪارشا پنهنجي کيسي مان اهو ننڍڙو سڪو ڪڍيو ۽ ڏيکاريو. "مون هي سڪو توهانکي ڏيڻ گهريو ٿي، پر غلطيءَ سبب، سونو سڪو ڏئي ويٺس. هي سڪو اوهان خيرات ۾ وٺڻ چاهيو ته حاضر آهي."

"نه، نه، پٽ" فقير سڪو هن ڏانهن موٽائيندي چيو، "مون کان وڌيڪ، هن سڪي جي توکي ضرورت آهي."

"توهان جي مرضي."

"ها، نه ڪيترن ويلن کان بکيو آهين."

هائو، سچ ڳالهائڻ ۾ ڪوبه حرج نه آهي. آءٌ پڻ هفتن کان هڪ جڳهه تي ملازم به آهيان، پر پگهار ملڻ ۾ اڃا دير آهي.

پر مون هڪڙي عهد ڪيو آهي ته خواه بکيو ئي مري وڃان، پر ڪنهن کي به هن سڪي جي ڪوڙي ڪهاڻي ٻڌائي، بيوقوف ڪونه بڻائيندس. آءٌ محنت ڪري ڪمائيندس. توهان جي شخصيت مونکي نئون رستو ڏيکاريو آهي .."

"ٺيڪ آهي، منهنجا دوست، هرهڪ کي محنت ڪري ئي پنهنجي روزي ڪمائي کائڻ گهرجي. مون ڏانهن نهار. صبح ڇهين بجي کان شام جو ڇهين بجي تائين، وڏي جانفشاني سان محنت ٿو ڪريان ۽ پنهنجي ضرورتن کي پوري ڪرڻ ۾ ڪنهن جو محتاج نه آهيان. توکي به گهرجي ته باقاعدي محنت ڪرين."

"هلدا،" فقير ڇوڪري کي سڏيو ۽ چيو، "ميز تي هن همراهه لاءِ ڪاڌو به رک ۽ هڪ بوتل به آڻ."

ڇوڪريءَ جلدي ڪاڌو رکيو ۽ بکايل ڪارشا ڪاڌي تي ڪري پيو.

## بقايا: حمل جي شاعري

تشريح آهي، جيڪا اسان جي هر ڪلاسيڪي شاعر جي واتان ٿي آهي.

جيڪڏهن پٺاڻي جي واتان "دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين" نڪتو آهي ته ڪهڙايو حمل به ڪونه آهي. ان عالمگير دعا جي پيغام کي ورجائڻ ضروري چاهيندي چوي ٿو.

آءٌ سارنگ آءُ، آهيون تنهنجي آسري،

آتر، اوڀر ٻار ڏي، وار سٺانو واءُ،

ته ٿر بر جاءِ بجاءِ، عالم آسودو ٿئي.

تنگ نظري ۽ صرف پنهنجي ديگڙيءَ جي دعا گهرڻ، اسان جي هنن آدرشي شاعرن جي مزاج جي خلاف هو. جڏهن به هنن ماڻهن جي لاءِ پنهنجي اوڙي پاڙي جي لاءِ پنهنجي ديس ۽ ديس واسين لاءِ دعا گهري آهي ته سڄي دنيا کي، سڄي سنسار کي ۽ سڄي عالم جي آدم کي نه وساريو آهي. ڇاڪاڻ ته اهو اسان جي ديس جي خمير جي ضمير جي مزاج وٽان نه آهي، سنڌ جي ماڻهن جي احساس، امنگ ۽ مزاج ۾ "پنهنجي خير گهرڻ کان اڳ، پئي جو خير گهرڻ" جي تمنا ۽ تانگهه هوندي آهي.



# ڏيس پرڏيس سفرنامو




## ”ڪتاب ۽ صاحب ڪتاب تي هڪ نظر“

پڇين ڪجهه سالن کان سنڌي ادب ۾ سفرنامن جو نهايت گهڻو ناماچار ٿيو آهي. خوش قسمتيءَ سان پڇين ٿي ڪجهه سالن کان اسان جي نامورن سنڌي ليکڪن عام سياحن کي ڏيهه - پرڏيهه جي ياترا جا موقعا مڙني سوايا مليا آهن. ۽ انهن مان ڪن ليکڪن ۽ سڄاڻ ماڻهن، پنهنجي پرڏيهه جي سير سفر جا تجربا، مختلف عنوانن سان سينگاري، سنڌي ادب جي پڙهندڙن کي ڪتابي صورت ۾ ڏنا به آهن. سفرنامن جو سنڌي توڙي ٻين دنيا جي ادب ۾ هڪ وڏو ونڊ جڙي ٿو. اهو عام پڙهندڙ جيڪو سنجيده ادب ڏانهن اڪ ڪٿي نه ڏسڻ نٿو چاهي سفرنامي جي وسيلي، ادبي چوس ڪٿي ادب ڏانهن به وڌي اچي ٿو. ان لحاظ کان سفرنامو چڻ ادب کي پڙهندڙ جو تعداد ڏاهي ڏني ٿو. اچڪلهه ته، مختلف سنڌي ادب جي نقادن اها ڳالهه فراخدليءَ سان مڃي به آهي ته پڇين ڪجهه سالن کان افسانوي مجموعن سان گڏوگڏ پڙهندڙن جو تعداد وڌائي ڏيڻ ۾ سنڌي سفرنامي جو به هڪ اهم ۽ پرپور رول آهي پر سوال آهي ته، ادبي صنفن ۾ سفرنامي جي ڪهڙي ”تعريف“ مقرر ڪجي. ان جو جواب به نهايت سولو آهي. يعني آرٽسٽڪ ڍنگ ۾ لکيل صحافت کي سفرنامو چئي سگهجي ٿو. صحافت ان ڪري جو سفرنامو ڪنهن به حالت ۾ ادب جي تخليقي صنف ناهي. پر فڪشن جي ٻين صنفن ناول، افساني سان سفرنامي جي ڀيٽ ڪجي ٿي ته، ان جو دامن ڪجهه وڌيڪ ڪشادو نظر اچي ٿو ۽ اهو هن حوالي سان به ته، هن صنف ۾ ليکڪ پنهنجا نجا ذاتي، شخصي، داخلي ۽ خارجي جذبا، تجربا ۽ مشاهدا بنا ڦيرڦار جي فراخدلي سان بيان ڪري پڙهندڙن جي ڄاڻ وڌائڻ سان گڏوگڏ کين وندرائي به سگهجي ٿو. انسان ازل کان خانه بدوش ۽ فطري طور تي نواڻ پسند ۽ نيون نيون دنيائون ڏسڻ گهمڻ ڦرڻ جو شوقين رهندو اچي ٿو. پر سنڌ جي عام ماڻهو سان وري هيءَ ڏچو آهي ۽ گهمڻ جي چاهنا جي باوجود، غربت جي گهٽائي ۽ ناڻي جي اڻاٺ ڪري اهڙين نٿو ڪري سگهن. اهڙين هاڃيڪار حالتن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڪو ليکڪ، ڪو سڄاڻ، ذهين ماڻهو ناڻو ڇيلهه سان ٻڌي، سير سفر ڪري، موٽي اچي سفر جون ساروڻيون لکي ڪتاب پڌرو ڪري ٿو ته ڄڻ هو پنهنجي انهن عام ماڻهن تي احسان ڪري ٿو جي ڪي سفر نٿا ڪري سگهن. تازو بازار ۾ آيل، هندستان جي سير سفر بابت سفرنامي ”ديس پرديس“ جي گوشن ۾ گهمڻ کان اڳي نڪ جي سڌ ۾ هلي چئو ته اها اوک ڊوک ڪريون ته، ان جو ليکڪ نامور سليم قريشي آهي ڪهڙي شئي!! مشهور افسانه نگار به ناهي. ڪڏهن ڪنهن اخبار ۾ هن ڪو ڪالم به ناهي لکيو. پڻ لفظن جو چترڪار يا حسن پرست شاعر به ناهي. ته آخر آهي ڇا. ڳالهه نهايت سنئين سڌي آهي. يعني جيڪڏهن اوهان ادب دوست آهيو ته ضرور سندس نالي کان واقف هوندو جي نه آهيو ته ٻڌو! سليم قريشي حيدرآباد جي اهم ادبي ڪتابن جي مرڪز ”ادبيات“ جو ”روح روان“ ۽ ”مشهور ڪتب فروش“ آهي. اهائي ادبيات جتان ڪتاب، ڊائريون، نوٽ بڪ، ڪاڳر ۽ قلم خريد ڪري سنڌ جا اديب ۽ شعر ڪهاڻيون ۽ مقالا، مضمون لکي لکي دنيا کي الوداع چئي چڪا آهن. ۽ ڪي چوٽ وارا اهن سليم قريشيءَ جي حوالي سان منهنجي ذهن جي ڪئين ٻاڻن ۾ جيڪي ڳالهيون ڪوريئڙن وانگر لڪل آهن، چاهيان ٿو هن سفرنامي ”ديس پرديس“ جي حوالي سان ٻاهر ڪڍندو هلان.

سليم قريشي طبيعت جي لحاظ کان بيحد قربائتو ماڻهو آهي. جيتري قرب سنجهان ماڻس سلبو ان کان پيٽو قرب ڏيندو. ٻاهران جيترو سلجهيل ڪلچرلب، بولسب، اندران اوترو ئي ڪچهو. هرڻ هماءَ وانگر وٽ نه ڏيندڙ. لفظي ڏي وٺ ۾ ڏاهڙ گهوڙي وانگر گهمائي گهمائي ماريندڙ شخص آهي هي سليم قريشي! بقول سائين نثار حسينيءَ جي: ”اصل ڪنهن کي به وٽ نه ڏيڻ وارو.“

سليم قريشي جي ڪاوڙ ۾ به هڪ پنهنجو اسٽائيل آهي. لفظي ويڙهه ۾ سندس جملا ڏينڀوءَ جي ڏنگ کان گهٽ ناهن هوندا. جرح اهڙي ڪڙي ڪساري لهجي ۾ ڪندو جو سامهون ويٺل ماڻهوءَ تي بنا رڙيون ڪرڻ جي چڙ هي ويندو. بحث

توڙي عام ڳالهه ٻولهه ۾ ماڻهو سندس سامهون پيا لاٽونڙي وانگر ڦرندا ۽ پاڻ پيو ٽلندو. يعني ڪانگ ڪي لڙ ۾ مزو.

ڏٺو وڃي ته سليم قريشي پيدائشي مسافر آهي، جو ته پاڻ صفر مهيني ۾ ڄائو آهي. وڏڙا چوندا آهن، صفر جي مهيني ۾ جيڪو ڄمندو آهي، سدائين سفر ۾ هوندو آهي. قلم ڪوڙ نٿو لکرائي ته مون به سليم قريشيءَ کي گهڻو تڻو سفرن ۽ چڪرن ۾ ڏٺو آهي. ڪڏهن حج ڏانهن ته ڪڏهن سڄ هيٺان رستن تي. ڪڏهن پنڌ ته ڪڏهن ويسپا تي. ڪڏهن ريل ۾ ته ڪڏهن جيل ۾. ڪڏهن هندستان مان ايندي ته ڪڏهن افغانستان ڏانهن ويندي. پڪ سان سليم قريشي جي وڏن منجهان ڪو "قريشي صاحب" "خانه بدوش" رهيو هوندو ۽ هن کي انهيءَ وڏڙي پيڙهي جي ئي ڇڪي آهي.

هي سفرنامو ديس پرديس سليم قريشي جو پهريون ۽ پيروڏيءَ جو ڪتاب آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ سليم جي هيءَ اسٽيٽمنٽ ته: "مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪجهه نه لکيو آهي." حيران ڪري ٿي ڇڏي. اهڙو پختو ۽ سگهڙپائي سان لکيل نثر ته، اسان جا گهڻا مشهور نثر نگار به نه ٿا لکي سگهندا. جنهن معصوميت، سادگي، سلوڻائي ۽ رواني سان سليم سنڌي ٻولي لکي ڏيکاري آهي سچ پچ ته تاڙيون وڄائي کيس داد ڏيڻ لاءِ دل چوي ٿي. ڊگهن ڊگهن بي ترتيب جملن جي پيٽ ۾ ننڍڙا ننڍڙا جملا ۽ هر جملي جو ذائقو به مختلف. ڪن ۾ مزاح ته ڪن ۾ طنز. ڪن جملن ۾ ڪرب ته ڪن ۾ وري اداسيءَ ڀريو اظهار. مطلب ته سڀني سان ملندي شهر ۽ منظر ڏسندي گهمندي جيئن محسوس ڪيو آهي، لفظن ۾ هوبهو آهي ٿي ذهني ڪيفيتون ۽ رد عمل رڪارڊ ڪيا آهن. نثر ۾ اها خوبي فقط اهو ماڻهو ئي پيدا ڪري سگهي ٿو جنهن کي پنهنجي ٻولي تي چڱي دسترس هوندي آهي.

هتي سان ائين ڪونه چوندس ته ديس پرديس لکي سليم قريشي سنڌي سفرنامي جو رخ پاڻ ڏانهن موڙي ڇڏيو آهي. پر سندس سفرنامي ۾ هي خوبي پڻ جي پيٽ به بنهه نٿين آهي ته هن گهمائڻ ڦيرائڻ سان گڏوگڏ سفر ۾ آيل خرچ کان به پنهنجي پڙهندڙ کي آگاهي ڏني آهي. انهي لحاظ کان هي سفرنامو نون ياترين جي لاءِ ڄڻ هڪ گائيڊ بڪ آهي.

ٽيڪنڪ جي لحاظ کان هي سفرنامو جيتوڻيڪ روزنامچي يا ڊائري جي انداز ۾ لکيو ويو آهي. پر بيان کي ويتر دلچسپ بنائڻ ۽ پڙهندڙ جو تجسس وڌائڻ لاءِ افساني جي ٽيڪنڪ کان به ڪم ورتو ويو آهي. يعني ٿورو اهم ۽ دلچسپ بيان ڪٿي اڌ ۾ ڇڏي هي جملو لکڻ ته:

جنهن جو احوال اڳتي هلي ڪندس!

ديس پرديس ۾ سليم جا مشاهدا گهرا، معصوم ۽ وڻندڙ آهن. بقول ڊاڪٽر الانا صاحب جي: "ليکڪ منڍ کان ئي اها ڳالهه ذهن ۾ رکي آهي ته هو پنهنجي لاءِ نٿو لکي" اهوئي ڪارڻ آهي جو، سليم قريشي جو انداز ڄاڻ ڏيندڙ ۽ پڙهندڙ کي اڳر کان وٺي گهمائيندڙ آهي. بلڪل ان ٻار وانگي جيڪو حيرت ڀري حيراني سان بازار مان گهمي گهر موٽي پاڻ جيترن پين ٻارن کي حسرت مان ٻڌائيندو آهي. مون اٺ ڏٺو، مون گڏهه تي هڪ پوڙهو ۽ ٻار به ڏٺو. مون هي ڏٺو. مون هو ڏٺو وغيره - ديس پرديس جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سليم قريشي هندستان ۾ هڪ مهينو کن رهي هڪ مڪمل ۽ پرسڪون زندگي گذاري آيو آهي ۽ سرڪندڙ سڪ سان هند سنڌ جا ڳوٺ شهر منظر ۽ ماڻهو ڏسندو مختلف اسٽيشنس تي بيٺي ماڻهن کي "هاءِ" ۽ "باءِ" چوندو سنڌ موٽيو آهي.

ڏٺو وڃي ته سليم صاحب هي سفرنامو شاعر ۽ ٻار جي حساس اک سان ڏسي پوءِ لکيو آهي. ڪٿي ڪٿي ته هن اهڙا معلوماتي مشاهدا به لکيا آهن جن ڏانهن ڪڏهن ڌيان ئي ناهي ويندو. مثال طور:

فوهاري جو پاڻي ستر فوٽ مٿي وڃي هيٺ ڪري ٿو.

مينا بازار ۾ ۴۲۵ دڪان آهن.

تاج محل جي چوڌاري مٿي ڪل ١٦ گيلريون آهن.

پاليڪا بازار جي ڏاڪڻ ۾ ٢٨٧ ڏاڪا آهن.

وغيره...

ان کان سواءِ هن سفرنامي ۾ سليم جو وک وک تي ٽائيم نوٽ ڪرڻ پڻ، سندس ذڪر ڪرڻ جهڙو مشاهدو آهي. مثال طور:

"بس ساڍي ڇهين وڳي آگري پهتي" يا "ساڍي ڇهين وڳي ننڊ مان جاڳيس" يا "نائين وڳي سمهي رهيس" يا "ڏهين وڳي ماني کاڌي سين" وغيره...

سليم جي سفرنامي جون هي اهڙيون خوبيون آهن جيڪي ٻڌائين ٿيون ته پاڻ نهايت حاضر دماغي ۽ سجاڳ اک سان هندستان گهميو آهي. مزي جي ڳالهه وري به هي آهي ته، پنهنجي انهيءَ من پسند مشغلي

# ڪتابن تي تبصرو

## آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر

ليکڪ: شمس الدين عرساڻي
صفحا: ۳۸۵
قيمت: سٺ رپيا

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي اشاعتي سلسلي جو هي ڇهاسيون ڪتاب شمس الدين عرساڻي صاحب جي سالن جي پورهئي جو ثمر آهي، جيڪو پي ايڇ ڊي جي ڊگريءَ طور لکيو ويو. سنڌي افسانوي ادب جي ورهاڱي کان پوءِ ٿيل ترقي کي ذري پرزي مڪمل طرح سان سهيڙي هڪ اهم دستاويز اڳيان آندو ويو آهي.

هن ڪتاب پڙهڻ سان، ان نتيجي تي تصديق ٿئي ٿي، ته سنڌي ادب معنيٰ ترقي پسند ادب. ساڻهن ۽ انهن جي مسئلن کان ڪٽيل ادب هاڻي ڪنهن ڪٽ ۾ ڪونه ٿو اچي ۽ لائق مصنف سمورا احوال سهيڙڻ وقت سماجي ورتاءَ کي پنهنجو ڪري، هر ادبي لاڙي کي اولهه جي اثر ۽ مڪاني، سياسي، ثقافتي ۽ معاشي حالتن جي لاڳاپي سان ڏٺو آهي. ان سائنسي مؤقف جي پڌرائي ڪندي هڪ هنڌ چوي ٿو.

”حقيقت ۾ فن سماج جي ڪک مان پيدا ٿئي ٿو. ۽ ان جو چشمو سدائين مادي ۽ ارضي زندگيءَ مان ڦٽي ٿو.“

سورهن بابن واري هن ڪتاب جا پهريان ٻه باب افسانوي ادب جي تاريخ ۽ اوسر تي لکيل آهن، جنهن ۾ لوڪ ادب کان جديد سنڌي افسانوي ادب جي شروعات، انگريزي دور ۾ ناول جي ترقي، مختصر ڪهاڻي جي فن ۾ ٿيل تجربن ۽ ارتقا تي روشني وجهڻ سان گڏ، سنڌي ۽ بنگالي ڪهاڻين جو تقابلي مطالعو ڏنو ويو آهي. ٽئين باب کان پوءِ جديد افسانوي سنڌي ادب جو سمورو احوال تفصيل سان ڏنو ويو آهي. هر هڪ ليکڪ جي، لکڻ ۾ اختيار ڪيل ورتاءَ، ۽ جن پرڏيهي يا ڏيهي لاڙن جو ان ليکڪ تي اثر آهي تنهن تي روشني وجهڻ سان گڏ نهايت صفائي سان راءِ به پيش ڪئي وئي آهي. ان حساب سان هي ڪتاب جتي حوالي جي ڪتاب جي حيثيت رکي ٿو، اتي تنقيد جي کيتر ۾ به سندس ڪارج آهي. ادب ۾ سماجي شعور ۽ معاشري جي هر اهم واقعي جي حوالي يا لاڳاپي سان ادبي تخليقن کي ڏٺو ويو آهي، جتي ون يونٽ واري هلچل جي اثر ۾ پيدا ٿيل ادب جا تفصيل آهن، اتي پوءِ واري زماني ۾ ڪجهه حلقن ۾ نراسائي ۽ پاڻمرادائي جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل ادب جي به ڇنڊڇاڻ ٿيل آهي.

پڇاڙيءَ ۾ گالهه ته مصنف سنڌي ادب جي وڏن نالن جي اهميت کي محسوس ڪندي، (جنهن کان ڪنهن صورت ۾ لنوائي نه سگهبو) انهن سان هر هڪ جي ڌار ڌار ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي. ان ڪري سٽين ٿيهي جي ادبن لاءِ هي هڪ سٺو ڪتاب آهي.

انهن سڀني ڳالهين هوندي جيڪا هر ڪو پڙهندڙ محسوس ڪندو، سا اها ته ڪتاب ۾ جيڪا ٻولي ڪم آندي وئي آهي ان تي هتان واري اردو جو اثر پاسي ٿو.

سنڌالاجي وارن اهڙو سٺو ڪتاب ڇپائي سٺو ڪم ڪيو آهي.

## فلسطين ۽ سامراج

ليکڪ: رئوف نظاماڻي
ڇپائيندڙ: جياپو پبليڪيشن ڪراچي
قيمت: اٺ رپيا.

عالمي معاملن تي قلم ڪڻندڙ ليکڪ رئوف نظاماڻي جي هن ڪتاب جو مهاڳ فهم لاشاري جو لکيل آهي، جنهن ۾ ڪتاب جي اهميت جي ڇنڊڇاڻ ڪندي ڪتاب کي ساراهيو ويو آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل حق جي سوچ جو پڌرو اهڃاڻ آهي. لبنان ۾ فلسطينين تي وهيل تازي وبل جي پس منظر ۾ سنڌي ۽ اڻ سڌي طرح کهڙين ڌرين جو هٿ آهي، ۽ صيهونيت جو عالمي سامراجيت سان ڪيترو گهرو سڱ آهي تنهن بابت سنڌي ۾ هڪ اهم ڪتاب آهي. پڻ اهم معلومات جيڪا ڪتاب ۾ ڏني وئي آهي سا خود فلسطيني مزاحمت تحريڪ جي اندروني ڇنڊڇاڻ آهي، جنهن موجب حقيقي انقلابي قوتن جي اوکاين ۽ فلسطينين جي منزل ماڻي وٺڻ واري راهه ۾ ڊيل اوسر تي روشني وڌي وئي آهي. هي سنڌي ۾ هڪ سٺي ڪتاب جو واڌارو آهي.

يعني ڏٺم ۽ پسي ڳڻپ واري ڪرت ڪنهن مجبوري سبب نٿو پوري ڪري سگهي ته، انهي جو به ذڪر ڪري ٿو.

سانواري سليم قريشي جو لکيل هي سفرنامو ديس پرديس هر لحاظ کان هڪ معياري ۽ ساڻيڻ جهڙو ڪتاب آهي ۽ جيستائين هندستان پاڪستان جون سرحدي راهون پانهون هڪٻئي لاءِ کليل آهن، ايندڙن ويندڙن لاءِ هي سفرنامو هڪ سٺو رهبر ۽ وندرائيندڙ گائيڊ ثابت ٿيندو رهندو. هن سفرنامي جو ٽائيٽل مشهور چترڪار فتاح جي فن جو ڪرشمو آهي.

زراعت :



# زرعي ترقياتي بئنڪ طرفان قرض جون سهوليتون

انسان جون ٽي بنيادي ضرورتون رهيون آهن يعني پيٽ اجهو ۽ لٽو. انهن ٽن بنيادي ضرورتن جي پوري ڪرڻ خاطر انسان دنيا جي وجود ۾ اچڻ کان هن وقت تائين ڪوشان رهيو آهي. ٿورڙي ئي ڌيان ڏيڻ سان معلوم ٿيندو ته انهن ضرورتن مان ٻهرين ٻن ضرورتن لاءِ يعني پيٽ ۽ لٽي لاءِ انسان سڌيءَ طرح زراعت جو محتاج آهي. پيٽ لاءِ کاڌه خوراڪ انسان سڌيءَ طرح زراعت مان حاصل ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ڪپڙو پڻ زرعي پيداوار يعني، ووڻن مان حاصل ڪري ٿو. انسان جي ٽين ضرورت يعني اجهو پڻ گهٽي ياگي سڌيءَ طرح زراعت تي دارومدار رکندڙ آهي. خوش قسمتيءَ سان اسان جو ملڪ بنياديءَ طور زرعي ملڪ آهي ۽ زرعي وسائل لاءِ قدرت جي طرفان مالا مال آهي. اهوئي سبب آهي جو اسانجي ملڪ جي تقريباً ٧٥ في صد آبادي زراعت سان وابسته آهي.

ڪپهه يا ووڻن جي پوک سنڌ ۾ صدين کان ٿيندي اچي ٿي ليڪن اڳئين زماني ۾ ڪاشتڪار ووڻڻ ۽ پيون، اناج واريون پوکون وغيره صرف پنهنجين روز مره جي ضرورتن پورين ڪرڻ لاءِ پوکيندو هو. ڇاڪاڻ ته اڳئين زماني ۾ ڪپڙي ناهڻ جا ڪارخانا وغيره ڪونه هوندا هئا ۽ هرهڪ پنهنجي ضرورت جو ڪپڙو اڏائن وغيره جي مدد سان تيار ڪندو هو. تنهن ڪري ووڻن جي پوک پڻ اڪثر ڪاشتڪار صرف پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ پوکيندا هئا. پوءِ جڏهن يورپ جي ملڪن ۾ ڪپڙو ڪارخانن وسيلي وڏي پيماني تي تيار ٿيڻ لڳو تڏهن انهن ڪارخانن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ووڻن جي پوک ۾ پڻ واڌارو ٿيڻ لڳو.

سنڌ ۾ ووڻن جي پوک ۾ اصل واڌارو واهن جي سرشتي قائم ٿيڻ کانپوءِ شروع ٿيو ۽ ڪپهه ڪاڻڻ جي ڪارخانن جو پڻ بنياد پيو.

اڳئين زماني ۾ جيئن ته بئنڪون، يا ڪي ٻيا ادارا وجود ۾ ڪونه آيا هئا، تنهن ڪري جهڙيءَ طرح ٻئي فصل وانگر ڪپهه پوکڻ لاءِ پڻ ڪاشتڪار کي پوک جي لوازمات پوري ڪرڻ لاءِ زياده تر پنهنجن زريعن تي ڀاڙڻو پوندو هو. پيسي جي ضرورتن پورين ڪرڻ لاءِ ساهوڪار يا سيٺ ڏانهن رجوع ٿيڻو پوندو هو. انهن سيني سببن ڪري هر فصل لاءِ ڪري پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ پوکيو ويندو هو. ان وقت هر فصل پوکڻ لاءِ پراڻيون مروج جنسون ڪم آنديون وينديون هيون ۽ ووڻن جي معاملي ۾ پڻ ديسي ڪپهه نالي قسم جي جنس پوکڻ جو رواج هوندو هو. پوءِ آهستي آهستي نيون جنسون پڻ اچڻ لڳيون، جن مان اين-ٽي نالي جنس سنڌ ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪامياب

وڌي ۽ ڀوڪجڻ لڳي، جا اڄ به گهٽي انداز ۾ ڀوڪي وڃي ٿي.

سنڌ ۾ ڪپهه جي پوک لاءِ خيرپور، نواب شاهه، حيدرآباد، ميرپورخاص، ٺٽو ۽ سکر ضلع جي ڪجهه حصي جي زمين سڀ کان زياده موزون رهي آهي. انهيءَ ڪري ڪپهه جي پوک هن وقت تائين انهن ضلعن اندر محدود رهي آهي.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ ڀريون ڀريون ادارو جنهنجو بنياد گورنمنٽ آف پاڪستان زراعت جي ضرورتن لاءِ گهربل ناڻو پورو ڪرڻ لاءِ رکيو سو ائگريڪلچر ڊويلپمينٽ فنانس ڪارپوريشن يعني اي. ڊي. ايف. سي. هو. هن اداري سنه ۱۹۵۲ع کان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ۱۹۵۶ع ۾ گورنمنٽ جڏهن ڏٺو ته صرف اي. ڊي. ايف. سي زرعي ضرورتن لاءِ گهربل ناڻو مهيا ڪرڻ لاءِ ڪافي نه آهي ته ٻئي اداري يعني ايگريڪلچر بئنڪ آف پاڪستان جو پڻ بنياد رکيو ويو. اڳتي هلي سنه ۱۹۶۱ع ۾ انهن ٻنهي ادارن کي ملائي زرعي ترقياتي بئنڪ آف پاڪستان جو بنياد رکيو ۽ ان وقت کان اڄ تائين هي ادارو زراعت جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيو آهي.

پاڪستان ۾ زراعت جي ضرورتن لاءِ گهربل ناڻو ٻن وسيلن سان حاصل ڪيو وڃي ٿو.

۱- گورنمنٽ ادارن وسيلي ۲- خانگي ذريعن وسيلي. گورنمنٽ ادارن ۾ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ ۱۹۷۱ع تائين زرعي ترقياتي بئنڪ، ڪو آپريٽو سوسائٽيون ۽ روينيو کاتو (تقاوي قرض) زرعي قرض مهيا ڪرڻ جا ادارا رهيا. ۱۹۷۲ع کان اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان ملڪي ڪامرشيل بئنڪن لاءِ پڻ ضروري قرار ڏنو ته اهي پڻ زرعي قرض مهيا ڪن. خانگي شعبي ۾ ڪميشن ايجنٽ شاهوڪار ۽ ڀرواڙين ۾ دوڪاندار، عزيز ۽ دوست احباب زرعي قرض مهيا ڪري رهيا آهن. گورنمنٽ ادارن ۾ سڀ کان وڏو زرعي قرض مهيا ڪرڻ جو ادارو زرعي ترقياتي بئنڪ ٿي رهيو آهي، جنهنجو اندازو هيٺ ڄاڻايل چارٽ مان بخوبي ڪري سگهجي ٿو.

| سال | زرعي بئنڪ جا ڏنل قرض | باقي ادارن جا ڏنل قرض | جملي قرض |
|---|---|---|---|
| ۱۹۷۰-۷۱ | ۹-۳ ڪروڙ | ۱۰-۲ ڪروڙ | ۱۹۰۵ ڪروڙ |
| ۱۹۷۱-۷۲ | ۸-۰ ” | ۸-۰ ” | ۱۶ ” |
| ۱۹۷۲-۷۳ | ۱۷-۰ ” | ۱۶-۰ ” | ۳۳ ” |
| ۱۹۷۳-۷۴ | ۴۱-۵ ” | ۵۱-۵ ” | ۹۳ ” |
| ۱۹۷۴-۷۵ | ۴۰-۰ ” | ۶۴۰۰ ” | ۱۰۴ ” |
| ۱۹۷۵-۷۶ | ۵۳-۰ ” | ۹۴-۰ ” | ۱۴۷ ” |
| ۱۹۷۶-۷۷ | ۶۴-۰ ” | ۱۱۲-۰ ” | ۱۵۶ ” |
| ۱۹۷۷-۷۸ | ۷۴-۰ ” | ۱۳۰-۰ ” | ۲۰۴ ” |
| ۱۹۷۸-۷۹ | ۴۲-۰ ” | ۱۸۰-۰ ” | ۲۲۲ ” |
| ۱۹۷۹-۸۰ | ۷۱-۰ ” | ۲۲۹-۰ ” | ۳۰۰-۰ ” |
| ۱۹۸۰-۸۱ | ۱۰۷-۰ ” | ۳۶۸-۰ ” | ۴۷۵ ” |

مٿي ڏيکاريل چارٽ مان نظر ايندو ته سرڪاري ادارن طرفان ڏنل قرض جو

انگ هر سال وڌي رهيو آهي. ٻئي طرف جيڪڏهن ايڪڙيج، جملي پيداوار ۽ في ايڪڙ پيداوار تي وجهبي ته اُن ۾ ٻئي هر سال واڌارو ٿيندو رهيو آهي. جنهنجو ثبوت هيٺ ڏنل چارٽ مان ملي سگهي ٿو جو فقط ونڻن جي فصل بابت ڏنل آهي.

| ١- سال | ايڪڙ | جملي پيداوار | في ايڪڙ سراسري پيداوار |
|---|---|---|---|
| ١٩٧٦-٧٧ | ٤٦،٦٢٠٠٠ | ٢٤،٤٦٠٠٠ (گنڙيون) | ٦ مڻ |
| ١٩٧٧-٧٨ | ٤٥،٥٢٠٠٠ | ٣٢،٣٣٠٠٠ " | ٨ " |
| ١٩٧٨-٧٩ | ٤٧،٢٧٠٠٠ | ٢٦،٦٢٠٠٠ " | ٧ " |
| ١٩٧٩-٨٠ | ٥٢،٠٢٠٠٠ | ٤٠،٩٦٠٠٠ " | ١٠ " |
| ١٩٨٠-٨١ | ٥٢،٦٧٠٠٠ | ٤٠،٩٦٠٠٠ " | ١٠ " |

## زرعي ترقياتي بئنڪ جا قرض واپسيءَ جي مدي جي لحاظ کان هيٺين ٽن قسمن ۾ ورهايل آهن:-

١- ننڍي مدي وارا قرض جي هر هڪ زرعي فصل لڳائڻ لاءِ هر قدم تي گهربل لوازمات پوري ڪرڻ لاءِ ڏنا وڃن ٿا. جنهن ۾ ٻج، ڀاڻ، جيت مار دوائون، جيت مار دوائن جا ڦوهارا، ڪپهه، ڪمند، تماڪ، پٽاٽا ڪيلا وغيره جي فصلن جي گڏ ڪرائڻ لاءِ مزدوري، ديسي زرعي اوزار خريد ڪرڻ، ڪچن واٽر ڪورسن جي کوٽائي ۽ صفائي، زرعي مشينري جهڙوڪ ٽريڪٽرن، ٽيوب ويلن لاءِ ڊيزل تيل ۽ بجليءَ جي بل جي ادائيگي ڪرائڻ لاءِ ڪڪڙن ۽ مال مويشي جي خوراڪ وغيره. هنن قرض جي واپسي جو وڌ ۾ وڌ مدو ١٨ مهنن تائين آهي.

## ٢- وچولي درجي وارا قرض:

جهڙوڪ ڏڳن ۽ ڏڳي ڳاڏين، مويشي ۽ مرغين پالڻ، ڪيلي ۽ پپيتي جا باغ لڳائڻ، زمين جي سڌاري، جهنگل ڪٽائي، زمين جي همواري، ويٽ ٿريشر خريد ڪرڻ، گهريلو زرعي صنعتن، ٽريڪٽر ۽ ٽيوب ويلن جي مرمت ڪرائڻ ۽ کوهن کوٽائڻ وغيره. اهڙن قرضن جي واپسيءَ جو مدو وڌ ۾ وڌ ٥ سال آهي.

## (٣) ڊگهي مدي وارا قرض:

جهڙوڪ ٽريڪٽرن ۽ ان جا اوزار خريد ڪرڻ، ٽيوب ويل ۽ لفٽ پمپ لڳائڻ، ڪيلي ۽ پپيتي کانسواءِ ٻيا ميون جا باغ لڳائڻ، گدام ٺهرائڻ، سرد خانا ٺهرائڻ، زراعت سان واسطو رکندڙ ڪارخانا، جانور چرڻ جا ڪارخانا لڳائڻ ۽ مڇين جي پالنا، ڪڪڙن جي پالنا جا گهر وغيره. هنن قرضن جي واپسي جو مدو ٥ سالن کان وڌيڪ آهي.

## زرعي ترقياتي بئنڪ قرض ٽن قسمن جي ضمانت تي ڏئي ٿي:

١- جائداد، جهڙوڪ زرعي زمين، مڪان وغيره جي گروي
٢- شخصي ضمانت، ڪوبه ڪاتيدار يا ٥٠٠ روپيه ماهانه يا اُن کان وڌيڪ پگهار رکندڙ سرڪاري ملازم ضمانت ڏئي سگهي ٿو.
٣- ڪپهه ۽ ڪمند جي فصلن جي ڪفالت ڪپهه ۽ کنڊ جي ڪارخانن جي ضمانت تي:

زرعي بئنڪ کان ورتل قرض ٻين بئنڪن جي قرض کان وڌيڪ سستو پوي ٿو، ڇاڪاڻ ته زرعي بئنڪ جي قرض تي وياج ٻين بئنڪن جي وياج کان گهٽ آهي.

زرعي بئنڪ هر قسم جو قرض ١١ سيڪڙي جي حساب سان ڏئي ٿي، ننڍن ڪاٽيدارن لاءِ وڌيڪ سهولت پيدا ڪرڻ لاءِ ٥٠٠٠ هزارن تائين ورتل ننڍي مدي وارا قرض جيڪڏهن ڪاشتڪار فصل ڪٽڻ سان فوراً ادا ڪري ٿو ته ان حالت ۾ زرعي بئنڪ وياج ١٠ سيڪڙي جي حساب سان وٺي ٿي. قرض تي وياج ١٢ مهينن ۾ هڪ دفعو لڳائي ٿي. ٻيون بئنڪون وياج هر ٣ مهينن کانپوءِ لڳائن ٿيون. اها ڳالهه پڻ ياد رکڻ گهرجي ته زرعي بئنڪ يا ڪنهن ٻئي گورنمنٽ اداري کان ورتل قرض ڪاشتڪارن واسطي ان حالت ۾ ڪمائتو ٿي سگهي ٿو ته هو انجو صحيح ۽ وقتائتو استعمال ڪري. اسانجا ڪاشتڪار ڀائر عام طرح سان ان ڳالهه تي خاص ڌيان نٿا ڏين. هو زرعي قرض بجاءِ زراعت جي واڌاري جي ٻين غير پيداواري ڪمن ۾ خرچ ڪن ٿا جنهنجو نتيجو اهو نڪري ٿو ته هڪ طرف زرعي جنسن جي پيداوار ۾ واڌ نٿي ٿئي ۽ ٻئي طرف ڪاشتڪار لاءِ اهڙن قرضن جي واپسي پڻ مشڪل ٿيو پوي. اڳتي هلي اهڙو قرض وقت تي ادا نه ڪرڻ سبب ان تي ڪافي وياج چڙهيو وڃي ۽ ڪاشتڪار لاءِ نه صرف مالي مشڪلاتون پيدا ڪري ٿو بلڪ پئسن جي هڪ هنڌ رڪجي وڃڻ سبب ٻيا ضرورتمند ڪاشتڪار پڻ جائز قرضن جي سهوليت کان محروم رهجي وڃن ٿا. انهن ڳالهين کي مدنظر رکندي زرعي ترقياتي بئنڪ پنهنجي عملي جي زير نگراني قرض ڏيڻ جي اسڪيم شروع ڪئي آهي. ان اسڪيم جو مکيه مقصد اهو آهي ته بئنڪ ڪاشتڪارن خاص طور ننڍن ڪاٽيدارن کي صحيح ۽ گهٽ ۾ گهٽ وقت اندر جيترو ٿي سگهي اوترو جلد ۽ سندن گهر جي دروازي تي قرض مهيا ڪري ڏئي. نه فقط ايترو بلڪ انهيءَ اسڪيم تحت بئنڪ جي عملي جو اهو به فرض آهي ته هو ڪاشتڪارن کي وقتاً فوقتاً جديد زرعي طريقن بابت فني مشورا ڏيندو رهي ۽ سندن ٻين روزمره جي مشڪلاتن ۾ پڻ معاون ۽ مددگار رهي، هن اسڪيم جو ٻه طرفو فائدو ٿيندو. هڪ طرف بئنڪ جو عملو ڪاشتڪارن کي وقتائتيون قرض جون سهوليتون ۽ جديد فني ڄاڻ مهيا ڪندو رهندو ٻئي طرف ڪين ڪاشتڪارن سان سڌيءَ طرح واسطي ۾ اچڻ ڪري ان ڳالهه جو موقعو پڻ ملندو ته هو ڏسي سگهي ته ڪاشتڪار زرعي قرضن جو صحيح استعمال به ڪري ٿو.

آئون پڻ پنهنجن ڪاشتڪار ڀائرن کي صلاح ڏيندس ته اهي پڻ ان ڊوڙ ۾ دنيا جي ٻين سڌريل ملڪن سان شامل ٿي ڪپهه ۽ ٻين جنسن جي پوک ۾ واڌارو آڻي نه صرف پنهنجي آمدنيءَ ۾ واڌارو آڻين بلڪ قوم ۽ ملڪ جي خوشحاليءَ ۾ پڻ هٿ ونڊائين. هن ڏس ۾ ڪاشتڪارن کي ڪافي ناڻي جي ضرورت ٿيندي جنهن لاءِ زرعي ترقياتي بئنڪ ڪاشتڪارن سان هر طرح جو تعاون ڪري رهي آهي ۽ انشاءَ الله آئينده پڻ ڪندي رهندي.

رسالي آبادگار جي ٿورن سان



سائنس :

# زندگيءَ موت جو ويڇو

ڊاڪٽر مسز صالحه اختر سهاڳ

گذريل ڊسمبر جو واقعو آهي، جڏهن نيويارڪ ۾ ويهه سال عمر وارو ٿامس پنهنجي هڪ ڏيءَ ڊي مارڪو سان گڏ رستي تي ٽيليفون جي تارن وغيره جي مرمت جو ڪم ڪري رهيو هو، ته اوچتو ڊي مارڪو ڏٺو ته هڪ ٻيو سوچارو نوجوان ظاهر ٿيو ۽ اينديءَ شرط ٿامس جي سيني ۽ پيٽ تي چاقوءَ جا ڏهه وار ڪيائين ۽ پوءِ ڊي مارڪو ٿامس جي واتان، "الله منهنجو پيٽ"؛ "امان، امان" ٻڌو ۽ پوءِ هڪدم ٿامس کي ڍڪو ڪندي ڪرندو ۽ حملو ڪندڙ کي ڀڄندي ڏٺو. ڊي مارڪو جهٽ پٽ پنهنجي ڪريل ساٿيءَ ٿامس ڏانهن ڀڳو ۽ پنهنجي جيڪيٽ ٿامس جي پيٽ ۽ سيني مٿان وجهي رت بند ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. ڊي مارڪو ڊوڙ پائي پر واري هوٽل مان اسپتال فون ڪئي ۽ فون ڪمپنيءَ جي گاڏي جيڪا سامهون بيٺل هئي تنهن ۾ ٦ فوٽ قد ۽ ٨٢ ڪلوگرام ڳري ٿامس کي وجهي اسپتال ڏانهن روانو ٿيو. ان وچ ۾ اٽڪل ٣ منٽ ڪن گذري ويا هئا. ٿامس ساهه ڪونه پئي کنيو، سندس اکين جا تارا هڪ هنڌ بيٺل هئا ۽ هٿ ٿڌا ٿي ويا هئس. سندس آنڊا پيٽ کان ٨ انچ ٻاهر نڪري آيا هئا. پر منٽن کان پوءِ ٿامس ڪونگهري ۽ غرڙاٽ سان اڌ ساهه کنيو جنهن مان سندس ساٿين کي ٿامس جي جيئري هئڻ جي اميد نظر آئي. اسپتال تائين پهچندي هن کي پنج منٽ لڳي ويا پر جاڪاڻ ته اسپتال ۾ اڳواٽ فون ٿي چڪو هو ۽ گاڏي خطري واري هارن سان اسپتال جي حد ۾ داخل ٿي تنهنڪري اسپتال جي هر وقت تيار هنگامي مرڪز جو عملو خبردار ٿي ويو هو ۽ ٿامس کي ايمرجنسي ڪمري ۾ بنا ڪنهن وقت وڃائڻ جي پهچايو ويو.

پڙهندڙن کي ٻڌائڻ ضروري آهي ته لفظ موت / مئل کي ڪيترن ئي لفظن ۾ سمجهائي سگهجي ٿو. ڪجهه سال اڳ تائين (۽ هاڻي به سنڌ جي ٻهراڙيءَ وارن علائقن ۾ جتي نئين زماني جا طبي اوزار موجود نه آهن) لفظ موت / مئل آهي، ساهه جو نه کڻڻ، نبض جو بيهي وڃڻ ۽ اک جي پتليءَ جي چرپر ٿيڻ". موت جي انهي تشريح مطابق ٿامس مري چڪو هو، پر موجوده طبي سائنس مطابق، "هڪ مريض جي حالت موت جهڙي آهي يعني حالت بهتر مان خراب ٿي ۽ پوءِ موٽي بهتر ٿي سگهي ٿي" ساڳئي وقت جديد ڊاڪٽر صاحبن جو چوڻ آهي ته، "جسم جي اهم عضون جي خراب ۽ بيڪار ٿيڻ ۾ ڪجهه وقت لڳندو آهي، تنهنڪري اهم عضون کي ختم ٿيڻ کان اڳ صحيح ڪري سگهجي ٿو." چيو وڃي ٿو ته جيڪڏهن مغز کي ڪو نقصان پهچي ته اهو آڪسيجن پهچڻ بنا، اٽڪل ڇهه منٽ ڪم ڪري سگهندو، پوءِ بيڪار ٿي ويندو. تنهن ڪري جيڪڏهن مغز کي ڪو نقصان پهچي ۽ خرابي ٿئي، ۽ جيڪڏهن ڇهن منٽن اندر مريض کي ڪا طبي مدد ملي وڃي ته اهو ٺيڪ ٿي سگهي ٿو. ڪن لاءِ اهو عرصو ڏهن کان چاليهه منٽ آهي، جڏهن ته جگر لاءِ اهو عرصو ٿورو وڌيڪ آهي. تنهن ڪري ڏٺو ويو آهي ته "طبي طرح سان دل جي حرڪت بند ٿيڻ ڪري موت اسرده" مريض کي جڏهن وقت تي مدد ملي ويندي آهي (مالش يا بجليءَ جو شاڪ) ته اهڙا مريض بچي ويندا آهن.

پر ٿامس جو قصو ته ڏاڍو اوکو هو. سندس جسم جو اڌ کن رت ضايع ٿي چڪو هو، سندس ڦاٽل پيٽ ۽ آنڊن مان گندگي ٻاهر پئي نڪتي، سندس دل ۽ جگر ۾ چاقو لڳل هو، پتو ڦاٽل هو ۽ گردي ڦڦڙ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو.

پڙهندڙن لاءِ اهو به واضح ٿو ڪجي ته حادثن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪي اهڙا به نقصان ٿيندا آهن جن ۾ مريض جيئرو ته هوندو آهي پر کيس دائمي نقصان پهچندو آهي مثلا بيهوش رهڻ، فالج وغيره.

اچو ته وري ٿامس ڏانهن موٽون ٿامس جي ايمرجنسي ڪمري ۾ پهچڻ سان عملو جهٽ پٽ چرپر ۾ اچي ويو، سڀ کان پهريائين زبان ٺيل رت جي کوٽ پوري

ڪرڻ لاءِ O- نگيٽو گروپ وارو رت ڏنو ويو [ او- نگيٽو گروپ وارو رت اڪثر سڀني انسانن لاءِ موزون هوندو آهي ۽ هنگامي حالت ۾ جتي مريض جي رت جي چڪاس ڪرڻ لاءِ وقت نه هوندو آهي، تڏهن مريض کي ڏنو آهي ]، هن جي بيڪار ڦڦڙ کي هلائڻ لاءِ سندس نڙگهٽ ذريعي ٽيوب وڌو ويو ۽ مشين ذريعي ساهه کڻڻ واري عمل کي ٻيهر شروع ڪيو ويو. اٽڪل چئن ڪلاڪن ۾ ٿامس کي رت جا ۲۱ يونٽ ڏنا ويا جيڪو عام حالتن ۾ موجود رت کان ٻيڻو آهي.

ٿامس جي دل جي رفتار مان ڊاڪٽرن اندازو لڳايو ته سندس رت جو دٻاءُ ۲۰-۳۰ هو جڏهن ته عام طرح سان دٻاءُ ۱۲۰ هوندو آهي پر جهٽ ڪانپوءِ اهو به ختم ٿي ويو.

ٿامس تي خوني حملي ۽ ڊاڪٽرن جي هنگامي ساهه کڻڻ جي وٺي ۾ ڏهه منٽ کن گذري ويا هئا، رت ۾ موجود گلوڪوز کي جڏهن تازي آڪسيجن ملندي آهي ته اهو ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ ۽ توانائي ۾ تبديل ٿيندو آهي، پر جسم کي جڏهن آڪسيجن نه ملندي آهي ته اهو هڪ زهريلي تيزابي مادي، لئڪٽڪ ايسڊ ۾ تبديل ٿيندو آهي. انساني رت جو پي. ايڇ عام طرح سان هاڪوڪار ۷.۴ هوندو آهي ۽ ۶.۸ يا ۶.۹ خطرناڪ سمجهيو ويندو آهي، پر ٿامس جي رت جو پي. ايڇ ۶.۴ هوندي به ٿامس جيئرو هو. جڏهن ڊاڪٽرن ڏٺو ته ٿامس جي دل جي چرپر بند ٿي وئي آهي يا پٽڪ ۾ نٿي اچي ته هنن تڪڙ ۾ آپريشن ڪري شاهه رڳ کي چمٽي هڻين ته جيئن رت جو وهڪرو ٿامس جي مغز ۽ جسم جي مٿين حصي ڏانهن

وڌي، چاڪڻ ته ڊاڪٽرن جي اها ڪوشش هئي ته ٿامس جو مغز اهم عضوو آهي جنهن کي تازي هوادار رت جي سڀ کان ٻهريائين ضرورت آهي ۽ ڊاڪٽرن، ٿامس جي دل ۾ چاقوءَ جي وار سان ٿيل ٽنگ کي سبيو ۽ هٿن سان دل جي حرڪت جاري ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح مغز کي تازي رت آڪسيجن جي رسد جاري ڪئي.

بجلي جي مشينن ذريعي دل جي حرڪت جاري ڪئي وئي رت ۾ ڪيميائي مرڪب وڌا ويا ته جيئن تيزابي ۽ زهريلا جزا ختم ٿين ۽ رت جو پي- ايڇ نارمل ٿئي. ۽ اهڙي طرح سان ٿامس جي رت سٺين دٻاءُ کي ۸۰-۹۰ تائين پهچايو ويو ۽ پوءِ ڦڦڙن به آهستي آهستي پنهنجو پاڻ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو ۽ اهڙي طرح سان ڊاڪٽرن موت سان ٻهرئين ويڙهاند ۾ سنهن ڏنو.

هاڻي ڊاڪٽرن جو ڪم هو ته ڪيئن ٿامس جي جسم مان وهندڙ رت کي بند ڪيو وڃي ۽ شاهه رڳ جي بند ڪرڻ ڪري جگر، بڪين ۽ ٻين عضون کي جيڪا آڪسيجن جي رسد بند هئي تنهن کي وري ڪيئن جاري رکجي، انهيءَ کان اڳ جو اهي عضوا بيڪار ٿين.

ڊاڪٽرن شاهه رڳ جي چمٽيءَ کي آهستي کوليو ته جيئن جسم جي هيٺين حصي ۽ عضون کي به تازي هوا ملي، پر ائين ڪرڻ سان رت جي دٻاءُ ۾ گهٽتائي ٿي تنهنڪري ڊاڪٽرن ٿامس جي دل جي مٿين ساڄي حصي ۾ سنئون سڌو ٽيوب وجهي مشينن ذريعي خون جي رسد ۽ دٻاءَ کي قائم رکيو.

انکان پوءِ ڪئپل شريانين، رڳن ۽ ٻين حصن تي جراحي جو عمل ڪري وهندڙ خون بند ڪيو ويو.

ٿامس تي خوني حملي کي اٽڪل ۱۲ ڪلاڪ کن ٿي ويا هئا پر ٿامس اڃا تائين بيهوش هو. هڪ ڊاڪٽر جو چوڻ آهي ته ۱۲ ڪلاڪن کان پوءِ ٿامس جي اکين جون ٽلڪون هڪ مڙدي جيان ٿي لڳيون ۽ تنهن هوندي به هو ٿامس جي زندگي کان مايوس نه هو. ٽن ڪلاڪن کان پوءِ نرس رپورٽ ڪئي ته ٿامس جي اکين جي ٽلڪن جي سڱي حالت آهي اهو ٻڌي هڪ سينئر ڊاڪٽر اڳتي وڌيو، ٿامس کي سڏ ڪيائين، مريض کان ڪو به جواب نه مليو. ڊاڪٽر، ٿامس کي چنهنبڙي پري، مريض جهٽ رکي اکيون کوليون ۽ چنگهي دانهن ڪيائين، پوءِ ڊاڪٽرن سک جو ساهه کنيو ته سندن ڪوششون ڪارائتيون ٿيون.

ٿامس گهڻا ڏينهن اسپتال ۾ علاج هيٺ هو، سندس وزن ۱۲ ڪلو گرام گهٽجي ويو پر ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته مڪمل طرح سان چڱو ڀلو ٿي ويندو، رڳو وقت جي دير آهي.

هوڏانهن ڏوهه جي جاءِ ڪندڙ پوليس اڃا تائين ڪنهن ملزم کي گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿي آهي، پوليس جو چوڻ آهي ته ٿامس تي اهو حملو شايد انهي ڪري ٿيو هو جو حملي کان ڪجهه ڏينهن اڳ ٿامس جي هڪ ساٿيءَ سان ڪن اڻ ڄاڻ ماڻهن جي ڇڪري ٿي هئي ۽ ٿامس وچ ۾ پئي جهيڙو ٽاريو هو.

چا به هجي، هن مضمون کي انهيءَ خيال سان لکيو ويو آهي جيئن پڙهندڙن کي معلوم ٿئي ته انسان حادثن يا خوني حملن ۾ تڏي ئي نه مرندو آهي، پر وقت تي طبي مدد ملڻ سان هڪ انسان جي زندگي بچائي سگهجي ٿي.

( حوالو ريڊرس ڊائجسٽ آگسٽ ۱۹۸۲، صفحو ۵۹ ).

ٻارڙا :






ٻارؤ! وڏڙا ڳالهه ٿا ڪن ته ڪنهن ملڪ ۾ ڪن صدين کان وٺي انب جو وڻ انهن جي ڪپ تي بيٺو هوندو هو. هي وڏين شاخن ۽ ڏارن وارو وڻ هو ۽ انب به جهجها ڏيندو هو، جيڪي تمام مٺا لذت وارا هوندا هئا.

هن انب جي وڻ ۾ طوطا رهندا هئا ۽ اهوئي هنن جو ابن ڏاڏن کان وٺي پنهنجو وطن هيو. انب جي وڻ جو جيڪو به ساليانو ڦل ٿيندو هو سو طوطا سمورو پاڻ ۾ ورهائي کڻندا هئا ۽ اُن تي پنهنجي هن ننڍڙي ۽ پرسڪون وطن ۾ خوش گذاريندا هئا. هڪ ڏينهن ڇا ٿيو جو وڏي طوفان ۽ وڄن جي گجگوڙ سان تمام گهڻو مينهن لهي پيو. طوطا ته پنهنجن گهرن ۾ ٺپي ويٺا هئا ۽ ٻاهر مينهن وسڻ جي ڪري ڪونه نڪتا هئا ته اوچتو ئي اوچتو تيز مينهن وسندي ڇپرن جو هڪ ڌاموڪو لشڪر هن انب جي وڻ وٽان لنگهيو ۽ ويندي ئي ڇپرن پڻ ۾ فيصلو ڪري ورتو ۽ هن انب جي وڻ تي جدا جدا شاخن تي پکڙجي ويهي رهيا. طوطن جو ڏٺو ته سار، اسان جي هن ديس تي ڇپرن به پنهنجا پير کوڙيا آهن سو هنن ڇپرن کي چيو ته اوهان کي هن وڻ جي شاخن تي ويهڻ لاءِ ڪنهن اجازت ڏني آهي؟ ۽ چڱو ڀلو ته هتان اڏري ڪنهن ٻئي پاسي هليا وڃو؟ پر ڇپرن جواب ڏنو ته مينهن تمام زوردار وسي رهيو آهي، تنهن ڪري اسان هت پناهه ورتي آهي ۽ چند گهڙين لاءِ اسان کي پناهه ڏني وڃي. اسان پاڻهي مينهن ختم ٿيڻ تي اڏري هليا وينداسين. طوطن مان ڪن هنن کي اجازت ڏني، ٻيا ڪي ناراض هوندي به خاموش ٿي ويهي رهيا.

طوطن کان هڪ وڏي غفلت ٿي وئي جو هو مينهن ختم ٿيڻ بعد پنهنجي ڪم ڪار ۾ مصروف ٿي ويا ۽ ڇپرن کي پنهنجي ديس وڃڻ جو حڪم ڏنائون. هوڏانهن ڇپرا موقعو ڏسي انب جي وڻ جي شاخن ۾ پنهنجا گهر ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ اتي ئي رهڻ لڳا. وقت پنهنجي رفتار سان هلندو رهيو. جڏهن انب جي وڻ ۾ ڦل جهلڻ جي مند آئي ۽ ميوا جهليائين ته ان مان ڇپرن گهڻو حصو پنهنجو ڪري ورتو ۽ ٿورو ۽ گهٽ ميوي وارو حصو طوطن کي ڇڏيائون ته توهان جو آهي. هاڻي طوطن کي سخت افسوس ٿيو ۽ پنهنجي غفلت تي ڏک ڪرڻ لڳا جو ڇپرا قبضو ڇڏڻ بجاءِ اڳاندو وڻ جي ٻين شاخن تي به قبضو ڪندا ٿي ويا. ڇپرا ڪجهه چالاڪ ۽ سمجهو هئا. هو پنهنجي ايڪي ۽ ٻڌي جي طاقت سان طوطن کي ڌتارڪ ڪرڻ ۽ ڪيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. اگر ته طوطن ۾ ٻڌي، اتحاد نه هيو ۽ مستقبل لاءِ ڪجهه به نه سوچي سگهيا هئا، ليڪن هيڏو اکين ڏٺو ظلم ڏسي هنن لازمي سوچيو ۽ ڇپرن کان قبضو ٽوڙائڻ لاءِ ڪوشش ۽ جدوجهد ڪرڻي پئي. طوطن مان هڪڙي پوڙهي طوطي کي ترڪيب ياد اچي وئي ۽ پنهنجي سڀني طوطن کي سڏائي هڪ مقرر وقت تي اجلاس ڪوٺايائين.

جڏهن اهو وقت ٿيو ۽ سڀ

طوطا ڪڏ ڏيا ته اهي وڻڻ طوطن سان ساڳيو ورتاءُ ٿيندو. طوطي اٿي بيهي تقرير شروع ڪئي. ”پيارو ! هتي اسان جي ڪڏ ڏيڻ جو اهو مقصد آهي ته جن ڇپرن کي اسان پناهه ڏني هئي ۽ جن مٿان اسان احسان ڪيو هو، اهي اڄ اسان جا دشمن ٿي پيا آهن ۽ انب جي وڻ تي زوري پنهنجا گهر ڏهي، سالن کان قبضو ڪري اسان کان حق کسي چڪا آهن. وڻ جي سار سنڀال اسان ڪيون پوءِ ڦل وري هو کڻيون وڃن. سنڀال لاءِ محنت اسان ڪريون، پوءِ به بکيا اسان آهيون. ڇپرا سارو وقت ڇتو ۾ ستا پيا آهن، نه ڪم ڪن نه ڪار، پوءِ به اسان جا حق ڦُرڪايو ٿا وڃن اسان کي هاڻي هاڻ ۾ وڃڻا وساري ڪڏ ڏڻ گهرجي ۽ پڌيءَ ۾ رهي، پاڻ آزاد ڪرائڻ گهرجي. مون کي اميد آهي ته منهنجا پيارا ان ڏس ۾ ضرور پنهنجي حق لاءِ لڙندا ۽ پنهنجون جانيون قربان ڪندا. اسان جو ڇپرن کان تعداد گهڻو آهي پوءِ به ڏک ۽ بک اسان لئه. اهو انهي ڪري آهي ته اسان ۾ پڌي ناهي. اسان پنهنجي ذاتي جنگين کي ڇڏي، هڪ ٿي پنهنجي حق لاءِ جنگ ڪنداسين ۽ اسان جي ڪجهه پيارن جانيون ڏيون ۽ پوءِ اسان کي جي پنهنجو حق ملي ته اها بهترين ڪاميابي آهي. آءٌ اوهان کي اهو ڇئي اجازت وڏن ٿو.“ اڪثر طوطا هن ڪڏجالي کان پوءِ به ڪڏبا رهيا ۽ وڏيون وڏيون ڪانفرنسون ۽ اجلاس ڪرڏايائون. هنن پاڻ ۾ پڌيءَ جو جذبو پيدا ڪيو ۽ پنهنجي آزادي لاءِ ڪوشش ڪندا رهيا ۽ علائقي جي پين پاڻن ڏانهن به اچڻ وڃڻ لڳا ۽ پين طوطن سان به مليا ۽ تمام گهڻي ڏينهن رات محنت ڪيائون. هنن ننڍون ڦٽاني اوجاڳا ڪاٽي جهنگ جهر جي طوطن سان پڌي ۽ اتحاد قائم ڪري ورتو.

هڪ ڏينهن اهو به ٿيو جو سڄي علائقي جا طوطا اچي انب جي وڻ هيٺان ڪڏ ڏيا. اها مند به ميوا پچڻ جي هئي، سو هنن به انب جي وڻ سان ميوو پچڻ شروع ڪيا. هوڏانهن ڇپرن کي به خبر پئجي ويئي ته طوطا وڙهڻ لاءِ ٿهي سنپري آيا آهن، سو هو به هنن جي مقابلي لاءِ تيار ٿي ويا. ڪيٿ گهڄ وقت تائين هنن پنهي ڌرين جي وچ ۾ لڙائي هلندي رهي. ان وچ ۾ ڪيترائي ڇپرا پڄي ويا ته ڪي مري ويا ۽ ڪي زخمي ٿي پيا. هوڏانهن طوطا به ڪيترا ئي ڦٽيا ۽ شهيد ٿيا، پر جيئن چوندا آهن ته حق حق ٿئي ۽ سچ سچ ٿيندو آهي، سو جنگ طوطن کٽي ورتي ۽ ڇپرا هار کائي پڄي اٿيا. ان ڪري چوندا آهن ته ”پڌيءَ ۾ سڀ ڪجهه آهي“.



عمران، عرفان ۽ رضوان، ڪراچي



تاثر

# ننڍپڻ جون يادون

قيوم منگي

ان وقت مان، اڍائي سالن جو هوس ـ ننڍڙو، دنيا جي ڏکين پيچرن کان اڻ واقف. امان چيو ته، "سائين اڄ ڪونه پهتو آهي، وڃي آفيس ۾ ڏسي اچينس."

ادا جي آفيس، اسان جي گهر کان ڪجهه پنڌ تي هئي. ان وقت جي فيملي پلاننگ آفيس، (جنهن کي هاڻي پاپوليشن پلاننگ آفيس جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو).

جڏهن ادا جي آفيس جي گيٽ وٽ پهتس ته منجهي پيهي رهيس. اندر وڃڻ لاءِ رستن جي خبر نه هئي ته ادا ڪهڙي ڪمري ۾ هوندو آهي. گيٽ وٽ هڪ پٽيوالو بيٺل هو، تنهن شايد مونکي سڃاڻي ورتو ۽ اندر هلڻ لاءِ چيو.

"گل سان ملندين نه؟"

"ها." مون کيس چيو. گل محمد منهنجي پاءُ جو نالو آهي.

آفيس جو وقت ختم ٿي ويو هو. ڪو ماڻهو نظر نه آيو هو. پٽيوالو مونکي هڪ ڪمري ۾ وٺي ويو، ڪمري ۾ ادا ڪنهن ڪم ۾ رڌل نظر آيو. ۽ سامس گڏ انجو آفيسر به ويٺل هو. ادا جي آفيسر اڳيان هڪ ننڍڙي ميز رکيل هئي. ادا ميز تي ايش ٽري رکيل هو. ۽ ايش ٽري ۾ اڌ سڙيل سگريٽن جا ٽوٽا ستيا پيا هئا.

ادا جي آفيسر کي هٿ ۾ سگريٽ هو. مون کي ڏسي ٿورو مشڪيو ۽ ڏاڍي سنجيدگيءَ سان چيو:

"هيڏانهن اچ ـ"

مان هيسجي ويس، ادا جو آفيسر جو هو. جڏهن پرسان ويو مانس، تڏهن رعب سان پڇيائين.

"هتي ڇو آيو آهين."

"ادا کي وٺڻ آيو آهيان."

روئڻ هارڪو ٿيندي کيس چيم.

ادا، پنهنجي آفيسر جي تصوير ٺاهڻ ۾ لڳو پيو هو. (ادا آرٽسٽ آهي).

"مان ٿوريءَ دير کان پوءِ اچان ٿو، تون گهر هل" ادا پنهنجي مصروفيت مان ٿورو وقت ڪڍي مونکي چيو.

"ها"ـ (ادا جي آفيسر ساڳئي رعب واري لهجي ۾ چيو) تنهنجي پاءُ کي مون سزا طور بند ڪري رکيو آهي. هاڻي مان هن کي انهيءَ ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيندس".

"سائين، (مان ذري گهٽ روئي ويٺس) اداکي ڇڏيو، ته گهر هلي. ماني به نه کاڌي اٿئين. !"

"ڪونه ڇڏيندوسانس، تو گهڻي ڪنڊين ته توکي به بند ڪندوسان ۽"

هاڻي مون باقاعدي روئڻ شروع ڪيو - پر سڪون ڪمري ۾ منهنجي روئڻ جي آواز پڙاڏي جي شڪل اختيار ڪري ورتي.

"روءُ نه، بابا روءُ نه".

ادا جو آفيسر کلي ويٺو، ڳل تي هلڪي چماٽ هڻي چيائين:

"بزدل، ڪو صفا ٻچڙو آهين"، مون کو تنهنجي پاءُ کي پڪڙي ٿورو ئي رکيو آهي، ڏسين ڪونه ٿو، تصوير پيو ٺاهي."

منهنجو روئڻ بند ٿي ويو.

"تصوير ٺاهڻ کان پوءِ گهر ايندو". ادا جي آفيسر مون کي پيار ڪندي چيو.

ادا به، پنهنجي آفيسر سان گڏ ڪاندي مون کي گهر هليو وڃڻ لاءِ چيو.

"نه نه، پيو". ۽ ادا جي آفيسر انهيءَ پٽيوالي کي، مونکي گهر ڇڏي اچڻ لاءِ چيو. پٽيوالي سان گڏ ڪمري کان ٻاهر ويندي، مون هڪ نظر ادا جي آفيسر تي وڌي. هو شفقت وچان مشڪي رهيو هو. ۽ پوءِ ادا کي ڏٺم. ادا پنهنجي ڪم ۾ مشغول هو. ۽ پنهنجي آفيسر جي تصوير ٺاهي رهيو هو. ادا جي آفيسر جو تازو ايڪسيڊنٽ ٿيو هو. ٽنهي تي پٽي ٻڌل هئس. ۽ هڪ ٻانهن ڀڳل هئس. ان تي پلستر لڳل هوس. تصوير اڃا مڪمل نه هئي. اها تصوير، حفيظ شيخ جي هئي. ادا جو آفيسر حفيظ شيخ هو، جيڪو هاڻي هن دنيا ۾ ناهي. ۽ سندس يادون اڃا تائين هن دنيا ۾ موجود آهن. لڳندو آهي ته ڄڻ هو جيئرو هجي ـ ۽، مونکي دڙڪو ڏيندو هجي ـ ڳل تي هلڪي چماٽ هڻندو هجي ـ ۽ گهر وڃڻ لاءِ چوندو هجي.

سان جيئڻ ۾ دلچسپي اسڪور
سان خريداري ڪري ٻاهر نڪتس
تہ منهنجي نظر اعليٰ سوٽ ۽
ڪوٽ ۾ ملبوس هڪ شخص تي
پئي. اکيون ڪاري چشمي سان
ڍڪيل هئس ۽ هٿن ۾ ڪجهہ
ڪتاب بہ هئس. مون جيئن ئي
کيس ڏٺو تہ منهنجا قدم هڪ
هنڌ ڄمي ويا. شڪل ڄاتل
سڃاتل پئي معلوم ٿي. مان چپ
چاپ بيٺو اکين اڳيان ڇانيل
ڳنڍ هڻڻ جي ڪوشش ڪري
رهيو هوس. جڏهن غور سان
ڏٺومانس تہ ڪپڪپائجي ويس.
هي تہ اهوئي فوٽ پاٿ وارو
ڇوڪرو هئو ڪارو...! سمجهہ
۾ نہ ٿي آيم تہ هي سڀ
ڇا هي...؟ اڄ هو بلڪل خوش
۽ مطمئن نظر پئي آيو. ذهن ۾
يادن جي ڍير ڍيل عمارت هڪ
ڀيرو وري تعمير ٿيڻ لڳي. خزان
سان وڪوڙيل چمن ۾ بهار جي
مند اچي وئي. نوان گل،
مکڙيون ۽ ڪونپر ابري آئيا.
منهنجو ذهن هڪدم پندرهن
سال پوئتي هليو ويو.

بيشمار گاڏيون روشني
اڇلائيندي گذرنديون پئي ويون،
هو فوٽ پاٿ جي هڪ ڪنڊ ۾
ويٺل هئو. سندس نظرون هر ايندڙ
ويندڙ شخص جو پيڇو ڪري
رهيون هيون. هن جي نظر هڪ
امڙي عورت تي پئي جيڪا
پنهنجي ننڍڙي ٻار کي هنج تي
کنيو، سيني سان لڳايو اچي رهي
هئي. ان وقت نہ چاهيندي بہ
يادن جي هوا سان سندس من ۾
ماضي جي دري کلي پئي. کيس
پنهنجي ماءُ جي اها نرم ۽ گرم
آغوش ياد اچي وئي جنهن ۾ هن
زندگي جا پورا پنج سال گذاريا
هئا. پياري جهڙيون سرد راتيون
نهايت آرام ۽ اطمينان سان بنا
خوف ٿي گذاريون هيون.
”جيڪڏهن منهنجي ماءُ

ڪهاڻي

# ”هو هلندو رهيو“

منور عالم انصاري

هجي ها... تہ اڄ مان... هن حال
۾... فوٽ پاٿ تي... ڪڏهن بہ
نہ هجان ها... ڪڏهن بہ
نہ...!!“ سندس من ۾ مچ مچي
پيو ۽ اکيون پاڻيءَ سان سيراب
ٿي ويس. سندس ننڍڙڪ سالن کان
سهيل سورن، زماني جي ڌڪن
ڌوڏن ۽ بدحالي جو ڪليل داستان
هئا.

”اي مولا...! جڏهن تو مون
کي يتيم بڻايو... ماءُ پيءُ جو
پيار کسيو... تہ پوءِ زنده ڇو
رکيو...؟ ڇا انسان جو هن
معاشري ۾ ٿر جيترو بہ حق
ناهي...!!“

سندس نگاهون جواب جي
ڳولا ۾ آسمان طرف اٿيون پر
ڪو بہ جواب حاصل ڪري نہ
سگهيون. هو هڪ ڀيرو وري سوچن
جي اٿاهہ سمنڊ مان ماضي جا
موتي ميڙڻ لڳو. هڪ تيز هارن
لڳو ۽ سندس سوچن جو ڪچو
ڌاڳو ٽٽي پيو. هن پنهنجون
نظرون مٿي کنيون تہ هن کي
هڪ ننڍڙو ٻالڪ بال سان راند
ڪيڏندي نظر آيو.

”ڪيڏو نہ خوش ۽ مطمئن
آهي هي ٻار... هر غم ۽ فڪر
کان آجو...! اڄ جيڪڏهن
منهنجو بہ ڪو پنهنجو هجي ها
تہ... مان بہ هن وانگر ڪيڏو نہ
خوش هجان ها... دنيا جي هر غم
کان لاتعلق... جيڪڏهن منهنجو
بہ ڪو پنهنجو هجي ها تہ...!!“

هو سوچيندو رهيو ۽ سندس
نيڻن مان نير وهي نڪتو. هن
پنهنجو مٿو پٽ سان لڳائي ڇڏيو
۽ ننڊ کيس پنهنجي آغوش ۾
وٺي وئي.

هو هميشه اتي ئي ويهندو
هئو. هر ڪو کيس ڪارو ڪارو
چوندو هئو هونءَ سندس رنگ
ايترو ڪارو هئو ڪونہ...!

هو اڃا ننڍڙو ئي مس هئو تہ
سندس والدين هڪ حادثي جو
شڪار ٿي ويا. هڪ بس پيءُ
بس سان وڃي لڳي، هڪ زوردار
ڌماڪو ٿيو. ان کانپوءِ ڇا ٿيو
هن کي ڪا بہ خبر ڪانہ پئي.
جڏهن کيس هوش آيو تہ پاڻ کي
اسپتال ۾ ڏٺائين. ماءُ جي جهولي
۽ پيءُ جي شفقت ڪنهن تمام
ڪٺور پري وٺي ڇڏي هئي.
ايترو پري جو ڪڏهن بہ
انسان واپس اچي نہ سگهي.
ڪڏهن بہ نہ...!!

هو ديوانن وانگر گلو ڦاڙي
رڙيون ڪرڻ لڳو. پر سندس
رڙيون نہ تہ عرش تي پهچي
سگهيون ۽ نہ ئي زمين ۾ جذب
ٿي ڪو ترڪو مچائي سگهيون.
ٿورن ڏينهن کان پوءِ سندس حالت
سڌرڻ لڳي ۽ اسپتال وارن کيس
موڪل ڏئي ڇڏي. ماءُ پيءُ جي
وڇڙڻ کان پوءِ مٽن مائٽن بہ
منهن موڙي ڇڏيس. اڪيلو
ڀلا ڪير ٿو غريب جو بار کڻي
سگهي...؟! هينئر فوٽ پاٿن جا
ڌڪا کائڻ سندس مقدر بڻجي
چڪا هئا. هو ڪڏهن ڪڏهن
ڪنهن سيٺ جي موٽر صاف
ڪندو هئو.

تہ ڪڏهن ڪنهن امير جي گاڏي
ڌوئي پيٽ جو گذران ڪندو هئو.
پنهنجن ڪمزور ۽ ميرن هٿن سان
ڪيل ان محنت جا هر ڪو کيس
پنج روپيا ڏيندو هئو ۽ جڏهن بہ
کيس پئسا ملندا هئا تہ ڄڻ هن
لاءِ عيد ٿي ويندي هئي. زندگي
جي هن مختصر ڊرامي جو ڪيڏو
نہ ڏکوئيندڙ ۽ مظلوم ڪردار هئو
هيءُ...!!

گهڻن ڏينهن کان مون کي
هو اتي نظر ڪونہ آيو. اها جاءِ
بلڪل خالي هئي جتي هو

ويهندو هئو.

”شايد ڪنهن حادثي جي ور چڙهي ويو هوندو. چڱو ٿيو ويچاري جي جند ڇٽي هئي هن عذاب مان اهڙي زندگيءَ کان ته موت ڀلو مان سڪون ته ماڻيندو..!“

هڪ لمحي لاءِ سوچيم پر منهنجي سوچ غلط ثابت ٿي. هو ته نئين زندگيءَ جو آغاز ڪري چڪو هئو. ڪاڏهن جي صفائيءَ مان مليل پئسن مان ڪجهه ڇاڻي هن پڙهڻ شروع ڪيو. محنت ۽ همٿ سان... جوش ۽ جذبي سان... تعليم حاصل ڪئي. ڪيس ڪٿي ڇهڙون ڏسي ملئون ته ڪٿي سوچڙا... ڪڏهن ڪيس طعنا ٻڌڻا ٿي پيا ته ڪڏهن محرومين جو مقابلو ڪرڻو ٿي پيو... پر هن ڪنهن جي به ڪا به پرواهه ڪانه ڪئي ۽ همٿ هارڻ بجاءِ وڌيڪ جوش ۽ ولولي سان اڳتي وڌندو رهيو ۽ اڄ هو فوٽ پاٿ وارو ڪارو نه پر اسڪول جو استاد هئو. ان ڪي پڪو عزم چئجي يا ضمير سان وعدو...! بهرحال هيئنر هو ان لائق هو جو پنهنجو بار پنهنجن ڪلهن تي کڻي سگهي. اڄ هو سماج لاءِ بوجهه نه پر معاشري جو عظيم انسان هئو.

ڪاش اسان وٽ اهڙا ڏيئا روشن ٿيندا رهن جن جي لاٽ ڪڏهن به ختم نه ٿي ٿئي... بلڪ وڌي ٿي... جيئن پوءِ تيئن... وڌيڪ تيز ٿي... فرد کان فرد تائين... ذهن کان ذهن تائين... منتقل ٿئي ٿي. هيءَ اها جوت آهي جيڪا جيون جي هڏاين جو اجهاڳ سمنڊ جهاڳي ...ظلم و ستم سان جنگيون جوٽي... وڏن طوفانن سان مقابلو ڪري... اجوامي نئين... پر قوم لاءِ مشعل راهه ثابت ٿئي ٿي

# پاڻوڙ

غلام رسول پرهيار

منهنجو ننڍڙو ڀاءُ سليم ۽ منهنجي ننڍڙي سوٽ مائلي پٽ جي ڪري ويهي منهن کي مٽي مکي رهيا هئا. جڏهن اسان انهن کي ائين ڪندي ڏٺو ته چياسين، ”اڙي اوهان هي ڇا پيا ڪريو؟“ منهنجي ڀاءُ سليم کيس يڪدم چيو ته ”امان! اسين پئونڊر پيا مکيون“ مونکي ٻارن جي انهي ڳالهه تي ٽهڪ ته ڪل آئي، پر پوءِ روئڻ آيو. کل انهي ڳالهه تي آئي هئي جو اهي ٻار مٽي کي پانوڙر ڪريو ويٺا هئا. پر روئڻ هن ڳالهه تي آيو جو اهي ٻار واقعي پانوڙر جي لاءِ سڪيل هئا. هنن ڪڏهن به پانوڙر نه مکيو هو، پر ڳوٺ جي وڏيري جي ٻارن کي پانوڙر مکيندي ڏسندا هئا.

امان چيس ”ڇورا! مٽي نوراني پئونڊر آهي، نه مکيو کهچلا مٽي ته منهن کي خراب ڪندي.“

اهيا ڳالهه ٻڌي هو سڀ هارجي ويا. ٻارن مٽي منهن تي مکي خوش ٿيڻ ٿي گهريو، پر اسان جي ڳالهه ٻڌي هو سڀ لهي ويا.

مون کان ٻارن جو ڏک سٺو ٿي نه سگهيو. مون ٻارن کي خوش ٿيڻ ٿي ڏٺو، سو مون به پنهنجي منهن تي مٽي مکڻ شروع ڪئي. منهنجو منهن مٽي سان سڄو ڀيوت ٿي ويو. هن سنڌ جي مٽي مان مون کي ڪٿوري کان به وڌيڪ خوشبوءِ ٿي آئي. ننڍڙن ٻارن هاڻي سچ پچ مٽي کي پانوڙر ٿي سمجهيو، شايد هنن ٻارن کي به ان مٽي مان ڪٿوري جهڙي خوشبوءِ ٿي آئي. ننڍڙن ٻارن خوشيءَ مان ڊوڙ پائي اسان جي ڳوٺ جي وڏيري جي ٻارن کي پنهنجا مٽي ڀريل منهن ڏيکارڻ انهن جي گهر ويا، جيڪي اسان جي گهر جي پٺيان پاسي تي آهن. منهنجي ڀاءُ سليم وڏيري دريا خان جي پٽ عبدالڪريم کي چيو ”اي عدل ڪريم! ڏس اسان به پئوندر مکيو آهي“.

عبدالڪريم جي ماءُ ٻارن جي منهن ۾ ڏسي ٽهڪ اڏائي چيو ”ڇورا! پئونڊر مکيندي به مهانڊا ٿا ڪهن“.



# سڪ جي سوکڙي

خليل سومرو

خالد ۽ حامد ٻئي ڳهاٽا محبتي هئا. ٻئي ڇهين ڪلاس کان ميٽرڪ تائين گڏ پڙهيا هئا. حامد، خالد سان دوستي دنيائي اوچ نيچ کي ڪهٽ ڪري برابريءَ جي بنياد تي رکي هئي، انهيءَ سبب هو جو هڪٻئي جا سٺا سنگتي هئا. حامد ميٽرڪ پاس ڪرڻ کانپوءِ شهر ۾ رهي اعليٰ تعليم حاصل ڪري رهيو هو ۽ خالد ڳوٺ ۾ ئي سڪونت پذير هو.

خالد کي هڪ ڏينهن حامد جو خط مليو جنهن ۾ هن کي دعوت ڏني وئي ته هو حامد جي جنم ڏينهن ۾ شريڪ ٿئي. خالد هونئن ته خوش ٿيو پر سنجهي ان لاءِ پيو ته هو حامد کي سندس سالگره تي تحفو ڪهڙو پيش ڪري. خالد آخر ماءُ سان مشورو ڪيو، جنهن چيس پٽ اِن ۾ پريشان ٿيڻ جي ڳالهه ڪانهي. سون نور نچوڙي تولاءِ سنڌي ٽوپي ڏاهي آ جيڪا تون پنهنجي دوست کي ڏجانءِ، مان توکي پڻ ڏاهي ڏيندس. خالد خوش ٿيو جو هن جي مشڪل جو حل ملي ويو.

خالد سنڌي ٽوپي ساڻ ڪري حامد جي سورهين جنم ڏينهن تي روانو ٿي ويو.

هوڏي حامد جي سالگره جون پوريون تياريون مڪمل هيون، حامد کي صرف هڪ ڪاڻو هو پر کيس خالد جو انتظار هو.

خالد به پهچي ويو ۽ هن اها سڪ جي سوکڙي حامد کي ڏيندي چيو: هي اسانجي عزت آهي، اسانجي سنڌ جي تهذيب آهي. حامد سنڌي ٽوپي کي احترام سان ورتو ۽ مٿي تي پائيندي خالد کي چيائين ته دوست سونکي تنهن جي گفٽ سڀني کان پياري آ. پوءِ خالد ۽ حامد گڏجي ان ڪمري ۾ ويا جتي ڪيڪ هو ۽ ان جي ارد گرد مهمان بيٺل هئا. حامد ڪيڪ ڪاٽيو ۽ تاڙين جون گونجون سڄي حويليءَ ۾ پکڙجي ويون.

طارق بلوچ

## نصيحت

اٿي ننڊ مان ننڍڙا ٻار،
اسڪول وڃڻ لاءِ ٿي تيار.

سبق کي تون پورا ڏيئي،
سارو سبق دل تي اتار.

سبق نه پڙهندين جيڪر تون،
استاد ڏيندئي ڏاڍي مار.

سبق هوندئي جيڪر پڪو،
استاد به ڏيندو توکي پيار.

علم اڻ کٽ خزانو آهي،
چوراڻي نه ڪو چور چڪار.

علم سان گڏ تون سچ ڳالهاءِ،
هرڪو چوندو توکي سچار.

شان راشدي نظم

## نئون سال

آيو آ نئون سال، پيارو!
آيو آ نئون سال، پيارو!

ويا گذري ڏينهن اِئين،
تيز هوا جا جهوٽا جيئن،
وقت ڪري ٿو ڪمال، پيارو!
آيو آ نئون سال، پيارو!

ويل وقت وري ايندو،
نڪتل تير ٿئين نه ويندو،
رکڻو آهي خاص خيال، پيارو!
آيو آ نئون سال، پيارو!

لڙ، لڙ- ليڙون نه ڪي لڙڪن،
ٿر، ٿر- ٿيءَ نه ڪي ٿڙڪن،
ڍڪجن انگ اگهاڙا شال، پيارو!
آيو آ نئون سال، پيارو!

ماڻهو، ماڻهو، ديس جو مرڪي،
هرڪا مکڙي، گل ٿي ٽهڪي،
رهي نه ڪو هيٺي حال، پيارو!
آيو آ نئون سال، پيارو!

آيو آ نئون سال، پيارو!

الاهي بخش پانهور

## ٿهڙو

ٻارڙن جو آواز
ڳوٺ مٿان تيز لنگهي ويو
هوائي جهاز.

ٻارڙن جي ٽولي
ڳوٺ جي ڪُهنڊيءَ ۾
ڦقير ۽ پولي.

وڏيري جا ڳاڙها تارا
ٻار وڃائي ويا پنهنجي عاليجو
ڏسي روشن تارا

ڏسي آنيو ٻڪل
ڪمن هٿ پڏي اڄ ورتي
استاد کان موڪل.

منظور جوکيو

## غـــزل

جنهن قوم جو سڄاڳ ٻار هوندو آ،
ان ٻار کي قوم جو ويچار هوندو آ.

هرڪو ٿو چئي اڳواڻ آهي آئنده جو
هر اڳواڻ کي ديس سان پيار هوندو آ

ملي ڪهڙي قري، نه هجي جهل
نه ڪا پل،
پنهنجي شيءِ تي هر ڪنهن کي
اختيار هوندو آ.

پنهنجا ڏهندني جيءَ ۾ جايون
اي ننڍڙا،
برائي کان ته هرڪوئي بيزار
هوندو آ.

# لوڀي بادشاهه

حنيف ميمڻ

ڳالهه ٿا ڪن ته هتان ڪان گهڻو گهڻو پري هڪ ولايت آهي جنهن کي يونان جو ملڪ ٿا ڪوٺين. هن ملڪ ۾ ميڊاس نالي هڪ بادشاهي ڪندو هئو. جيتوڻيڪ هن وٽ الله ڏنو سڀ ڪجهه هئو. محلن ماڙيون، باغ بنگلا، نوڪر چاڪر هيرا جواهر ۽ مال ملڪيت جي ڪا به کوٽ ڪانه هئس. ايڏي مال ملڪيت سان گڏ اولاد جي نعمت به مليل هئس. تڏهن به سندس هوس ۽ لوڀ ڏينهان ڏينهن وڌندڙ هئو. رات ڏينهن انهي هڻ هٽان ۽ وٽ وڏان ۾ هوندو هئو ته ايجا به وڌيڪ دولت ملي. دنيا ۾ هن کي صرف ٻن شين سان بي انتها پيار هوندو هئو. هڪ هني دولت ۽ ٻي سندس ڌيءَ. ڌيءَ سان هن کي ايڏو پيار هوندو هئو جو بادشاهي مصروفيتن جي باوجود روزانو ڪجهه پل وٽ ويهاري ساڻس ڪچهريون ڪندو هئو. پنهنجي پياري ڌيءَ کي ڏسي سندس سڀ ٿڪاوٽ دور ٿي ويندي هئي.

هڪ ڏيهاڙي هن بادشاهه وٽ هڪ ملاقاتي آيو. اهو ملاقاتي هڪ پوڙهو هئو ۽ سندس نالو هئو سائلينس. هن جو واسطو پوڙهن جي انهي ٽولي سان هئو جيڪي ڊايونيس ديوتا جي دربار جا خاص پوڙها ۽ فنڪار هئا. جڏهن بادشاهه کي اها خبر پئي ته اهو ملاقاتي ڊايونيس ديوتا جي يار جو آهي ته هن ڏاڍي شان مان سان هنجو استقبال ڪيو ۽ وٺي اچي محل ۾ رهايائينس. مهمان جيترا به ڏينهن ترسيل هئو ته بادشاهه دل کولي سندس مهماني ڪئي. پيارڻ ۽ کارائڻ ۾ ڪا به ڪسر ڪونه ڇڏيائين. روزانو رنگين ۽ سرهن گلن جا هار هنجي ڳچيءَ جو سينگار بڻيا هئا. جڏهن سائلينس وڃڻ واري ڪئي ته بادشاهه ميڊاس چيس... "جهڙي شان مان سان توکي رهايو اٿس، اهڙي شان مان سان توکي ڊايونيس جي دربار تائين به پهچائيندس. آئون خود توسان گڏجي هلندس."

سائلينس چيو... "جيئن توهان جي مرضي".

جڏهن هو ٻئي ڊايونيس ديوتا جي حضور ۾ حاضر ٿيا ته ڊايونيس اهو ڏسي خوش ٿيو ته بادشاهه ميڊاس سندس درباري پوڙهي سائلينس جي عاليشان مهمان نوازي ڪئي آهي. انهي تي خوش ٿي ديوتا بادشاهه کي انعام ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ميڊاس کي مخاطب ٿي چيائين.

"گهر جيڪي گهرڻو هجيئي."

بادشاهه هن عزت افزائي تي ڏاڍو سرهو ٿيو ۽ سندس لوڀي فطرت به اڀل ڪاڏي ته هي سونهري موقعو آهي، ڪو پراوو فائدو وٺجي. سو دل جهلي نياز ۽ نئڙت سان عرض ڪيائين.

"اي آسمانن جا رهواسي ديوتا! اوهانجي ڪرم جو ڪڪر شال سدائين اسان جهڙن تي وسندو رهي. پيو ته ڪجهه به نٿو طلب ڪريان صرف هڪ عرض آهي ته پنهنجي قدرت سان اهڙي ڪرامت عطا ڪريوم جو جنهن به شئي کي ڇهان سا سون ٿي پوي."

ڊايونيس ديوتا لوڀي بادشاهه جي انهي خواهش تي دل ئي دل ۾ مرڪيو ۽ چيائينس، "بس ائين ٿيندو." بادشاهه ميڊاس انهي ڏينهن ئي واپس پنهنجي محل موٽيو. اڄ هي بود ۾ پريل هئو. ديوتا هنکي پارسي ڇهاءُ عطا ڪيو هئو. محل جي باغ مان لنگهندي گلاب جي ٻنڪڙين کي هٿ لاتائين ته سونيون ٿي پيون. جنهن به شئي کي هن ڇهيو پي سا سون ٿيندي ويئي. "سون، سون، هر شئي سون!" هي خوشيءَ وچان ٻهڪڻ ۽ ٽڪرڻ لڳو. محل جا ڪوچ ڪرسيون، پلنگ ۽ پردا سڀ سونا ٿي ويا هئا. "هاڻي مون وٽ سڀ ڪجهه آهي. سڀ سون، سڀ سون!"

مانيءَ جي مهل تي ته نوڪرن گهنڊ وڄايو. بادشاهه دل ئي دل ۾ سوچيو ته اڄ مانيءَ جي ميز تي سڀني ٿانون کي هٿ جي ڇهاءَ سان سونو بنائي هو پنهنجي ڌيءَ کي حيرت ۾ وجهندو. هن بيوقوف بادشاهه کي اها سڌ ڪانه هئي ته هنجي هٿ لڳڻ سان صرف ٿانو ئي سونا نه ٿيندا پر کاڌي جون شيون به سون ٿي پونديون. سو جيئن ئي رس جو پيالو کڻي چپن تي آندائين ته اهو سون ٿي پيو. مانيءَ کي هٿ لاتائين ته اها به سوني ٿي پئي. ايتري ۾ سندس ڌيءَ اندر آئي. جيئن ئي ابهرائي مان هنکي هٿ لاتائين ته اها به سون جو بي جان بت بڻجي ويئي. بادشاهه اهو سڄو حال ڏسي ڏاڍو پشيمان ۽ پريشان ٿيو. سون حاصل ڪرڻ جي سڌ ۾ هو نه کاڌي کائڻ جهڙو رهيو هئو ۽ نه ڪنهن کي ويجهي وڃڻ جهڙو. خاص ڪري سندس ڌيءَ جي بي جان سوني بت بڻجڻ هنکي ڏاڍو پريشان ڪيو. نيٺ ٻي ڪا واهه نه ڏسي اچي ڊايونيس ديوتا اڳيان گوڏا ٽيڪيائين ۽ سچيءَ دل سان لوڀ

# سگهڙن سٿ

# ڪرندا ڪوٽ پڇنديون پٽيون

عزيزه قاضي



لالچ کان توبه ڪيائين. هو هي پاڙائڻ لڳو:

”اي خدا، اي ڊايونيس، مون ۾ ڪرامت جي ڪابه ضرورت ڪانهي. مونکي دولت ۽ مال جي ڪابه کهرج ڪانهي. مونکي منهنجي پياري ڌيءُ موٽائي ڏي. مونکي حياتي ڀر جي فقيري قبول آهي.... مونکي منهنجي مٺڙي ڌيءُ موٽائي ڏي.“ جڏهن ڊايونيس ديوتا ڏٺو ته بادشاهه ميڊاس سٺو سبق پرايو آهي ۽ هيج ۽ لالچ هنجي دل مان لاڏائو ڪري ويا آهن ته ديوتا پنهنجيءَ قدرت سان سون ٿيل سڀني شين کي اصل حالت ۾ موٽائي آندو ۽ هن کان ”پارسي ڇهاءُ“ جي ڪرامت کسي ورتي.

هاڻي هو پنهنجي ڌيءُ سان سک، آرام ۽ سڪون جا ڏينهن گهارڻ لڳو.

جواني به پڪل انب جيان آهي پوءِ چاهي پال ۾ پچي، چاهي وڻ ۾. پچڻ کان پوءِ ڪنهن جي هٿ ۾ هوندو يا ڪانئيندو اها تقدير جي ڳالهه آ...

خيرو جي جواني به هئي پال ۾ پڪل. جنهن وقت ڇوڪري جوان ٿيندي آ ته ماڻهن جي نظر ۾ ڦٽي ويندي آهي. هر وقت خطري جي گهنٽي وڄندي رهندي اٿن مٿان. پر اهي سڀ سور غريبن لاءِ، پڳ ل پٽين وارن لاءِ ڇڳل ڇتين وارن لاءِ! پر جن جا مضبوط ڪوٽ هجن پٿر جون اوچيون پٽيون هجن تن کي ڇا...

خيرو جو پيءُ به هزارن مريدن جو، هزارين ايڪڙن زمين جو وارث، تنهن کي ڇا ڳڻتي؟ خيرو جي جواني جو ڪو داد فرياد ڪرڻ کان سواءِ پاڻ شادي ڪري آيو.

صاحبي سان. صاحبي، خيرو جي هم عمر هئي خيرو جي پيءُ کي ته ڪو احساس نه هو، نه وري ڪنهن پٺي ڪئي. اگر هو ته هن وقت ڪنهن کي شادي ڪرڻ گهرجي جيڪڏهن ڪنهن کي خيال هو ته اها اڪيلي صاحبي هئي. پهريون حجاب دمڻ لڳو ته مڙس کي احساس ڏيارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

”اوهان خيرو جي پاري ۾ ڇا سوچيو آ.“

مڙس اهڙين نظرن سان ڏٺس ڄڻ چوندو هجيس آخر آهين نه مٽيلي ماءُ. هو چپ ڪري ويهي رهي. ”صاحبي سچ پڇاءِ خيرو توتي بار آهي پيا وٺي نٿي.“ صاحبي ڪو جواب نه ڏنو پر گرم گرم ڳوڙها وهي هيٺ ڪري پيا ۽ ٽڪڙي ٽڪڙي ڪري مان نڪري ويا.

پاهر ٽهڪ هئي پر صاحبي جي اندر ۾ شايد اڃا به گهڻي ٽهڪ هئي موءَ ويٺي رهي پکيڙ جون پوندون هن جي انگ انگ مان ڦٽي نڪتيون، سوچن جا بند پاڻ ئي پاڻ کلي پيا. وقت بدلجي ويو، تهذيبون بدلجي ويون، جاهل ماڻهو نه رهيا، تعليم وڌي وئي اٿ پڙهيل گهڻجي ويا هئا ۽ هوءَ پاڻ به پڙهيل هئي پر ڪيڏي نه سولائي سان غلامي جو طوق پنهنجي ڳلي ۾ وڌائين شادي واري رات سڀ ڊگريون ڦاڙي ڦٽيون ڪيون هئائين ڪوڙا ڪاغذ جا پنا. سڀ ڪتاب ساڙي خاڪ ڪري وڌائين. ڇا حاصل ٿيو هئس ڪوڙي نجات ملي هئس. اهو ڪجهه هن پڙهيل سان به ڏيو

هو جيڪي هن کان اڳ (خاندان ۾) هنن جي اڪ بزرگ ڏاڏين نانين سان ٿيو هو، اهو قلم صاحبي تي به وهيو هو. پوءِ امي ڪتاب ڪتاب کهڙي ڳالهه ٻڌايا. پکهر ۾ سڀ وهنجي وئي. خيرو اچي ڏونڊاڙيس. "امان ڏس تہ تهي لوه ٿي وئي آهن". چرڪجي وئي. "اوه خيرو سان..." ڳالهه اڌ ۾ ڪٽي نڪل نڪل پيرڪٽندي اندر وئي تہ خيرو به ڪيڏيس "خيرو ٿورو اوري اچ" صاحبي سهڪي پئي.

خيرو هن جي پرسان ويٺي "جي ها امان." "خيرو مٺي خدا جي واسطي سونکي امان نہ چوندي ڪر سچ پڇاءِ خيرو تون سونکي امان چوچوندي آهين" "پوءِ ڇا چوان؟" خيرو کي بہ واقعي شرم ٿي آيو سچ بہ پاڻ جيتري کي امان يا ماسي چوندي ڪنڌ شرم کان هيٺ ڪرڻو پوندو آ. پر ڪي رشتا اهڙا هوندا آهن جن کي ڪڏهن هيٺ ڪري ڇوڙو ٿي پوندو آهي. خيرو، صاحبي جي اکين ۾ نهاريو نماڻي عاجزي پيو سي ۽ ڇا ڇا نہ هو. صاحبي جي اکين ۾ خيرو کي ڏسي روئڻ اچي ويو.

"پوءِ ڇا چوان توکي — صاحبي رکو نالو!"

"خيرو ڪجهہ بہ چئو پر امان نہ چئو تون نہ نہ چئو پيا پلي چون جيڪي ڪهن سو —؟"

هڪ رات وري صاحبي ڳالهه چوري دل چيس تہ نہ پر زبان تي ڳالهہ واپس نہ وارڀائين...

"اوهان کي پلا خيرو جو ڪو خيال آهي يا نہ!"

"ڇو؟" سائين ڪاوڙ لڳو "پلا توکي خيرل ڪجهہ ڇڻو آ ڇا؟"

"خود غرض بي حيا. دل تي دل ۾ چيائين ڏيئون بہ ڪجهہ چوندئون آهن ڇا؟ مڙسهنس اکيون پوريون وري کوليون "اڇا تہ منهنجي خيرو پار آهي. پر سونکي خيرو جهڙو تہ ڪو ور نظر نٿو اچي."

صاحبي سڙڻ لڳي "شايد تون چاهين ٿو تہ خيرو جو ٿلي بہ تنهنجي عمر جو هجي."

"ها. سان اهو بہ ٿو چاهيان عمر وچاپل سور تجربيڪار هوندو آ ۽ دولت ... بس ڪري ويهي ڏس" نگاهن ۾ نفرت جون چڻگون هئس تون ڪهڙو پي آهين، توکي ڏي ۽ جي احساس ۽ جذبن جو ڪو خيال نامي" هو وري ڪلڻ لڳو "ڇري ڪهڙو ٿو فرق پئي جوان يا پوڙهي مڙس ۾، پرتنهنجن مانٽن بہ تہ تنهنجن خواهشن جو ڪو احترام نہ ڪيو تون بہ تہ پوڙهي سور جي زال آهين صاحبي سنهن ڦيري چيڻيو "منهنجي ميءَ خانداني واڙ لاءِ سون کي قربان ڪيو" مڙسهنس کي باهہ ولي وئي ڏڪ وهاني ڪيڏائنس ڪمبي پڻهين خانداني هئو ۽ سان ڪو ڇهڙو آهيان، پڻهين مجبور هو، مان بہ مجبور آهيان. هوءَ بہ توهان عورتن کي گهڻو چلولو نہ ڪجي."

ڇماٽ جو هن تي اثر ٿيو هو، پر پوءِ بہ هوءَ رني ڪونہ خيرو سيءَ جي پاهر ويهڻ کان پوءِ اندر گهڙي آئي صاحبي کي پاڪر وجهي چيائين "صاحبي تون بابا کي نہ چوندي ڪر." "ڇو نہ چوان خيرو." "بس نہ چوندي ڪر صاحبي" صاحبي جي اکين ۾ لڙڪ هئا پر چهن تي مرڪ. "خيرو سان تہ برباد ٿيس پر توکي برباد نہ ڪرڻ ڏيندس." خيرو ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺي رهي صاحبي سڏڪندي رهي "خيرو عورت ٿيڻ گناه آ ڇا؟ عورتن جي خلوص جو اهو بدل تہ هرگز نامي جو عورت کي اونده ۾ ڏکي ڇڏ جي دل چاهي ٿي پنهنجو سٺو ڦوڙي وجهان يا ساري دنيا کي —!!" هوءَ اڪيتي چئي ڪانہ سگهي.

هڪ صبح جو هڪ عجيب ڳالهہ ٿي- خيرو گهر ۾ ڪانہ هئي سڄو گهر پريشان هو- صاحبي بہ پريشان هئي پر حيران اصل ڪانہ ٿي هئي- هنکي چڻ تہ اهڙي اميد هئي- هن خيروءَ جي اندر ۾ ڪيترائي پيرا جهاتي پاتي هئي— هن سوچيو خيرو جو عمل غلط سهي پر لاءِ کيس مجبور ڪيو ويو هو هن جي جذبن کي دٻائڻ جي ڪوشش هنکي باغي بڻايو هو— خيروءَ جي انهي غلط فيصلي جو ذميدار سندس پيءُ هو— خانداني رواج هئا. پيءُ ولولي واڙا قانون هئا — انهيءَ قدم لاءِ خيروءَ کي مجبور ڪيو هو سندس پيءُ جي پي حسي ۽ اجائي هوڏ — هوءَ دل ئي دل ۾ خيروءَ لاءِ دعا بہ گهري هئي- الله پنهنجي امان ۾ رکيس. الائي اڪيتي حياتي ۾ ڇا ٿئي— اهڙن قدمن جا نتيجا چڱا ڪونہ نڪرندا آهن پر هڪڙي آواز منجهان نڪرڻ لاءِ پئي آواز جي پرواهہ ڪرڻ لاءِ وڏي دوراندیشي ڪمي جيڪا انهيءَ عمر ۾ مشڪل ملندي هوءَ سوچن ۾ ڪم هئي— اڇا رات ئي تہ مڙسهنس چيو هئس "خيروءَ جو ڏاڍو فڪر هيئي نہ— اڄ ان جو بندوبست ڪري آهيان؟" "ڪهڙو بندوبست؟" هن اتاولي ٿي پڇيو هو سون وارو سوٽ جاڻڻ سالن کان ڪاوڙيل هو— منهنجي زال جي مٺي ڪونہ آيو نہ ٿي سندس رنڊ ٿيڻ تي اچي ويو هئس — سون تہ توسان شادي ڪئي، هو اڇا انهن ٿي رنڊ ويٺو آهي — سوچيم




زکيه ملير جت

"ارتقائي عمل" ۽ "حيات انساني"!! جي اڄ ڪيئن به معنيٰ ۽ مفهوم، پر واڌي وانگر بيان ڪيو وڃي يا قائل ڪرايو وڃي، پر ارتقا مشاهدن سان ٿيندي آهي. مشاهدا ته عملي اهڃاڻ فراهم ڪن ٿا. ٻراڻن جي خبر ڏين ٿا. واٽين وچم ۾ انهن سان به هڪ جي جوڙجڪ نه ڪرائين. اهڙي طرح اڻ ڳڻت سوچ جو سلسلو شروع ٿوٿئي، جنهن جي وسعت هر هنڌ هڪ جهڙي آهي. قدرن جو هڪ نه ڪٽندڙ سلسلو جاري رهڻ جي ڪري دليلن ۽ امڪانن جي تائيد جي، سٽ جي منجهيل ڏيري ۽ جيان ور وڪڙ سڌا ڪري، پيٽي سان الجهي هڪ نئين شئي جي تخليق جو سبب ٿي بنجي...!! اهي قدر افقي آهن جن سان هڪ لحظ سان لاڳاپيتو وکائتو وڃڻ سان تنونسجڻ به ممڪن آهي.

ڇاڪاڻ ته مشاهدا اهڃاڻن جي ڪري آهن، اهڃاڻ انساني حيات جا دليل وارا ثبوت آهن، (عمل ۾). "جڏهن زندگي روپ ۾ نمودار ٿي". ۽ اڳتي اڇي منجهس حسن پيدا ٿيو، روپ اڃا ٻهروپ ۾ داخل نه ٿيو هو.!! حسن اڃا بناوت ۾ پير نه پاتو هو. ڳالهيون ٻوريون ڇوٽ نه هيون، نظارن منجهان نظر کي سڪون ملندو هو، نظرن ڪان ني اشارا جنم وٺندا هئا، سمجهيا به ويندا هئا...!! اشارن، استعارن ۽ تمثيل جو روپ نه ورتو هو، تڏهن انساني حياتي اڄ جي حيات کان بي خبر هئي، يا سندس اڄ جهڙي حالت نه هئي، "منهنجو تنهنجو" ڪرڻ جي ضرورت نه هئي. پر ساڌار هئي تڏهن به، ڪوٽ هئي. تڏهن به ضرورت هئي !!

اڄ وارن جو جڏهن اهو آدرشي سڪون، خود انساني جبلتي لاڙي يعني بي چيني سبب ٽٽندو رهيو ۽ انسان فرد ۽ فردن جنسن جوفوايد رکيو تڏهن اها جنس جيڪا ٻوچا جي ديوي هئي!!

اها جنس جنهن جي حسن سبب دنيا روشن ۽ وسيع آهي!!

اها روپ جي راڻي بڻي.

اها، رونق بڻي محفل جي.

زبان بڻي گيت جي !! اڳتي اڇي نظارن ۽ نظارن جو ضد بڻي ۽ اڄ طبقاتي ڇڪي ۾ پسجي پارن چٽڻ جي ڪل بڻي ...!!

جيڪڏهن ماضي جي پاتال ۾ ڏٺو ۽ ساڳي طرح مستقبل جي افق کي ڏٺو ته سچي يا ناڪاري - هيجاني يا هوشواري سچاڻ بڻي سان ضرور ڏٺو ته ...

...اسان سمجهڻ جي صلاحيت جي ڳڻ ۽ سندس ڳولهڻ پاسائين هئڻ کي صرف هڪ مخصوص دائري ۾، فقط پنهنجي ذاتي سوچ جي پڪڙ ۽ آڌار جي آڌار تي پرکيو ۽ رکيو آهي.!

اها پکيڙ پڪ مشاهدي، مطالعي ۽ ڳولا جي شوق تي مدار رکندڙ آهي، يا ضرور ٿيڻ گهرجي. پوءِ ته سوالن ۽ اٿيل جوابن جي خلفشاري، ڪيفيت ايجادي اهڃاڻ ۽ علامتي ترقي ته ضرور آهي، پر اها ڪيفيت

پنهنجا پاڻ ۾ آهيون ڪيستائين رلا رهنداسين— سون کان وڌو آهي سو پاڻ هلي ويو ساٿس — ڪٿي پاڪر پاتائين ... هاڻي ضروءَ جو سنگ ساٿس طئي ڪري آيو آهيان... " هو پيو به الائي ڇا ڇا چوندو رهيو ۽ صاحبي چڻ پڌو ني ڪونه پئي ... هوءَ سچي رات سوچيندي رهي هئي — ۽ ڪيس اها ڇاڻ ڪانه هئي ته ڪو خبرو به سندن ڳالهيون پڌيون هيون. ۽ سوچي ڪنهن فيصلي تي پهتي هئي—

ڪيھڻجڻ جي زور ڀاري طوفان ذي وڌڻ جو لازمي جزو ضرور ٿيندو وڃي .!

اهڙين ڏنڌ اپاريندڙ حالتن ۾ هڪ ڪيفيت زهريلي، اهڙي نہ گهٽو ڪٽندي آهي، جو ماحول ٿي ڪوڙائجي ويندو آهي. ذائقولسو، بيماري جهڙو ٿي پوندو آهي. پڙهڻ بي مقصد لڳندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن تہ پڙهڻ بہ فريب لڳندو آهي. ذهن جي عجيب ڪيفيت جو پين سبين ڪان سواءِ هڪ سبب ادب بہ آهي. جسماني پورهيو،جنبش بدن،محنت زيب زينت، آرام ۽ سڪون، حڪم ۽ احڪام ترتيب وار مختلف طبقن لاءِ مخصوص، محدود، موزون تصور ڪرايا ٿا وڃن. پوءِ ضرور..."

سوچ ذهنن جي غلامي بجاءِ مشاهدن ڏانهن رخ ڪندي.!

سوچ بتڪدن جي بجاءِ سنگتراش جي چؤڏاري چڪر ڏيندي...!؛

روشني جي اچڻ جي بدران روشني جي سوٽ جو محور ٻرڪيندي.

جڏهن سوچ ذهن جي غلامي ڪان نٽانيندي تہ پوءِ پورهيتن جو سٽ ڏيندي. سا بہ صرف ان ڪري نہ تہ پورهيو رڳو جسماني چربر جو نالو آهي.

يا پورهيو ڪرڻ "پورهيت سان پيار" "هاريائي" جي عنوان سان شعر لکڻ جو نالو آهي؟

يا ... محنت ڪرڻ ، لاپارن ، چوندن جي هڪ حصي کي نٿو سڏيو سگهجي ۽ محنت ڪرڻ فقط اخباري صفحن، رسالن ۾ انهن شين جي اهميت پڌري ڪرڻ جو نالو بہ نہ آهي . گڏوگڏ، محنت ڪرن، پيار بہ آهي. محنت ڪرڻ، دوراانديشي بہ آهي ... !!

محنت ڪرڻ وقت جي نبض سڃاڻڻ جو ماڻ بہ آهي ...!؟

۽ محنت ڪرڻ، لاڳيتو جدوجهد، تني ٽٽڻي ڪاهہ جو شاناٽتو محور بہ آهي. منطق بہ آهي تہ فلسفو بہ آهي...!!

جڏهن سمجهڻ جي صلاحيت، جمود ڪن ۽ اوڳڻ هڪ ٿي وڃن عمل ۾ داخل ٿين، تڏهن هرڪو انساني بدن، اندران ٿي اندران هڪ اڻ ڇاتل خوف کي هراس جي جذبي ۾ ڪر ڪٽندي ڏسندو آهي. محسوس ڪندو آهي...!!







رومال لاءِ گل

ياسمين عمر (ٽنڊو جام)

# اڻ وسرندڙ سفر

غلام علي شاد

اڄ جي موسم خوشگوار هئي. آسمان تي ڪڪرن جي ڪاري چادر ڇانيل هئي. مون "راڄڌانيءَ" جي دري کولي ته ڪيفي ٻوندون منهنجو چهرو ڀسائي ويون. ٻاهر هلڪي برسات هئي ۽ هاري پنهنجي پنين ۾ ساريون پوکي رهيا هيا ڇو جو پاڻي گهڻو ٿئي ٿو. هيئنر اسان جي ٽرين پنهنجو ڊگهو سفر مڪمل ڪري هندوستان جي حسين شهر ممبئي جي پسگردائي ۾ هئي. مون پنهنجي ساٿي کي ننڊ مان جاڳايو جيڪو رات کان ئي برٿ تي سمهي پيو هو. جيئن "اسلم هاڻي ڏينهن نڪري آيو آهي، ڏس ته ٻاهر ڪيڏو نه وڻندڙ منظر آهي." اسلم اکيون مهٽي اچي دريءَ جي ڀرسان ويٺو. سائين پوکن کانپوءِ آهستي آهستي عمارتون اينديون رهيون ٽرين جي رفتار ڪافي جهڪي ٿي چڪي هئي ۽ هلندي هلندي ممبئي سينٽرل ريلوي اسٽيشن تي بيٺي. اسان پنهنجو سامان سنڀاليو ۽ اسٽيشن کان ٻاهر آياسين. ٻاهر گهڻي برسات پئجي رهي هئي، تنهن ڪري بس مسافر اسٽيشن جي ڇپري هيٺ بيهي رهياسين، ۽ ڪافي دير تائين ـــ برسات هلڪي نه ٿي ۽ نيٺ اسان پاڻ ڀاڙي ٽيڪسيءَ ۾ ويٺاسين ۽ پنهنجي منزل يعني "گرانڊ روڊ اوپيرا هائوس" آياسين. ممبئي ۾ پهچڻ کانپوءِ اسانجي پهري منزل "جناب خواجه احمد عباس" وٽ هئي. جيڪو هندوستان جو مشهور ليکڪ ۽ فلمساز ۽ تمام وڏي شخصيت آهي. ٻئي ڏينهن کيس ملڻ جوهو وياسين جيڪو سمنڊ جي ڪناري تي آهي. آتي سمنڊ جي ڪناري کي چوپاٽي چوندا آهن. خواجه صاحب سان ملاقات ڪئي ۽ کيس جناب "ڪي - پي گوئل" جو خط ڏنوسين. خط پڙهڻ کانپوءِ گهڻو خوش ٿيو، ۽ پنهنجي مئنيجر کي چيائين ته ٻه خط لکو. هڪ جناب راجڪپور کي ۽ ٻيو سنيل دت کي ۽ گڏوگڏ لکيائين ته غلام علي "شاد" تمام سٺو فنڪار آهي. هنديس سان ۾ توهان پروگرام ڪرايو وغيره. خواجه صاحب آتي جي مشهور اداڪار اميتاڀ بچن کي فلمي دنيا ۾ متعارف ڪرايو هو. ٻئي



ڏينهن اسين اداڪار راجڪپور ڏي وياسين. جنهن جو آرڪي اسٽوڊيو سرسبز پهاڙن جي گود ۾ "چيمبور" ۾ آهي. هي تمام وڏو فلم اسٽوڊيو آهي. آتي اسانجي ملاقات راجڪپور جي پرسنل مئنيجر جناب "هريش بير" سان ٿي. راجڪپور دهلي فلم سينسر بورڊ ويل هيو. تنهنڪري ملاقات نه ٿي سگهي. بهرحال بير صاحب سڄو اسٽوڊيو گهمايو ۽ آتي شوٽنگز ڏيکاريون ۽ خاص ڪري اڄ جي مشهور فلمي جوڙي ڌرميندر ۽ هيمامالنيءَ سان ملاقات ڪرائي.

آر. ڪي اسٽوڊيو کانپوءِ اسين ورلي "پالي هل" وياسين ممبئي جي هي تمام گهڻي خوبصورت جاءِ آهي، جتي آتي جا وڏا وڏا فنڪار ۽ دولتمند ماڻهو رهن ٿا. اها جاءِ هتي جي ڊفينس سوسائٽي کان به سٺي ۽ وڻندڙ آهي. جتي دليپ ڪمار، سنيل دت، سجاتا ۽ ٻيا نامور فنڪار رهن ٿا. آتي اسين اداڪاره سجاتا سان ملياسين جيڪا ڪجهه ڏينهن اڳ پاڪستان آيل هئي. تنهن کانپوءِ ڪجهه ڏينهن اسين ممبئيءَ جي مختلف جاين تي

گهمندا رهياسين ۽ مختلف هوٽلن ۾ پروگرام ڏسندا رهياسين.

هتي سنڌي گهڻا رهن ٿا ۽ هتي جي ڪاروبار تي ڇانيل آهن. هتان ڪان ٻري ٻري تائين سنڌين جا وڏا وڏا ڪارخانا آهن. دل ۾ تمنا هئي ته اتي جي "ڪلياڻ جي ڪئمپ" ڏسان سو اتي جي وڏي محبت واري شخصيت جناب پيرو چند ميهماني ڏي وياسين. پيرو صاحب سان اسانجي دهليءَ ۾ ئي دوستي ٿي وئي هئي ۽ دعوت ڏني هئائين ته مونڊي ضرور اچجو. "الهاس نگر" "ڪلياڻ ڪئمپ" جنهن ۾ لکين سنڌي رهن ٿا. اتي پنج صنعتي علائقا ۽ هزارين فيڪٽريون آهن. انهن ۾ پيرو صاحب جي به ڪي سي پروڊڪٽ جي نالي سان بسڪٽ فيڪٽري آهي.

الهاس نگر اها سرزمين آهي جتي چندر جا گيت گلندر جي ڌمال، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جا ڪلام ۽ وايون ڳايون وڃن ٿيون، انهي ڪري هندوستان جو هانگ ڪانگ ٻڌو ڪوٺيو ويندو آهي. هتي هرهڪ شيءِ تيار ٿيندي آهي. هتي ڪو غير سنڌي نٿو رهي سگهي. هي شهر ۱۹۴۷ع جي لڏپلاڻ کانپوءِ آباد ٿيو. هتان جيڪي سنڌي ويا سي اتي گهڻا ٿڪا رهي پيا. باقي بمبئي شهر ۾ جهڙوڪ: سانتا ڪروز دادر - ڪرلا ۽ باندره ۾ رهائش اختيار ڪئي، ۽ ڪجهه وري دهلي ويا. جتي لاجپت نگر ۾ هزارين سنڌي رهن ٿا.

پيرو چند سان ملڻ کانپوءِ اسين اتي جي وڏي ۾ وڏي هوٽل "ريگل" ۾ آياسين. جيڪا ٻڻ هڪ سنڌيءَ جي آهي. هي اور اسٽار هوٽل آهي ۽ سڄي ايئرڪنڊيشنڊ. هيٺ بار هال آهي ۽ گڏ ميوزڪ گروپ ٻڻ آهي. پيرو صاحب سنهنجو تعارف ريگل هوٽل جي مالڪ سان ڪرايو ۽ پوءِ اتي جي ميوزڪ گروپ جي فنڪارن سان جيڪي هوٽل ۾ ساز وڄائي رهيا هيا. ۽ ڪجهه ڳائيندڙ ڇوڪرين سان به مليا سين. اهو ڏسي حيران ٿيس ته سڀئي فنڪار سنڌي هيا. پروگرام شروع ٿيڻ تي مون به ڳايو. جنهن کي تمام گهڻو پسند ڪيو ويو. هوٽل ۾ مون ٻه ڊسڪو گيت ڳايا ڇاڪاڻ جو پاڪستان وانگر اتي به ڊسڪو اسٽائل کي تمام گهڻو پسند ڪندا آهن.

ڪافي ڏينهن کان خواهش هئي ته جڏهن زندگي ۾ هندستان وڃان ته اتي جي مشهور موسيقار "ريوبندرجين" سان ضرور ملاقات ڪندس. جنهن جون سدا ڌنون هميشه دل کي سکون بخشينديون آهن ۽ اهڙيءَ طرح انهيءَ ايشيا جي عظيم موسيقار جي گهر "باندره" بمبئي وياسين. جڏهن هندوستان لاءِ تياري هئي ته هتان جي مشهور گلوڪار ايس بي جان چيو هو ته ريو بندرجين منهنجو دوست آهي ۽ توهان ملڻ ضرور وڃجانءِ. جين صاحب جي گهر پهتاسين. مون سان گڏ اسلم خان به هو جيڪو جين صاحب سان ملڻ لاءِ مون وانگر آتو هو. ڏاڍي سٺي نموني سان جين صاحب مليو. سندس ڊرائنگ روم ۾ سڀ هيٺ ويٺا هئا. اتي مونکي ڪا به ڪرسي ٽيبل وغيره نظر نه آئي. هيٺ ڪارپيٽ تي اڇيون چادرون وڇايل هيون. ۽ سامهون هزارين فلمن جا ايوارڊ لڳل هيا. جيڪي جين صاحب جي عظمت جون ڳايون هئا. مون ڪيس ايس-بي جان جا سلام ڏنا ۽ سندس شاديءَ جي مبارڪ ڏني مانس - تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ حال احوال اورڻ کانپوءِ مونکي ڪجهه ڳائڻ لاءِ چيائين - اچ منهنجي خوشيءَ جي ڪا انتها ڪانه هئي جو اهڙي محبوب موسيقار اڳيان ڪجهه ڳائي رهيو هيس. ٻه ٽي گيت ٻڌايم سي ڏاڍا پسند ڪيائين. آيل فلمسازن به پسند ڪيو. اسين رات جو ڏهين وڳي تائين ويٺا رهياسين. موڪلائي تي جين صاحب سندس پروگرام جو شڪريو ۽ دعوت ڏني ته سڀاڻي اسانجو هو اتي جي وڏي هال "برلا ماتشوري" ۾ ٿي رهيو هو، جنهن ۾ مقبول گلوڪاره هيمرلتا، نئون گلوڪار شيل ڪمار ۽ ٻيا فنڪار حصو وٺي رهيا هئا. پروگرام ۾ شامل ٿياسين جنهن ۾ جين صاحب اسانجو تعارف ڪرايو. ياد رهي ته ديويندر جين کي اڳئين سال فلم "اکيون ڪهي جهروڪون سي" جو فلمي ايوارڊ مليو آهي. جنهن ۾ سندس گيت هيمرلتا ڳايا. فلمي دنيا ۾ مسرداس، هيمرلتا ۽ شيلي ڪمار کي جين صاحب ئي متعارف ڪرايو جيڪي فن جي بلندين تي آهن. ۽ اهڙي طرح ۱۵ جولاءِ تي پنهنجو سفر پورو ڪري بمبئي کان روانا ٿياسين ۽ امرتسر کان ٿيندو ۱۸ جولاءِ تي ڪراچي پهتس. ۽ اڄ ڏينهن تائين اتي جا ڏينهن، اتي جي ماڻهن جون محبتون ياد ڪري دل اڪثر اداس ٿي ويندي آهي.



# هن سال لطيف ايوارڊ حاصل ڪندڙ ٻه فنڪار



عابده پروين





وحيد علي



# سوال جواب

ميمڻ، جناب محمدهاشم ميمڻ، شيخ عبدالرحيم، جناب سردار قريشي ۽ هلال خيرن سان محترم ناصر بروهي. تاريخون پڌائڻ ٻاڻ کان چڙهيل آهي.

هن ڀيري انعام ڪنندڙ ساٿين ۾ پهريون نمبر نادر خواجه تلهار، ٻيو نمبر محمد قاسم ڪنڀار ۽ ٽيون نمبر غلام مجتبيٰ ميمڻ بي ايس سي کنيا آهن.

هن ڀيري ڪن اڻٽر سببن باعث سمورا سوال شامل نه ٿي سگهيا آهن جيڪي ٻئي ڀيري شامل ڪيا ويندا. پهرين نمبر کي تاجل بيوس جي شعري مجموعي "جڏهن ڀونءِ ٻڏي" ۽ هلال مئگزين ڏنو ويندو. ٻئي نمبر کي ٻه ڪاپيون مئگزين جون ۽ ٽئين نمبر کي هڪ ڪاپي مئگزين جي ڏني ويندي.

(انچارج)

* ڏانوري رفيق احمد "سنڌي" ميان جو ڳوٺ (شڪارپور)

س: شعور ۽ تحت الشعور ڇا آهن، ٻنهي ۾ فرق پڌايو؟

ج: سگمنڊ فرائڊ جي نفسياتي نظرئي موجب انساني ذهن جا ٽي درجا آهن، شعور، شعور کان اڳ وارو شعور ۽ ٽيون لاشعور. شعور کان اڳ واري درجي ۾ يادگيرا هر وقت چٽا ۽ تازا رهن ٿا ۽ شعور جو لاڳاپو دليل، آس پاس ۽ دنيا جي حقيقتن سان آهي، جڏهن ته لاشعور، جبلتن ۽ دٻيل خواهشن جو ديرو آهي ۽ اتان واريون ڳالهيون نفسياتي ڇنڊڇاڻ (Psycho Analysis) جي ذريعي شعور تائين اڀاري سگهجن ٿيون.

* ممتاز علي ٻلهه - شاهپورچاڪر

س: لطيف سائين جي سچي تصوير ڪٿان آلي سگهجي ٿي؟

ج: شاهه جي بيتن منجهان.

* رضوان احمد سومرو - حومي

س: مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ جنگ ڪڏهن شروع ٿي؟

ج: ڪهڙي جنگ، ميدان واري يا ذهني؟

* محمد ٻربل چانڊيو - مرڪنب (تعلقو وارهه)

س: سڪندر اعظم روءِ زمين تي ڪهڙي سن ۾ حاڪم ٿيو؟

ج: سڪندر اعظم روءِ زمين جو حاڪم ٿيو ئي ڪونه هو، باقي هتي حضرت عيسيٰ کان ٽي سئو سال اڳ ڪاهي آيو هو.

* عبدالحميد سومرو - مورو

س: جيڪڏهن هڪڙو دوست پي کي نيڪ صلاح سان سڌو بڻائڻ چاهي ته هو سڌو ٿيندو؟

ج: ڪوشش ڪري ڏسو، هرج ڪهڙو آهي.

* الهجڙيو ميمڻ - ڳولاڙچي

س: امير ماڻهو غريب ماڻهن کان ناجائز ڪم ڇو وٺندا آهن؟

ج: "اميرائپ" جي اها ته خاص نشاني آهي.

* عبدالقادر ۽ محمد ابراهيم - راڏڻ

س: اڳئين زماني جي جنگين ۾ ڪهڙا اوزار استعمال ٿيندا هئا؟

ج: لٺيون، ڪهاڙيون، نيزا، ڀالا، تير، تلوارون، ڍالون، ٻرڇيون، ڪمان، منجنيقون. بس يا ٻيا ڪهرجن.

* عبدالمجيد - نوروپارٿ (سجاول)

س: عشق رهندو ڪٿي آهي ۽ کائيندو ڇا آهي؟

ج: رهندو جتي ڪٿي آهي ۽ اڄڪلهه "جڪ" کائيندو آهي.

* غلام اصغر - راڻي پور

س: ١٩٧٢ کان هاڻي تائين هلال پاڪستان جي ايڊيٽرن جا نالا ۽ تاريخون پڌايو؟

ج: محترم سراج الحق

* غازي محمد ايوب شر - سڪندرآباد

س: عشق ۽ عقل جو پاڻ ۾ ڪيترو تضاد آهي؟

ج: جيڪڏهن ڏاهپ ۽ عقل سان عشق ڪجي ته اهو تضاد ڪٿي رهندو.

* نظيرگل عباسي - نارو شاه

س: ڪهڙو ادارو سنڌي ثقافت جي گهٽي ۾ گهٽي مدد ڪري ٿو؟

ج: اهو ادارو آهي سنڌي عوام.

* محمدحسن سهجو - سن وڏي

س- اڄڪلهه جون ڳائڻيون عورتون ٻڪتاري تي ڇو ڳائينديون آهن؟

ج- جڏهن مرد گهنگهرو پائڻ شروع ڪيا هئا، تڏهن هڏ نـه ٿي ڪرڪتيو.

* سريش ڪمار جسواڻي - ڳڙهي خيرو

س- زندگيءَ جا ڏکيا خواب ڪڏهن پورا ٿيندا؟

ج- جڏهن ننڊ منجهان اٿندي.

* محمد قاسم ڪنڀار - ايرنٽس شڪر مل تلهار

س- ڇا فڪر ۽ نظريا سماجي سماجي حالتن جي پيا ڪن ڏاهن

سائنس جي ذهن جي پيداوار آهن؟

ج- سماجي حالتون ذهن سائنس کي فڪر ۽ ويچار ڪرڻ تي آماده ڪنديون آهن ۽ هر ويچار ۽ ذهني ورتاءُ سماجي حالتن جو اولڙو هوندو آهي.

* غلام رسول سنجراڻي دادو

س: هاڻوڪو دور انسان ذات جي ترقي جو آهي يا تباهي جو؟

ج: مجموعي طرح سان ترقي جو دور آهي، باقي تباهي جو جيڪو سامان آهي اهو انسان جي وسيع سڄاڻپ ۽ معقول پڻي سان ختم ٿي ويندو.

* سائين بخش خاصخيلي، ٽنڊو الهيار

س: پنهنجي وارن جا گناهه به ثواب پر غريبن جا ثواب به گناهه ٿيو پون. ڇو؟

ج: اها سڀ پئسي جي ڪرامت آهي. هونئن اهو سوال توهان لاوارث قلم جي ڳاني تان ته نه ورتو آهي.

* معشوق علي ڏاريجو- نوابشاهه

س: جنهن ماڻهو جو جسم مٽي کان نرم ۽ دل پٿر کان به سخت هجي، ان جي دل ڪڏهن مٽي ٿيڻ جو امڪان آهي؟

ج: اهو آسرو ختم ڪري، اٿي جي جسم ۽ لاش جي ڳوڙهي جي دل واري ماڻهوءَ جي دل پگهارڻ جو انتظار ڪريو ته ڪجهه ورندڙ ٿي سگهي.

* درباروعلي شاهه بخاري معرفت الله نور ميڊيڪل اسٽور ٽنڊوڄام

س: هن زماني ۾ حلال روزي ڪمائي انسان سڪي زندگي گذاري سگهي ٿو؟ جيڪڏهن ها ته ڪيئن؟ ۽ جيڪڏهن نه ته ڇو؟

ج: هي معاشي سرشتو اهڙو آهي ئي ڪونه جو ماڻهو جائز ذريعن سان پنهنجون سڀ بنيادي ضرورتون پوريون ڪري سگهي. سگهي بنيادي ضرورتن مان مطلب دلي طرح مطمئن ٿيڻ جو سڀ کهرو سامان آهي. سماجي بدمنواني جو ڪارڻ، جائز ذريعن سان اطمينان ۽ خاطري نه هئڻ آهي - پر ڪي پولڙيا ان سڏي سڀني حساب کي به قسمت تي هٿي نمڪ حلالي جو فرض نڀائيندا آهن.

* اقبال آزاد سمون (شهر جو نالو لکيل ڪونهي)

س: اسان جي قوم سڄاڳ ٿيڻ واري ڏسواري ڇو محسوس نه ڪئي آهي؟

جواب: مهربانين ان ڪم لاءِ بنيادي طرح ذميدار ڏرين کي پڇندو ٿيڻ ڏيو.

* نظير حسين حيدري- بخشاپور

س: قوم مذهب مان ٺهندي آهي يا ثقافت مان؟

ج: پاڻو، اتي ئي ڪنهن ڏاهي ماڻهو کان پڇي وٺو، هروڀرو اسان کي ڇو ٿا ڦاسايو.

* لالا منور ڪوهانڪ- ڪبڙي محلو لمبر

س: غم پنهنجو پاڻ ملي وڃن ٿا ۽ خوشيون خريد به نه ٿا ڪري سگهون، ڇو؟

ج: خوشين خريدڻ جو خيال لاهي ڇڏيو ته ڪنهن حد تائين غم جي تيزي به گهٽجي ويندڙ.

* صابر شڪور سيال- ڳارو شاهه

س: ماڻهو کي مارينڊڙ کي ڦوهاري ۽ قاتل سڏيو وڃي ٿو ۽ هزارها ماڻهو مارينڊڙ کي فاتح ۽ جرنيل ڇو؟

ج: ڪٿي ڪان پور جيڪو وٺين سو سڏرائين، ڪهڙن وارو ڪم آهي.

* ذوالفقارعلي "ناصر" سارهو باڊه

س: چوندا آهن ته سوچ آزاد آهي، سو وري ڪيئن؟

ج: اهو برابر آهي، جاڪاڻ ته ڪن به پنڌلن کان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ سڀ کان اڳ ذهني طرح انهن کان انڪار، ماڻهو کي آزاد ڪرائي ٿو: آزاديءَ جو اهو شروعاتي ڏاڪو آهي، جيڪو اڳتي هلي پاڻ کي پهن مان ڪڍ ڍڪي ڏسو، پاهريون پابنديون ان مرحلي تي طلسمي نظر اچڻ ٿيون.

* مهرعلي ٿهيم- خيرپور

س: شاهه صاحب ڪانسواءِ دنيا ۾ پيو ڪهڙو شاعر آهي جنهن پنهنجي ڪلام ۾ تبديلي نه آندي هجي؟

ج: اوهان جي سوال جو مطلب سمجهه ۾ نٿو اچي، ڪهڙي تبديلي؟

* عنايت منور بلوچ- نواب شاهه

س: عشق جي آخري منزل ڪهڙي ٿيندي آهي ۽ ڇو؟

ج: شخصي عشق جي آخري منزل مايوسي ٿيندي آهي.

* عبدالقادر خاصخيلي- جيڪب لائين ڪراچي.

س: ماءُ جي پيرن هيٺان جنت آهي ته زال جي پيرن هيٺان ڇا آهي؟

ج: شادي ڪري ڏسو، پاڻ کي جيڪو تجربو ٿيو آهي سو پڌائڻ جو ڪونهي.

* محبوب علي بلوچ- پٽ شاهه

س: سنهڙو ماڻهو سڀ کهڻي ڇو ڪندو آهي؟

ج: توهانجي ڳوٺاڻي لطيف سائين جو چوڻ آهي "سنها پاڻ ۾ سڀ اٿي وياءُ واسينگن".

* محمد اقبال بلوچ- ڏرپار

س: منهنجو محبوب مون کان رسي ويو آهي مشورو ڏيندا؟

ج: پنهنجي مشوري منجهان "مثبت" نتيجا ڪونه نڪرندا.

* موهن لال ڪرپالاڻي- لي مارڪيٽ ڪراچي

س: مائٽ پنهنجي اولاد کي ڊاڪٽر يا انجنيئر ڇو ڪندا آهن ۽ ماستر ڇو نه؟

ج: گهڻا مائٽ اولاد کي "پڊو نوٽ" سمجهندا آهن، انڪري.

* اسجد قاضي - بات آئلينڊ ڪراچي

س: ماڻهوءَ ۽ انسان ۾ فرق سمجهايو؟

ج: ڪو فرق ڪونهي.

* نارائڻ داس منڊاڻ - غوث پور

س: جيڪڏهن سڄي سوڍ هوندي رستي ۾ ڪا بد شڪل عورت ملي وڃي ته؟

ج: هيڏي پرڻي جهان منجهان اوهان جو سوڍ سڄو ٿيو ڪيئن؟ باقي ڳالهيون پوءِ.

* ذوالفقارعلي بروهي - ٽنڊو محمدخان

س: هڪ ڇوڪري مونکان نفرت ڪري ٿي، پڇايو ته ڇا ڪريان؟

ج: واندا آهيو ڇا؟

* عبدالغني شيخ - پراڻي ڀاڏه

س: سنڌي ادب جي آئيندي بابت توهان جو ڇا خيال آهي؟

ج: سنڌي ادب، دنيا جي عظيم ادب سان هلي ڪلهو ملائيندو.

* مشتاق عباسي - ٽنڊوڄام

س: اسان جي قوم ڪرڙيون هٿندڙ ۽ بساهه پورا ڪندڙ يار وانگر ڇو آهي؟

ج: ائين ناهي.

* مانو چاوڙو - ڪڙيو گهنور

س: انسان جون سوچون، خيال ۽ صورتون مختلف ڇو آهن.

ج: مختلف صورتن جا سبب بائلاجيڪل آهن. سوچن ۽ خيالن جي ڌار ڌار هئڻ جو سبب هر ماڻهو جو ڌار تجربو آهي. هڪڙي گهر جي ٻن ٻارن ڏانهن ئي گهر جي مختلف ڀاتين جو ورتاءُ ڌار ڌار هوندو آهي، ان ڪري هن جي پنهنجي ورتاءُ کي به پئن جي لاڳاپي سان ڏسڻ گهرجي.

* عبدالمجيد بلوچ - غازي خان گوپانگ وايا ڪنڊيارو

س. اڄ ڪلهه ننڍن ۾ ادب، ۽ وڏن ۾ الفت ڪانهي، ڇو؟

ج. بي اطميناني جي عام لهر آهي ان ڪري.

* غلام رسول بي اختيار ٽنڊوآدم

س: سنڌ دنيا ۾ ڇا جي ڪري مشهور آهي؟

ج: دنيا ۾ ٻي ڪا سنڌ ڪانهي ان ڪري.

* ذوالفقار علي - لاڙڪاڻو

س: ڇا انسان جمندي ڄام هو يا اوسر جي ڪيترن مرحلن منجهان گذريو؟

ج: جديد علم جي آڌارتي انيڪ مرحلن منجهان گذريو آهي.

* پاڳهل بڪڪ - ليمارڪيٽ ڪراچي

س: جڏهن انسان کي ٻه اکيون ٿيون آهن، ته پوءِ به اکيائي تي واويلا ڇو؟

ج: اهو هڪ اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ بي انصافي ڪرڻ آهي ۽ بي انصافي تي واويلا نه ڪجي ته ڇا ٿهڪ ڏبا؟

* جي اي سنڌي - ڪراچي

س: سچل جي ان وائي جو ور پڙائيندا جنهن جي ساٿ ڪرڻ سان مشرڪ ۽ ڪجهڻ سان ڪافر ٿيڻ جو انديشو آهي؟

ج. اوکين حالتن ۽ پوسٽ واري سماجي وايومنڊل تي سچل سائين جو اهو بيت ٺهڪي اچي ٿو، جتي ڪي ڪڙا ۽ هضم نه ڪري سگهڻ جهڙا سچ پڌرا ڪري وجهندڙن کي آزمائش ۾ وجهي ڇڏيندا آهن، ۽ پوءِ ڪجهڻ سان ڪفر جي فتويٰ يا پٺي ڪنهن پاڻ لڳڻ جو امڪان هوندو آهي، ۽ ان سچ کي پڌرو نه ڪجي ته پوءِ ضمير جي اڳيان ماڻهو پاڻ کي مشرڪ سمجهندو.

* منظور حسين "منظور" شر- ٽنڊوڄم ۾

س: انسانيت جو صحيح روپ ڪير ڏيکاريندو آهي، شاعر، اديب يا سياستدان؟

ج: عوام ڏانهن ذميوار هجن ته سڀئي اهو ڪم ڪندا آهن.

* عطاحسين مهتو - سنڌي مسلم سوسائٽي ڪراچي

س: غريب کي ڌڪاريو ڇو ٿو وڃي، جڏهن ته سڀ انسان هڪجهڙا آهن؟

ج: هجڙين حالتن ۾ عملي طرح سان سڀئي انسان هڪجهڙا ڪونهن تنهن ڪري پڇجو نه.

* مقبول عالم لغاري - ڏ ڳاڻو بوزدار

س: سنڌي اديب ۽ دانشور محمد ابراهيم جويو، ون يونٽ جي جوڙ ۽ ڇالاءِ حمايت ڪئي هئي

ج: جن ماڻهن ٿي ماهي ... جي هڪ ايڊيٽوريل کي ... سمجهندي اهڙا گمان ڪيا هئا. محترم ابراهيم جويو انهن سرواڻن سان آهي جن ته رکيو ون يونٽ ۾ عوام کي سڌي يا اڻ سڌي طرح متاثر ڪندڙ ڳالهين خلاف اديبن کي تنظيمي ۽ فڪري طرح سان چرير ۾ رکيو آهي.

* روشن ڪلهوڙو- محبت ديرو

س: مهاتما گانڌي پنهنجي عمر ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا؟

ج. پاڻو اصلي تعداد جي پاڻ کي خبر ناهي. مهاتما گانڌي گهڻو ڪري اخبارن ۾ لکيو هو ۽ انهن لکيتن کي پوءِ ڪتابي شڪل ۾ آندو ويو.

* چڪن "بسار" ڳوٺ لکهيار

سوال: انسان جي فطرت ۾ گهڻيون ڳالهيون آهن، پر ان ۾ غداري واري عمل جي ڪهڙي نوعيت آهي؟

ج: ڳڌيل ڪاراڻتي عمل ڪان ڌار رهندڙ، تاريخ جي

وڪري ڪي نہ سمجهي سگهندڙ، نراسائي يا شخصي مفادن جي تابع ٿيڻ سان اهڙي حرڪت ٿيندي آهي.

* رفيق لوطائي- جنگشاهي

س: پاڪستان ۾ نعتون ڪنسٽن ۾ رڪارڊ ٿيون ويون آهن نہ پاڪ گيت پہ ڪهڙن

ڪنسٽن جي گهڻي گهر نٿي ٿي، نعتن جي يا ڊسڪو گيتن جي؟

ج: پاڪستان ۾ اسلامائيزيشن جي سرڪاري تحريڪ وڏي زور تي آهي. اها پڻ ڳالهہ آهي تہ نازيہ حسن جو "ڊسڪو ديواني" وارو ڪئسيٽ پراڻا سڀ رڪارڊ ٽوڙي چڪو آهي.

* معشوق علي اوڍائو- نصيرآباد

س: آزاد قومون ڪيئن غلام ٿينديون آهن؟

ج: جڏهن سندن پيداواري وسيلن تي قبضو ٿي ويندو آهي.

* شيخ عبدالفتاح- ڄامشورو

س: ڀٽائي جي عرس تي سنڌ ۾ عام موڪل نٿي ڪئي وڃي. ڇا هو فقط حيدرآباد ڊويزن جو شاعر هو؟

ج: لطيف سائين جي وڏائي کي سرڪاري ڪسوٽين تي پرکڻ جي ڪوشش نہ ڪريو.

* نصرت حسين تيمـ- لعلو رائنڪ

س- اڄوڪو استاد شاگرد کي سڌاري ٿو يا ڪاري ٿو؟

ج- هو پاڻ ڏچي ۾ آهي تنهنڪري ڪارڻ ۾ سڌارڻ سان لاڳاپو ڪونهيس.

* يوسف سنڌي دڙو

س- شيڪسپيئر چوائي "دنيا اسٽيج آهي ۽ ماڻهو سڀ اداڪار آهن." توهان جو ڇا خيال آهي؟

ج: ائين ڪونهي. بک بيماري، جهالت ۽ هر قسم جي ويڌن ۾ ڦاٿل ماڻهو ڪهڙي اداڪاري ڪن ٿا. ان ڪانسواءِ اداڪار هميشه نقل ڪندو آهي ۽ ڪنهن کي ڪٿي ڪنيو آهي جو سٺين اداڪاري ڪري.

* ڪرمڪ داس اسلاميا هاءِ اسڪول روهڙي

سوال: سنڌي معاشري سان ڀر ائين ريتن رسمن جو خاتمو ڪڏهن ٿيندو؟

جواب: ريتن رسمن ۽ ماڻهن جي شعوري نفسيات جو آڌار سندن ڪيل پورهئي جي موٽ ملڻ جي طريقي تي آهي. پراڻين ۽ مدي خارج رسمن جي پڄاڻي ان سرشتي جي آئيندي سان لاڳاپيل آهي.

* سيد مختيار علي شاهہ
پاهڙ لغاري

سوال: حق جي راهہ ۾ لڳل زخم مان وڌيڪ راحت ملندي يا حرام جي مال سان زندگي گهارڻ ۾؟

جواب: حرام جي مال تي ٽوڳر ڪندڙن جي هيانو تي ڇو ٿا ڳوڙهو ڇڏهيو. هن وقت جيڪا معاشرتي سوچ زور وڌي پئي آهي ان ۾ حق جي راهہ وٺندڙن کي چريو، ۽ جنوني ڪوٺيو وڃي ٿو پر دل نہ لاهجو.

* عبدالحڪيم سولنگي جهمپير

سوال: سقراط زهر جي پيالي کي يا زهر سقراط کي امر بنايو؟

جواب: سقراط جي وڏائي ۾ سچ جو سچو هن جو پنهنجو هٺ آهي.

* روشن جهان قريشي - پوپڪ

سوال: عورت کي ڪمزور ڇو ٿو سمجهيو وڃي؟

جواب: اها سوچ پرماري سرشتي جو هڪ حصو آهي.

* جيوت رام بجاج روهڙي

سوال: شاعرن کي چريو ڇو چوندا آهن؟

جواب: شاعر پنهنجي زماني جي نفسيات، سوچن ۽ فڪر جا عيوضي هوندا آهن.

* محمد رحيم ميربحر چتو چنڊ

سوال: خلوص، سچائي ۽ وفاداري جو سيادو اوڙهي زندگي جي اعلي قدرن کي ڇو پائمال ڪيو وڃي ٿو؟

جواب: پانڙا ماڻهن تي جيڪي پوش چڙهيل آهن، تن تي نہ وڃو. پرک، ڪرتوتن جي پڌا ٿيندڙ نتيجن تي ڪئي وڃي.

* زيب النساء زميني ٽنڊوقيصر

سوال: "لکيو سنجهہ نراڙ قلم ڪياڙي نہ وهي." وضاحت ڪريو؟

جواب: ڪنهن بہ ڏکوئيندڙ واقعي، جنهن تي ڪو اختيار نہ هلي سگهندو هجي، تنهن جي ڏي وڃڻ کان پوءِ، اهو مجبوري جو اظهار آهي.

* جهانگير عادل قريشي پوپڪ

سوال: دنيا جو وڏي ۾ وڏو ظالم ڪير آهي؟

جواب: اهو فيصلو پنهنجي اختيار ۾ ڪونهي.

* عبدالواحد سجاڳ ڪنڍياڻ
ميرپورخاص

سوال: ڪي سنڌي مادري ٻولي کي ڇڏي ڌاريءَ کي اختيار ڪري ويٺا آهن ڇو؟

جواب: اها موقعي پرستي آهي.

* سي بي ماڪيجا کپرو

سوال: دنيا ۾ عورتن جو تعداد گهڻو آهي يا مردن جو؟

جواب: مختلف ملڪن ۾ گهٽ وڌائي آهي پر مجموعي طرح سان عورتن جو تعداد وڌيڪ آهي.

* عبدالغفور دائودائي -
ٽنڊو الهيار

سوال: نئين نسل پنهنجن ابن ڏاڏن کان ڌار نظريو ڇو اختيار ڪيو آهي؟

جواب: اهو لاڳيتو اڻٽر سلسلو آهي. ائين نہ هجي ها تہ اڄ بہ انسان غارن ۾ رهي ها. هر نئين نسل کي ڪڏهن ڪوڙي

هڪ هنڌ ٻڌي قابو ڪري ـ ٿو
سگهجي. جيڪڏهن اوهان جي
سوال جو ٻيو ڪو مطلب آهي
تڏهن به نئون نسل اهڙي ماحول
۾ اکيون کولي ٿو جيڪو وڏن
جو ئي ٺهيل آهي، سڌي
يا اڻ سڌي طرح.

* نادر خواجه ـ ٺلهار
سوال: تاريخي عمل ۾ سماجي
۽ تاريخي حالتون فرد جي ڪردار
جو فيصلو ڪن ٿيون يا فرد آزاد
طريقي سان پنهنجو ڪردار طئه
ڪري ٿو؟
جواب: سچ سائين، فرد
جو شعور آسپاس واري ماحول
کان متاثر ٿيندو آهي ۽ اتي ئي
موجود چڱاين ۽ خرابين منجهان
ڪنهن جي ڪيس چونڊ ڪرڻي
پوي ٿي، ڪيس ڪهڙي مجال
آهي جو حالتن کان ٻاهر وڃي
هو حالتن سان لاڳاپيل آهي.

* غلام مرتضيٰ ٻڪڪ حاجي
مريد ڳوٺ
سوال: اهڙي مشين ڪڏهن
ايجاد ٿيندي جيڪا انسان کي
اخلاق ۽ محبت سيکاريندي؟
جواب: اها ڳالهه مشين جي
وس ۾ ڪانهي، آسرو تبديل
ڪريو.

* عبدالرشيد ايم منگي رتوديرو
سوال: شهباز قلندر ڪيتري
عمر ۾ سنڌ ۾ آيو هو؟
جواب: سٺو سالن جي لڳ
ڀڳ عمر ۾.

* وفا غلام الله ڪوري بلوچ
شهداد پور
سوال: محبت، مذهب جي
محتاج آهي مذهب محبت جو؟
جواب: توهان چوائڻ ڇا ٿا
چاهيو؟

* نواز رحيم زميني، ٽنڊو قيصر
سوال: ڇا خدا به ماڻهن
وانگر راضپي ۽ ناراضپي جا جذبا
رکي ٿو؟
جواب: ماڻهن وانگر تـــه
هرگز نه.

* اياز لطيف دايو، گهوٽڪي
سوال: ڪنهن جو ساهه ڪڍڻ
۾ غريب ماڻهن جو وارو ڪڏهن
ايندو؟
جواب: جيڪڏهن ائين
رڳو پڇ ٿيندا رهيا ته پوءِ اوير
ٿي ويندي.

* عبدالله گل ڳوٺ ڪرم خان
نظاماڻي.
سوال: انسان ڏوهه ڪري
پوءِ پڇتائيندو ڇو آهي؟
جواب: پڪڙيو آهيو.

* شفقت حسين گهانگهرو رتوديرو
سوال: انسان هڪ ئي وقت
وس وارو ۽ بي وس ڇو آهي؟
جواب: اهي "نعمتون"
ورهايل آهن ان ڪري.

* محمد سليمان ميمڻ ـ ننڊو شهر
سوال: برائي کي پنهنجو
بنائڻ سان ڇا ورندو؟
جواب: عشق پشق جي
ڳالهه هجي ته پڇجي پري ٿجو.

* ڪپتان خالد مجيد ـ پيٽارو
سوال: معاشري جي برائين
جي ذميوار دولت آهي يا غربت؟
جواب: دولت جو استعمال.

* نياز حسين کهاوڙ ـ ڳوٺ
خان محمد کهاوڙ
سوال: انسان ۽ انسانيت ۾
ڪهڙو فرق آهي؟
جواب: انسان انهن آدرشن
۽ قدرن جو ميڙاڪو آهي جن
سان انسان ذات جي ڀلائي ۽
سلامتي جي ضمانت ملي ٿي، ۽
چاڻي وارا انسان انهن اصولن تي
هلندڙ آهن. باقي ماڻهو ته سڀڪو
آهي ـ ڪيئن سرائي.

* عبدالله خان ملاح فروٽ ۽
سبزي مرچنٽ هالائي.
سوال: پنهنجي لاءِ ته سڀ
ڪو جدوجهد ڪري ٿو ۾ ٻين لاءِ
به ته ڪير ڪم اچي؟
جواب: وڏي ڳالهه ڪئي اٿو
۾ شروعات ۾ پاڻ کي ئي ڪرڻي
پوندو.

* احمد حسين آرسر ـ ٽيپو آدم
سوال: جن سان گوڙهي محبت
هوندي آهي اهي انسان جلد
الله کي ڇو پيارا ٿي ويندا آهن؟
جواب: ادا اهي درد وارن
جا وڏا داستان آهن. بس ڳالهه ئي
نه پڇو.

* ايس ايم صالح ـ احمد آباد
سوال: هٽ جي جنبش
وڌيڪ آهي يا ڦيٿي جي؟
جواب: ڦيٿو سائيڪل جو
هجي ۽ هٽ ڪنهن بيروزگار جو
ته پوءِ ساڳئي ڳالهه آهي.

* عزيزالله پنهور داپيجي
سوال: خدا پاڪ کي راضي
ڪرڻ لاءِ عبادت جو بهترين
طريقو ڪهڙو آهي؟
جواب: جنهن منجهان اوهان
پاڻ مطمئن ٿيو.

* غياث الدين شيخ ـ شڪارپور
سوال: اڄڪلهه جون
ڇوڪريون ڊاڪٽر ٿيڻ ڇو
چاهينديون آهن؟
جواب: شڪر ڪريو صوبيدار
ٿيڻ نه ٿيون چاهن.

* محمد علي پنهور ـ ملير ڪالوني
ڪراچي
سوال: جيڪڏهن غريب
ماڻهو تڪليفون وٺي اولاد کي
تعليم ڏيارين ٿا ته اهو سندن
فرض آهي يا احسان؟
جواب: غريب هئڻ جي
صورت ۾ به ائين ڪن ٿا ته اهو
احسان ئي چئبو.

* وزير علي "شاد" منگي
ڏاڏڙي تعلقو ڏوڪري
سوال: حسبي نسبي دولت
وارو وڏو ماڻهو آهي يا ماڻهپي
۽ انسانيت کي سڃاڻندڙ؟
جواب: اصل ڳالهه ماڻهپي
جي آهي.

* غلام قادر ٻٻورو (ڏهارڪر)
سوال: اڄ ڪلهه اپرندي
جون عورتون ازلهه جي تهذيب

جو شڪار ٿيڻ جو لڳيون آهن؟

جواب: پرواهه نه ڪريو اولهندي جا مرد توڙي عورتون وري اپرندي جي نشن پتن جو شڪار ٿي ويا آهن، سودو سروبدر آهي.

* غلام مصطفيٰ "شهزاد" سومرو ڏيڍو محمد خان

سوال: هر شئي پالش سان چمڪندي آهي، پر تقدير چمڪائڻ جي ڪهڙي پالش آهي؟

جواب: واهه جو شوق ڏٺو اٿو. صلاح ڏنو ته ان چڪر ۾ پئو ئي نه.

* نصير احمد چانڊيو - هالائي

سوال: هيءَ دنيا فاني آهي يا لافاني؟

جواب: فيصلو صادر ڪرڻ سان ڪهڙو فرق ٿو پوي.

* الهجڙايو ڀنڀور - خدا آباد

سوال: ڪي انسان اهڙي خوبصورت زندگي کان مايوس ڇو ٿي ويندا آهن؟

جواب: حورن جا ڏس ڏيڻ وارا به جلدي جنت وڃڻ لاءِ تيار نه هوندا آهن.

* سڪندر علي گرگيز - نئون ڪوٽ

سوال: سنڌ جي تهذيب ڪيتري پراڻي آهي؟

جواب: پڙدي پڙدي ماڻهو ٽڪجي پيا آهن، ۽ اوهان اڃا پيا ليکا ڪريو.

* حاجي انور حسين شيخ - نارٿ ناظم آباد ڪراچي.

سوال: گهڻن بدران نوراني ۾ اتحاد ڇو هوندو آهي.

جواب: غير سلامتيءَ جو ڪڏهن احساس ڪين هڪ هنڌ ٿي آڻي بيهاري ٿو.

* رشيد انيڙ - کهونڪي

سوال: قوم پرستي وارو نظريو ڪيترو صحيح آهي؟

جواب: ڇو ته ذهني ۾ وجهرايو.

* جاني اياز - نئون ديرو

سوال: سنڌي ۾ ادبي شعور ڪڏهن پيدا ٿيندو؟

جواب: جڏهن اديب اها ذميواري تنظيمي ۽ تخليقي بنيادن تي پاڻ تي کڻندا.

* تبسم ڪميٺ - ميرپور خاص

سوال: ڳوٺاڻن جو معمولي ڳالهه تان تڪرار ته عام آهي پر پڙهيل ڳڙهيل سنڌي به پاڻ ۾ وڙهي ٿا مرن، انهي توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟

جواب: جيڪي به ماڻهو سڄي سماج جي ڏور کي هٿ ۾ رکندڙ قوتن کي سمجهي نه ٿا سگهن اهي ذاتي جهيڙن ۾ وڃڙي پوندا آهن، ۽ ان ليکي ۾ پڙهيل يا اڻ پڙهيل جو فرق ڪونهي هوندو.

* محمد رفيق راهو - اگرو راهو

سوال: جسم جي صفائي ته پاڻي سان ٿئي ٿي پر دل جي صفائي ڪهڙي شيءِ سان ٿئي ٿي؟

جواب: گهڻي مطالعي ۽ ان کي سمجهڻ سان دل ۽ دماغ پنهنجي صفائي ٿئي ٿي.

* محرم علي سومرو خانپور شڪارپور

سوال: جوانيءَ ۾ ماڻهو شريف ۽ ايماندار هجي ته به گهڻن ماڻهن جي نظر ۾ مشڪوڪ ڪردار وارو ڇو ٿيندو آهي؟

جواب: ڪوڙيءَ ڪي ٿي کهرو آهي ان ڪري ٿورڙن شريفن کي به اهڙا ڏينهن ڏسڻا پون ٿا.

* انور مهاڻو سڪرنڊ

سوال: شهري اديب ڳوٺاڻن جون ڳالهيون گهڻيون ڪندا آهن پر ڳوٺن ۾ رڌل تقريبن ۾ اچڻ جو واعدو نه نڀائين ته ڳوٺاڻن جي دلين تي ڪهڙو اثر پوندو؟

جواب: ظاهر آهي ته ڪين ڏک رسندو، پر شهرن ۾ جيڪي به مشغوليون آهن تن کي اسان وساري نٿا سگهجي.

منظور علي واڌيڙ - ڪراچي

سوال: ڇا سبب آهي جو موجوده دور ۾ ولي ۽ بزرگ پيدا ڪونه ٿا ٿين؟

جواب: ڪاسورا گهڻو ڪري وڏيرن کان پير ۽ بزرگ ۽ وليءَ جو درجو رکن ٿا. هاڻي ته خوش ٿيا نه.

* محمد ياسين دائود پوٽو - دڙي تعلقو ڪنڊ ڪوٽ

سوال: سس ۽ ننهن جي جهيڙي ۾ ڪيترن مردن کي بيءَ ماءُ، يا زال کان ڇڄڻو پوندو آهي، اوهان وٽ ڪو نوس حل آهي؟

جواب: ان معاملي معاشري جي نفسيات جو اثر آهي. اهڙيون ڳالهيون گهڻو ڪري غريب يا هيٺين وچولي طبقي جي ماڻهن ۾ ٿين ٿيون، جن کي گهر کان ٻاهر توڙي اندر گهڻيون ئي پريشانيون آهن. جيستائين ماڻهن جون سماجي پريشانيون ختم نه ٿيون ٿين، تيستائين ڪو حل ڪونهي. باقي شخصي طرح حالتن کي سمجهي ڏاهپ کان ڪم وٺجي ته ڪنهن حد تائين بچي به سگهجي ٿو.

* عبدالحسين جوڻيجو - ڏاسرا (لاڙڪاڻو)

سوال: موجوده سماج ۾ خوددار انسان کان نفرت ڇو ٿي ڪئي وڃي؟

جواب: عزت ۽ وقار کي جتي پئسي سان پرکيو ويندو اتي ائين ٿيندو. اهڙين حالتن ۾ خود داريءَ کي سرڪشي ۽ بغاوت سمجهيو ويندو آهي. هونئن خودداري کان نفرت جي عام لهر، سماجي زوال جي نشاني

آهي.

* امام علي شاهه راشدي- نئون ديرو

سوال: انسان، انسان جو دشمن ڇو ٿي پيو آهي؟

جواب: ڪجهه بنيادي ٽڪراءَ ٿي پيا آهن، شاهه صاحب.

* غلام مجتبيٰ سومرو- سي ايم سي لاڙڪاڻو.

سوال: ماڻهو سوپ دو سهرو پنهجي مٿي تي پڏندا آهن، پر ناڪاميءَ کي قسمت ۽ قدرت تي هٽندا آهن، ڇو؟

جواب: حقيت کسي منهن ڏيڻ جي همٿ ختم ٿي وئي آهي، تنهن ڪري اهڙي پڙيانپ ٿئي ٿي.

* راجا ممتاز علي سومرو ٽنڊو محمد خان

سوال: ماڻهو دولت کي زندگيءَ کان وڌيڪ ڇو سمجهندا آهن؟

جواب: مغز ڦريل اٿن پيو وري ڇا.

---

ٽريفڪ جي حادثن ۾ ڏوهاري اهو آهي جيڪو جيئرو بچي. سياسي حادثي ۾ معاملو ابتو آهي.

---

پنهنجي هيٺاين کي وقت تي نه مڙهيو، هن جون پنهنجون ئي گهٽيون ڪمزوريون آهن.

---

مان مطالبو ٿو ڪريان ته غورو فڪر تي محصول لاڳو ڪيو وڃي، جيئن گهٽ ۾ گهٽ ان کي قانوني حيثيت ته ملي وڃي.

---

غلام اهي ماڻهو آهن، جن جي هڪڙي قيمت مقرر هوندي آهي.

---

ڪاغذ ڪيڏي نه صبر ڪندڙ شيءِ آهي. هو سڀ ڪجهه سهيو وڃي.

---

ڪوئن کي ميار ڏني ويندي آهي ته ٻڏندڙ ٻيڙي کان موڪلائي ڪندا آهن، ڀلا ٻڏندڙ ٻيڙي ۾ ڪوئن جي ڪهڙي گهرج؟

(ڪابربل لانگوب)



# اوهان جا خط

* هلال جي بنيادي پڙهندڙن مان هڪ آهيان ۽ جڏهن کان ڪراچيءَ مان شايع ٿيڻ شروع ٿي آهي بنا ڪنهن وڌيءَ جي ان جو خريدار آهيان ۽ ١٩٧٩ کان ان جو هر پرچو مون وٽ محفوظ آهي. سنڌ ۾ هن وقت ڪيترن ئي اخبارن پنهنجي رنگ ۽ ڍنگ سان شايع ٿي رهيون آهن ۽ سنڌ جي عوام جي خدمت ڪري رهيون آهن، پر جنهن رنگ ۽ جذبي سان هلال پاڪستان سنڌ جي مارئڙن جي مسئلن ۽ مونجهارن کي نمايان طور شايع ڪري رهي آهي سو ساراهڻ لائق آهي. هن اخبار نه فقط سنڌ جي ماڻهن جا مسئلا حل ڪرايا آهن پر سنڌ جي تاريخ کي اٿلائڻ پٿلائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.

اخبار تمام ٿوري عرصي ۾ پنهنجي مختلف ڪالمن ۾ گهڻو ڪجهه ڏنو آهي. مئگزين جنهن خوبصورتيءَ سان پيش ڪئي پئي وڃي ان لاءِ سڀئي ڪارڪن مبارڪباد جا مستحق آهن. هڪڙو عرض ڪندس ته ان کي باقاعدگيءَ سان ۽ وقت اندر شايع ڪرڻ جي مهرباني ڪندا رهندا. رهيو سوال ميگزين جي مواد جو ته اهو به سٺي معيار جهڙو آهي. پر ان سان گڏ وڏن اديبن کي به ايئن ڪريو ته جيئن ميگزين اڃا به خوبصورت ٿئي. هن مهيني ڏنل مواد مان سيوهڻ سرڪار جو معاشرتي جائزو، سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر، "قديم سنڌ جا هنر"، "سنڌ تي سومرا حڪومت"، "خفتي"، هي به وڏو ڏينهن آهي، ڪاٿو، سفر نامو، شاعريءَ جو سماجي ڪارج، وڪرمو وهاءُ، سچل ۽ سچ، ساراهڻ جوڳا آهن. هڪ عرض ڪندس ته ان ۾ شاگردن جو صفحو به شامل ڪريو ته بهتر ٿيندو. مئگزين جي قيمت پنهنجي جاءِ تي مناسب آهي.

- ڏني بخش بروهي ڪهڙو

* هن پيري مئگزين ۾ غلام محمد لاکو جو مضمون، ۽ عبدالڪريم گڏي جي بهترين تحقيق آهي. شاعريءَ ۾ آڪاش جو شعر - استاد ته واقعي سنڌيءَ جو سونارو آهي سو سندس ذڪر نه ڪرڻ ڪفر جي برابر آهي - سائين غلام حسين رنگريز ۽ عنايت بلوچ جي شاعري تمام بهترين هئي. حاجي بابا جو هڪ ڏينهن به چڱو سلسلو آهي. اوهان ڪهاڻيءَ کي وڌيڪ همٿايو ڇا لاءِ جو اسان وٽ تمام ٿورا ڪهاڻيڪار آهن. شاعريءَ جو سماجي ڪارج اهڙا اصلاحي مضمون سو به جوئيو صاحب جهڙن مذڪرن جا ضرور شامل ڪيو. ميگزين جو معيار خود به خود اپرندو. سوال جواب به سٺو سلسلو آهي. ان ۾ ڪنهن جوا گهرو وڌ ته بهتر رهندو. ٻيو اوهان کي فلم ريڊيو ۽ T.V وارن جو حصو به ضرور ڏيڻ کپي. فلمن ته ڀلي ڪونه ڏيو باقي ٽي.وي جي ڊرامن ۽ پروگرامن تي تبصرا ضروري آهن.

ننگر سومرو

ڳاڙهي موري

* سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ ڪتاب ۽ رسالا جيڪي مواد جي لحاظ کان وڻندا اٿم، ضرور خريد ڪندو آهيان. "هلال ميگزين" پابنديءَ سان وٺندو ۽ پڙهندو آهيان. ڊسمبر جي پرچي جو وقت سر پهچڻ ۽ ثقافتي لحاظ کان ٽائيٽل ڏيڻ لاءِ اوهان کيرون لهڻيون. سچ ته ٽائيٽل ڪور ڏسي دل ۾ اها هرکر پيدا ٿي ته هلال ميگزين جي ٻي ڪاپي خريد ڪري اهو ٽائيٽل ڪور ڪمري ۾ ٽنگائي رکجي. سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر ۽ تاريخ جو پورو حصو ڏاڍو وڻيو. شاعريءَ واري حصي ۾ به وقت جي ضرورت جي لحاظ کان ڏاڍو سٺو مواد وڻيو. اڪبر سومرو، اسحاق راهي جا شعر، عنايت بلوچ، تاجل بيوس جا نظم ۽ بيت، ناظم حڪمت جو "مٺن نينگري" وڻيا. علي بابا جو ڪالم ڏاڍو سٺو آهي. ٻارن لاءِ لوڪ ڪهاڻي ڏاڍو عمدو سلسلو آهي. اميد ته سڀني ساٿين کان تعاون وٺي ان سلسلي کي هلائيندا. ڪهاڻين ۾ "خفتي" ۽ پرڏيهي ڪهاڻي ٺٺڪ ۽ ٺڪون وڻيون. مجموعي طرح ميگزين ڏاڍي وڻندڙ آهي. ان کان وڌيڪ مواد ڇاپڻ واري اميد ته اوهان "پنهنجي ٻاران" ۾ ختم ڪري ڇڏي آهي ته ڏهن ۾ هن دور ۾ اهڙي پياري

مئگزين ڪيڏي تتل دلين تي
ٿڌي ھالي جا ڇنڊا هنيا اٿو.

**هدايت مهيسر**
خيرپور

* تاريخ جو حصو ڀرپور هو. غلام محمد لاکي جي محنت ساراهڻ جوڳي هئي. دستگير ڀٽي ٻن ٽورن لفظن ۾ سٺي معلومات ڏني. ادب ۾، شاعري جو ڀاڱو چڱو هو. آڪاش انصاري ۽ استاد بخاري جا نظم چڱا هئا. تاجل بيوس جي بيتن سوهي چڙهيو. قربان آزاد جو غزل "حاتي" پڻ چڱو هو. اسحاق راديءَ جو غزل اڪ ۾ چڀڪي آهي. عرفان ٻنهنجي عمرڪان گهڻو وڏو ٿيو لڳيو ۽ ٿ حقيقت ڪي لڪائي ڳالهه ڪئي اٿس. شمس سومرو جي ڪهاڻي "خفتي" ۽ شميم سومڻ جي "ماسات مٺي ذات" اڇوتي ماحول تي چٽيل هيون. زبيده ميتلو جي ڊائري ۽ سليم چنا جو تاثر وڻيو. الطاف شيخ جو سفرنامو ته هر ڀيري معلومات سان گڏ ڏاڍو مزو ڏيندو آهي. علي بابا جو هڪ ڏينهن گهڻو وڻيو. "شاعري جو سماجي ڪردار" جويي صاحب تمام سليس ڪري لکيو آ. اميد ته اهڙين ضرورت وارين شين کان وانجهو نه ڪندا. رنگريز صاحب جو مقالو "وڪرسووءَ" چڱو هو. مختيار ملڪ جو مضمون سچل ۽ سچ ٻئي سٺو هو. مقصود گل جي رپورٽ "حاسي جي يادم" ۾ وڌي پرنلاءِ مقصود گل جي محنت ساراهڻ جوڳي آهي. هارون رند سان ڳالهه ٻولهه به سٺي هئي پيشو نصير مرزا ڏاڍي ذاتي سان قلمبند ڪئي هئي. ڪوبن ڪٽنگ جي صورت ۾ ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي.

**—بادل ٻگهيو**
شاهپور جهانيان

* تاريخ جي حصي ۾ سيوهڻ سرڪار جو معاشرتي جائزو پڙهيم ۽ سوچيم ته اڳ ۾ به اسان ڏاڍيون سختيون ۽ قربانيون ڏنيون آهن. ادب سان پڻ آڪاش انصاري صاحب جو نظم تمام بهترين ۽ حالتن مطابق ٺهڪي اچي ٿو ۽ ان سان گڏ مارونڙن جو ميٺارو استاد بخاري جو لکيل ڏاڍو وڻيو ۽ دل ۾ چيو ته اسانجي سماجي سنڌي جي واريءَ ۾ موتي آهن اسان دل جي گهرين نظرن سان نٿا ڏسون نه انهن جي پڙائيل راهه تي هلون ٿا. علي بابا جو "هڪ ڏينهن" دلچسپ هو ۽ شمس سومرو صاحب جي ڪهاڻي "خفتي" معاشري جي لحاظ سان ٺهڪي ٿي، ۽ سچل ۽ سچ پڻ مختيار ملڪ جو لکيل مضمون ڏاڍو دلچسپ لڳو.

**— علي مراد بروهي ٿي ڪوٽ**
شهداد خان برهماڻي

* هلال مئگزين پڙهندو اچان. مئگزين جو معيار سٺو رکيو اٿو. علي بابا جو "هڪ ڏينهن" گهڻو پسند آيو. تاريخ جي حصي ۾ "قديم سنڌ جا هنر" ۾ چڱو مواد هيو ۽ "سيوهڻ سرڪار جو معاشرتي جائزو" شايع ڪري وڏي معلومات ڏني وئي آهي. شاعريءَ جو حصو به بهتر آهي، "الطاف شيخ جو سفرنامو، پسند آهي. هلال مئگزين هڪ مڪمل ادبي ڪتاب آهي، پر پروف جي غلطين کي سڌارڻ ضروري آهي. منهنجو سنڌي پڙهندڙن کي عرض آهي ته سنڌي ڪتاب گهڻي کان گهڻا خريد ڪن ته جيئن سنڌي اديبن ۽ ادب جي همت افزائي ٿئي.

**گل انقلابي**
ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻو.

* انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته توهان مئگزين تي اهڙا ٽائيٽل ڏيندا آهيو جن سان سنڌي ثقافت جي جهلڪ اچي، ۽ دقيقا اهڙي قسمن جا ٽائيٽل سونهن به ڏين پر انهيءَ ڳالهه جو خيال رکندا ته ٽائيٽل لاءِ نڪتل تصوير فطري / اصلي لڳي.

تاريخ واري حصي ۾، "سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر" جي پهرين قسط به سٺي لڳي. "قديم سنڌ جا هنر" ڪافي معلوماتي مضمون آهي. شاعريءَ ۾ آڪاش انصاري، عرفان مهدي، ذوالفقار سيال، نواز ٻنهور ۽ ج. ع. منگهاڻيءَ گهڻو متاثر ڪيو. غلام حسين رنگريز جو آزاد نظم، مدد علي سنڌيءَ جي نثرائي نظم "منزل" جو جواب آ شايد! ڪهاڻين ۾، ڪهري مشاهدي جو نچوڙ، شمس سومرو جي "خفتي" بهترين پاتم. سليم چنا جي نثر سوچن ۾ اضافو ڪري ڇڏيو! آخر ڇا ڪجي؟ ڪيئن ڪجي؟ غلام حسين رنگريز جو، مدد علي سنڌيءَ جي ڪتاب "پنر ملن" تي لکيل مضمون وڻيو.

**شان راشدي**
دادو

* ڊسمبر ١٩٨٢ وارو پرچو پڙهيم، هن پرچي ۾ ڪارڊنل ڪوبن ڏسي ڏاڍي خوشي محسوس ٿي! حقيقت ۾ دلي خواهش پوري ڪئي اٿو. هي سوالن جوابن وارو سلسلو تمام سٺو آهي. اميد ته هلندو رهندو؟ پاهران سرورق تي تصوير به تمام سٺي ڏني اٿو نهايت ساراهڻ جوڳي آهي. هي پرچو به گهڻي ڀڳي سڄو پڙهيو اٿم. تاريخ واري حصي ۾ "سيوهڻ سرڪار جو معاشرتي جائزو" ۽ "سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر" مضمون بيحد پسند آيا. خاص ڪري اهي لفظ پڙهي حيرت ٿي ته غريب هندو قبيلا ڏونشي بازيءَ جي مقابلن ۾ پنهنجو مال متاڻهون

ڪرڻ لاءِ ڪنوارن ڇوڪرين سونهاريءَ صورتين ڇڏيندا هئا!

"قديم سنڌ جا هنر" عبدالڪريم ڪنڀر جو مضمون وڻيو. شاعريءَ واري حصي ۾ "تاجل بيوس" جا بيت به سٺا هئا. نوجوان شاعر عرفان مهدي، نياز پنهور، ذوالفقار سيال ڪجهه سٺيرا نظر آيا. محمد ابراهيم جويو صاحب جو مضمون "شاعريءَ جو سماجي ڪارج" پرسور مضمون هو. نصير مرزا جي هارون رند سان ڳالهه ٻولهه وڻي!

**م. ش. ٽيوٽو** نارو شاهي

* هن دور ۾ هي ميگزين سنڌي ادب جي سچڻ جي دلين جي ڌڙڪن بڻجي چڪو آهي اميد ته هن کي هميشه لاءِ شايع ڪندا رهندا، ته جيئن سنڌي ادب جي پانڌيئڙن جي پياس پوري ٿي سگهي. ڪابه قوم پنهنجي ٻولي کان سواءِ زنده رهي نٿي سگهي. جيڪڏهن ٻولي زنده آهي ته اها قوم جڳ جڳ پئي جيئندي. ان ڏس ۾ اوهان چڱو پاڻ موکيو آهي. "گلن جهڙا ٻارڙا" ڪالم ۾ ٻاراڻو ادب جيترو وڌيڪ ڏيندا ته ايترو قوم جي معمار ۾ پڙهڻ لاءِ وڌيڪ چاهه پيدا ٿيندو. ۽ نون لکندڙن جي به همت افزائي ٿيندي.

* هلال پاڪستان مئگزين جو پنجون شمارو هٿن ۾ آهي، جنهن جو چڱو خاصو مطالعو ڪيو اٿم. ٽائيٽل تي تصوير پسند آئي جو ته ان ۾ ثقافت نمايان نظر اچي رهي هئي. تاريخ ۾ سيوهڻ سرڪار جو معاشرتي جائزو، غلام محمد لاکو جي سٺي ڪوشش آهي، هن مضمون ۾ نه رڳو سيوهڻ پر ٺٽي ۽ بکر جي حالتن تي به چڱي طرح روشني وڌي وئي آهي. "قديم سنڌ جا هنر" سٺو ۽ معلوماتي مضمون آهي. زراعت واري حصي ۾ جيڪي به مضمون ڏنو ٿا اهي اسان پاڻ به پڙهون ٿا ۽ پنهنجي هاري ماڻهن کي پڙهي ٻڌائي انهن جي ڄاڻ ۾ به اضافو ڪريون ٿا.

**ممتاز سهتو** مهارجا



# بس ٿورو گلو خراب آهي

گلي جي خرابيءَ ۾ هندڪي معمولي ڳالهه سمجهي
نظر انداز نه ڪيو. هي پاڻ هڪ مرض آهي ۽ نزلي، زڪام ڪنگهه
جهڙين پريشان ڪندڙ ۽ ايذائيندڙ
بيمارين جو پيش خيمو آهي. گلي ۾ هند
محسوس ٿئي ته ترت ڌيان ڏيو. مناسب احتياط ڪريو ۽
سعالين واپرايو. جڙي ٻوٽين سان تيار ٿيل سعالين
نزلي، زڪام ۽ ڪنگهه جو بهترين علاج آهي.
۽ انهن کان بچاءَ جي تدبير پڻ.

# سعالين

نزلي، زڪام ۽ ڪنگهه لاءِ
فائديمند دوا







اسين خدمت خلق ڪريون ٿا








ADARTS SUA-3/82

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڊَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻچاٽائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“. ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)